هجيس ها ته جيڪو ماروئڙن واري مڏيءَ ۾ نڪر
ن تڏي' وٺي ويهي رهي ها ۽ پنهنجو جيڪر وراهي
لدوتي وسرام پائي ها، پر ٻلڙ ۽ زال انهن کٽي تا
ڪرڻ ڇڏنس. ته به ايترو ته ڪيائين جو ٿورو ماسڪو
هڙي شاهي شهر ۾ به جڏهن سندس گهر جا ڀاتي اوچي
ـت هلندا هوا، ته هيءُ مڙيوئي سادا ڪپڙ مين وارا
ڪپڙا اوڍي، ريڍن جون پوستينون پائي، پيو گڏر
ڪندو هو. زال رسي ويٺيس ته به مڙس ماندو نه ٿيو ۽
يل ارادي تان نه هٽيو. ست ورهين جي ڄمار ۾ هن
پنهنجي جاگير جيڏيءَ زال کي سونپي، انهيءَ شرط تي
هن جو اڳي پوءِ ان سان واسطو نه رهندو ۽ هوءَ فقط
پنهنجن ننڍن ٻچن جي پاران انهيءَ ملڪيت کي امانت
ڙر سنڀاليندي. پنهنجين لکاوتين لاءِ اعلان ڪري
ڏ ڏيائين، ته پل جنهن کي وڻي سو چڪائي. سندس زال
ن تان اچي بگڙي، جو وهڻ ئي وه ڪري ڇڏيائينس،
هو پنهنجي فيصلي تان نيٺ نه هٽيو. سندس نرموهتا،
ـيري طبيعت، مسڪيني رهڻي ۽ قربانيءَ پٺيان قربانيءَ
ـ زالهنس کي ڏاڍا خار ايندا هوا، پر هوءَ ڪري ئي
ا تي سگهي؟ ڪٿ پٿ سو رات ڏينهن هلي ايندي
ـٿي؛ پنهنجيءَ ٻانوي ۽ ۾ هوءَ هن سنت پرش لاءِ ڇا جو
ا لڪي، ڪيس ماڻهن جي نظر ۾ نيچ ثابت ڪرڻ جي
ڪوشش ڪندي هئي. انهيءَ حالت ڪيس ايترو ته هلاڪ
ڪيو جو هن کي ظاهر ڪرڻو پيو ته ”انسان جي ترقيءَ

جي وات ۾ شادي هڪ وڏي رڪاوٽ آهي، گويا ڪانئن ٽانئن جي مثل آهي.“ پر انهيءَ هوندي به هن جي دل ۾ ڪڏهن زال لاءِ نفرت پيدا نه ٿي ۽ ان جي برخلاف هن هڪ اکر به نه چيو يا لکيو. پياسي ورهين جي جمار ۾ اچي خيال ٿيس ته جيڪر گهر جي جاءِ به ڇڏي ڪنهن ڪوهه ڪاف جي مڙهيءَ ۾ وڃي ڪال ڪاٽيان. انهيءَ ارادي سان هو بنگلا باغ ٽيا ڳي، شهري ۽ ٻنگتي حياتيءَ کي تلانجلي ڏيئي چپ چپاتو حق جي تلاش ۾ نڪتو. نڪرڻ کان اڳي هڪڙو خط پنهنجي زال جي نالي لکي ڇڏي ويو جنهن ۾ لکيا ٿين ته

”پياري سوفيا، ڪيتري وقت کان وٺي پنهنجي رهڻيءَ ۽ عقيدن جي وچ ۾ اختلاف ڏسي، ڏک پئي ٿيو اٿم. توهان کي جي ڳالهيون مون پاڻ سيکاريون، تن جي ورڇ ڇڏي ڏيڻ لاءِ هرڪا اڻ سهال ڏنم. هن وقت ته اوهان کي ڇڏڻ پڻ واجب نه ٿو سمجهيم، ڇاڪاڻ ته ٻار ننڍڙا هوا ۽ انهن تي پنهنجو ٿورو ڪي گهڻو اثر ڇڏڻ، ڌرمي فرض ٿي پانيم. پر ڇڪ ٿاڻ کي وڌيڪ سهن ڏيڻ پڻ محال ٿو سمجهان. جيئن وقت گذرندو ٿو وڃي تيئن ايڪانت جي پياس وڌندي ٿي وڃي. ٻار هينئر پاڻ پورا ٿيا آهن ۽ ڪين منهنجي شخصيت جي اثر جي وڌيڪ ضرورت ڪانه آهي. پر انهن سببن کان سواءِ وڏو سبب ايهو اٿم، ته جيئن هندو سنت ورهين جي عمر ۾ وڃي پيلا وسائيندا آهن ۽ جيئن هرڪو ڇڳو

اُٿي پنهنجا ٻيا ان ڏينهن ڏٺي جي عبادت ۾ گذارڻ
زمي سمجهندو آهي، ڇو ته ماڻهو پڻ هن آخرين اوستا
۾ آرام ۽ شانتيءَ لاءِ سڪان ٿو. ڪٿي ٻورو ٻورو آنند نه
ملي، ته به هن چڪ ٿاڻ جي زندگيءَ ڏانهن ته زياده
سکي ٿيندس. جيڪڏهن ڏکيو ڏکايو ٿو وڃان، ته اوهين
سنتون ڪندا، دڙڪا ڏيندا ۽ دليل آڻي آڇيندا ۽
شايد مان ڪمزور ٿي پنهنجي ارادي تان ڪري
وڃان؛ تنهن ڪري هن ريت بنا اطلاع وڃڻ کان سواءِ
ٻيو ڪو چارو ڪونه اٿم. اٿين نه سمجهو ته ڪو اوهان
سان ناراض ٿي ٿو وڃان. اوهان جيڪڏهن پنهنجي
ريت بدلائي، منهنجي خيالن سان ٺهڪائي نه سگهيا
آهيو، ته ڪو اوهان جو ڏوهه ڪونه آهي. اوهان جو
جن ڳالهين ۾ عقيدو ڪونه آهي، تن تي هلڻ لاءِ ڪو
اوهين پڻ بدل ڪين آهيو. تو هان جي مٺي سنبند جا پنجٽيه
سال ڪڏهن به نه وسرندا. تو جيڪا منهنجي خواه ٻارن
جي خدمت ڪئي، ان لاءِ مان عزت ڀريءَ نگاه سان
تو ڏانهن ڏسان ٿو." سندس مها تياڳ ورتي پرميشور کي
وٺي ويئي ۽ ڪيس وڏيڪ ڪشٽن ۾ وجهڻ واجب نه
سمجهي پرمآتما کيس ڀاڻوت گهرائي ورتو ۽ سنه ١٩١٠ع
۾ ويهين نومبر، ڇهين ٻجي صبوح جو، پرمڌام ڏانهن
پڌاريو.

اهڙو هو تالسٽاءِ جنهن دنيا تيءَ جي آخرين دم تاءِ
وڪارن سان ويڙهه ڪري، نفس نامراد کي مطيع ڪري

لاءِ وڏا وس ڪيا. پنهنجي گهٽتائن جو حساب ڪتا
ٻپا سيندو، ڊائري وهيءَ ۾ درج ڪندو پنهنجو واڌ وءُ گهٽ
دم بدم جاچيندو رهيو. پنهنجي وڏ وڏي واڪي چو
۾ لڄ نه سمجهندو هو. هڪ هنڌ لکي ٿو، "مان ايشو
جو ڌيان ڪرڻ وهندو هوس پر هميشه ناماچار ۽ نازڪ
نارين جا سپنا لهي اٿندو هوس." هن پاڻ تي چار ڏي
رهي، سرير کي سڪائي مکڻ شيخ پڇائي آتما جو آنن
پراپت ڪيو. "رهڻ سادي خيال اوچا" وارو اصول
سندس زندگيءَ جو مول منتر هو. رهڻي ۽ ڪهڻي سندس
هڪ هئي. جيئن حياتيءَ جي سفر ۾ اڳتي هلندو هليو
تئين شخصي تمنا ڇڏيندو، لاڳاپا لاهيندو ۽ غريبن مسڪينن
سان ملندو ويو، تان جو نيٺ نانهن ڪلهي ڪري نڪ
۽ وڃي ڌرتيءَ جي گود وسايائين.



جِتي پيار آهي، اُتي پرميشور آهي

# جتي پيار آهي، اُتي پرميشور آهي.

رشيا جي ڪنهن شهر ۾ هڪڙو موچي رهندو هو
ڪيس هڪڙي اڌ ڌرتيءَ اندر پوريل ڪوٺڙي هوندي
هئي، جنهن جي دريءَ جو منهن گهٽيءَ ڏانهن هو
جڏهن ٻاهر نهاريندو هو تڏهن پين تي ٻهٽو پوندو هوس
پر انهيءَ هوندي به فقط ماڻهن جا پير ڏسڻ ۾ ايندا
هئس. مارٽن ماڻهن کي سندن بوٽن مان سڃاڻندو هو
ڇاڪاڻ ته ڪيترن سالن کان اتي وهندو هو ۽ پاڙي
خواه شهر ۾ ورلو ڪو بوٽن جو جوڙو هو، جيڪو سندس
هٿن مان نه لنگهيو هو. ڪم به جام ملندو هوس، ڇاڪاڻ
ته منجهس چار لڇڻ چڱا هوا. هڪڙو ته سندس سيبڻ
عمدو هو، ٻيو چمڙو سٺو ڪم آڻيندو هو، ٽيون واجبي
اگهه وٺندو هو ۽ چوٿون انجام تي پورو هوندو هو
اهڙي ڀول مڙس کي ڪار ڪرت جي کهڙي ڪمي!

مارٽن ۾ چڱمڙسيءَ جي ته هوئن به ڪمي ڪانه هئي
پر جئين هو عمر ۾ وڏو ٿيندو ويو ۽ ٻڍاپي ۾ ويو پيو
وجهندو، تئين ڪيس دنيوي مال متاع کان وڌيڪ
آتمڪ اُنتيءَ جي چنتا ٿيڻ لڳي ۽ هو ويو پرميشور کي
ويجهو پوندو. سندس زال گهڻي وقت کان پرلوڪ پڌاري
هئي ۽ ٻارن جي ڌڻ مان بڻ فقط هڪڙو وڃي بچيو
هوس. ٻهرائين ته خيال آيس ته جيڪر ڇوڪر کي ڪٿ
سندس پڦيءَ وٽ ٻهراڙيءَ ۾ ڇڏيان، پر پوءِ سوچيائين
ته ڌاريءَ آکهه ۾ ٻارڙي کي کهڙو مزو ايندو؛ ويچارو

پگهاڻو ٿيو پيو ڦرندو. انهيءَ ڪري ڪيس پاڻ وٽ رکيائين،
اولاد جو سک به ڪنهن وڏ ڀاڳي پرش ڪي نصيب
بندو آهي. مارٽن ويچاري جي قتل قسمت ۾ ايها
خوشي لکيل ڪانه هئي. اڃا ڇوڪر پاڻ پرو مس ٿيو ۽
ءَ جي همراهي شروع مس ڪيائين، ته ايشور ڪيس
منيالي ورتو ۽ مارٽن ويچاري کي دل جي دل ۾ ئي
هجي ويئي. نا اميد ٿي پيو. سچ چوندا آهن ته
ڪي زرٽي به يا نصيب. سندس اندر جو آرام ۽ آنند
سو ڪلائي ويو. پاڻ کي پٽي، ايشور کي ڏوه ڏيڻ
لڳو جو "مرڪندا ماري ۽ جڏا جياري." ڇي "پگوار
جي بادشاهيءَ ۾ اندير آهي جو ڪي پيريءَ ۾ پيا رهن
ڪي جوان نه جياري." سندس دل مان ايشور اعتقاد
سو ڪلائي ويو ۽ هو منڪر ٿي پيو. ديول ۾ وڃڻ پڻ بند
ڪري ڇڏيائين.

هڪڙي ڏينهن صبوح جو وقت هو جڏهن مارٽن وٽ
هڪ مهمان آيو. اٺن سالن کان پوءِ گڏيو هوس، سو
ساٽس خوب اندر جا احوال اورڻ لڳو. ڇي "بندا
ايشور جا! مان ته حياتيءَ مان ئي بيزار ٿي پيو آهيان؛
اڄ مران ته سياٽي بيو ڏينهن ٿئي. دنيا ۾ ڪا به تمنا يا
اميد ڪانه اٿم جنهن جي لاءِ جيان. ڏٽي ڏينهن ڪنائيم
ته هن ظالم زماني مان آزاد ڳي پايان."

پڍي وراڻي ڏنس، "اي مارٽن تون نيڪ نٿو
ٻولين. اسان کي ايشور جي ڪمي کي پنهنجي نڪته نظر سان

ڏسڻ نہ ڪيپي پر سندس انصاف روئيءِ ڪان. ايشور جـ
ائين مرضي هئي تہ تنهنجو پٽ مري وڃي ۽ تون بـ
جيئن؛ تنهن ڪري ان ۾ ضرور چڱائي هوندي. ايشـ
ڪڏهن بہ برائي نٿو ڪري. ياد رک تہ

پريان سنڌي پار جي مڙيوئي مڃائي
ڪانهي ڪڙائي چکين جي چيٽ ڪري.

ائين ويچاري رب جي رضا تي راضي رهي هميشـ
جوندو رهہ، "جي تڏ ياوين سائي ڀلي ڪار." جـ
نا اميدي ۾ گذاريندين تہ سمجھو تہ توکي فقط پنهنجـ
سک جي لوري لڳل آهي ۽ صرف پنهنجي ئي خوشيءَ لـ
ڀيو جيئن. ايشور توکي حياتي ڏني آهي، تنهن ڪري
توکي اها حياتي انهيءَ مڃي مالک جي خاطر گذارڻ
کپي. جڏهن نہ ائين ڪندين، تڏهن تنهنجا سڀ ڏکـ
دور ٿي ويندا ۽ تون ڪو بہ ارمان نہ ڪندين. حياتي
سموري فرحت ۾ گذرندءِ. ڌرمي پستک پڙهہ تہ روحاني
راه جو پتو پوندءِ ۽ جاڻ ٿيندءِ تہ ايشور ارت حياتـي
ڪيئن گذارجي."

مٺيان لفظ مارٽن جي دل ۾ پيهي ويا. يڪدم شا
جو بازار وڃي انجيل خريد ڪري آيو ۽ انکي پريـ
سان پڙهڻ لڳو. جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن سندس چاهـ
وڌندو ويو. اڳي ويئي، سمهي جا ڳجهي، رات ڏينهن
ايهو پاڪ پستک سندس جيءَ سان جڪڙيل هو. وقتي
تہ رات جو بتيءَ جو تيل کپي ويندو هوس تہ بہ انهـ

...حاني رهبر کان جدا ٿيڻ جنجال ٿي پوندو هوس.
...ندس پڌي ويئي کلندي ۽ هو شد اشد ۽ غلط برابر جو پيد
...جيڻ لڳو. کيس خبر پيئي ته ايشور جي طرفان ماڻهوءَ
... ڪيترا فرض آهن. جيئن اها شناس ويس وڌندي،
...ين اندر ۾ پڻ آنند پيدا ٿيندو ويس ۽
...ندس غم وهم سڀ لهي ويا. اڳي رات جو سمهڻ وقت
...نا سور پيا جاڳندا هئس ۽ پٽ جي يادگيري ۽ چنتا
...ي چير پندي هيس. هاڻي صرف ائين چوندو هو ته
"ماڪ تون ڏنيه آهين. جا جوڙين سا واه واه."
سندس مک مان اهوئي منتر پيو نڪرندو هو ته
"جيڪا سڀڻ تنهنجي مرضي"
سندس زندگيءَ ۾ انقلاب اچي ويو. اڳي جو آرتوار
...ينهن وچي هوٽل ۾ چانه جا پيالا چاڙهيندو هو ۽ برانديءَ
...ي موج ونندو هو ان جي بدران ديول ۾ وڃي پرڀير
...ون پڪون چاڙهڻ لڳو. من جا ڦرنا ناس ٿي ويس ۽
...يس آرام ۽ شانتي اچي ويئي. پيسٽ جي ڪرت پوري
...ڪري، بتي ميز تي رکي، ويهي روح رهاڻ ڪندو هو.
هڪڙي ڏينهن تارن پنيءَ رات جو وڏيءَ ويل ويٺي
...ننڊ ڙهيا ئين، جڏهن هيٺئين سٽن تي اچي بيٺو ته:
" جيڪو توکي هڪ ڳل تي چماٽ هڻي، انکي ٻيو
...ڙتي ڪري ڏي. جو تنهنجي صدري کڻي وڃي، سو
...ي ڪرت کڻي ته ٻه ان کي جهل نه. جو توکان ڪجهه
...ڙ ڪي، ان کي يڪدم ڏي ۽ جو تنهنجا ٿهڙ کڻي وڃي

انکان موٽائي نہ گھر. جئين تون چاهين تہ پيا توسان
هلت ڪن تئين تون بہ انهن سان اوها سا ڳي روش
اختيار ڪر." وري هليو اڳتي ۽ سندس نظر انهيءَ ٽڪر
تي پيئي جنهن ۾ حضرت عيسيٰ چيو آهي تہ:
"اوهان مونکي پنهنجو سائين ڇو ٿا سڏيو، جڏهن
جيڪي مان چوان ٿو ان تي عمل ڪرڻ لاءِ اوهان تيار
نہ آهيو. جيڪو منهنجي در تي اچي ٿو، منهنجو چوڻيون
ٻڌي ٿو ۽ انهن ڪي عملي جامو پهرائي ٿو سو جڻ تہ پڪي
پٿر جي اونهي بنياد تي پنهنجو گهر ٺاهي ٿو. انهيءَ
ٻوڏ ۽ واريءَ گھر ڪي سنسار ساگر جي پوائتي لهر
رائڪ ماتر بہ لوڏي نٿي سگهي. پر جيڪو ٻڌي ٿو ۽
ان تي هلي نٿو، سو جڻ تہ واريءَ جي بنياد تي ٿو آڏاڻو
اڏي، جنهن کي پاڻيءَ جي فقط هڪ خوفناڪ اٿل
يڪدم ڌڙليءَ داخل ڪري ڇڏي ٿي ۽ انجي زواليت
دل ڏڪائيندڙ ٿي ٿئي."
مارٽن ويچار ۾ پئجي سوچڻ لڳو تہ مان پنهنجو گهر
ڪيئن ٻڌو آهي - پٿر تي يا واريءَ تي؟ خيال ڪندي
گوڏهيءَ ڀيءِ ۾ پئجي ويو ۽ نيٺ هٿ ٻڌي پرارٿنا
ڪيائين تہ "اي منهنجا سائين! تون تسي توہ ڪر
مان ڪوشش ڪندو هلندس، تون منهنجي مدد ڪر."
بس ٿہ ڪيائين ۽ وري ڪتاب کڻي اڳتي پڙهڻ لڳو.
ڏٺائين تہ هڪڙيءَ گنهگار عورت وٽ جڏهن حضرت
عيسيٰ آيو تڏهن هن نہ فقط پريم سان سندس چرن مليا،

۽ پنهنجن پشيمانيءَ جي ڳوڙهن سان انهن کي ڌوتو ۽
پياري پيغمبر کيس معافي ڏني ۽ گناهن جي بوجھ کان
آزاد ڪيو. انهيءَ عورت ڏانهن اشارو ڪري ايشو پٽر
پنهنجي هڪڙي شش سائمن کي چيو ته

”هيءَ مائي ڏسين ٿو؟ مان تنهنجي گهر آيس، تو
مونکي منهنجن پيرن لاءِ پاڻي نه ڏنو، پر هن پنهنجي
پيٽن جي نيرن سان منهنجا پير ڌوتا ۽ انهن کي پنهنجن
ڪومل وارن سان اگهي صاف ڪيو. تو مونکي چمي
ڪانه ڏني، پر جڏهانکر مان سندس در اندر پير پاتو
آهي تڏهانکر هوءَ منهنجن چرنن کي چنبڙي پيئي آهي
۽ پيئي کين وري وري چمي. تو منهنجي مٿي کي تيل
نه لاتو، هن منهنجي پيرن کي ويهي عطر جي مالش ڪئي
آهي.“ ايهي لفظ پڙهي مارٽن وري ويچار ۾ پئجي ويو
۽ ويهي پنهنجو پوتا ميل جا چڻ لڳو. نيٺ چيائين

”مان کهڙيءَ ڳالهه ۾ انهيءَ سائمن کان بهتر آهيان.
ان وانگر منهنجي حياتي به خودغرضيءَ ۾ گذري آهي
۽ مان صرف پنهنجيءَ ڀلائي ڀوري رهيو آهيان. هميشه
پاڻ جا نهوڙي سکيو ستا ٿو ڀي سمهيو آهيان، ليڪن
مهمان جو ڪڏهن به خيال ڪونه ڪيو اٿم. سائمن پڻ
پنهنجي پيٽ جو پورائو ڪيو، پر مهمان جو آدرياءَ نه
ڪيو. مهمان آهي ڀڳوان، سو هن ائين ڪرڻ سان
پاڻ ته مالڪ جو نرادر ڪيو. ايشو پٽر آيو، پر هن
کيس نه جاتو نه سڃاتو. ڀلا هو مون وٽ جو اچي ته مان

. وست، ٿڪو هوندين؛ ٻاهر ڪهڙي نه ولهه پيئي آهي؛
ڏئي سڪي ويا هوندءِ. پهر پلڪ اندر نه اچي آرام
ڪرين؟ چانهه تيار آهي. ٻه ڍڪ پي پاڻ کي ڪي گرم ڪر
ڪجهه فرحت اچي ويندءِ."

ستيفن اندر گهڙيو. دروت منهءِ هاڻا پير صاف
ڪندي ٿابوا اچي ويس. مارٽن يڪدم سندس واهر
ڪئي ۽ گهٽي قرب سان چيو، "پيارا ياءُ، تڪليف
ڪر. پيرن صاف ڪرڻ جو ضرورئي ڪونهي پل ته
فرش خراب ٿئي. آءٌ صاف ڪري ڇڏيندس. ايهو
منهنجو فرض آهي. تون فقط هيڏانهن اچي سڪي ٿي
ويهه ۽ چانهه نوشجان ڪر." ستيفن اُچيو هو ۽ ٿڪل هو
سو يڪدم بسم الله ڪري پيالو پي ويو ۽ مارٽن جو شڪرانو
ڪرڻ لڳو. پر سندس چهري تي آثار پڌرا هوا، ته کيس
چا وڌيڪ چانهه جي ضرورت هئي. مارٽن کيس ٻيو
پيالو ڀري ڏنو. ستيفن ڏٺو ته مارٽن کي آرام ڪونهي.
ڪم ڪوئي ۾ ٿي ڪيائين، پر خيال سندس ٻاهر ٿي
سيو. بدن اندر هو ته دل ٻاهر هئي. قرار ڪونه هوس.
وري وري ٿي ٻاهر واجهايائين ۽ جهاتيون وڌائين.
ستيفن سمجهي نه سگهيو سو ائين ويهي ڪا ڪس
پڇيائين، "ياءُ مارٽن! خير ته آهي نه؟ ڪو ڇهان
چٽو آهي ڪيئن؟" مارٽن وراڻي ڏني. "ادا
سو نکي شرم ٻيو اچي. ڇا ٻڌايان؛ الائي سچ پچ ڪو
چٽو آهي يا صرف وهم ۾ ورتل آهيان. هو ڪو ڏلو

پوي. سٽيفن پڇيو ”سو وري ڪيئن؟“ مارٽن چيـ
”ياءُ! رات ويني پاٺ ڪيم ۽ هڪڙي ماڻهوءَ جي ڳا
پڙهيم جنهن وٽ پاڻ حضرت عيسيٰ آيو، پر هن انـ
جوڳو سنڪار نه ڪيو. مونکي اچي پنهنجيءَ ورايـو
سوچڻ لڳس ته انهيءَ حالت ۾ مان جيڪر ڪيئن ڪريان
انين خيال ڪندي جهوٽو اچي ويم. ٻه دفعـ
سانده منهنجن ڪنن تي پڙلاءُ پيو، ’سپاٽي نظر رکـ
مان ايندس.‘ ايهي لفظ سچا هجن يا خيالي جڙيل هجن
ته به مان انهن کي وساري نٿو سگهان. منهنجي دل ۾
پٽيءَ تي ايهي اُڪر جي ويا آهن ۽ گهڻوئي ٿو پاڻ ڪ
ڇڻنيان پر آرام نٿو اچي.“

سٽيفن ڪند ڌوڻيو، پر واتان اکر به نه ڪڇيائين
پيالو چاڙهي خالي ڪري پاسي رکيائين ۽ پـو مارٽ
وري اٿيو ۽ کيس پري ڏنائين ۽ چيائينس، ”ادا
پڙ ڪري پيءُ. ڏس مان صرف اهوئي وينو ويچا
ڪريان ته اسان جو پيارو يسوع جڏهن هن دنيا ۾ رهندو
هو، تڏهن سڀني کي پيارو گهرندو هو. ڪڏهن به ڪنهـ
کي نه ڌڪاريائين ڪين. هو پرچار به گهڻو ڪري سادڙ
ماڻهن ۾ ڪندو هو، گهمندو هو ته به غريبن جي محلـ
۾ ۽ پنهنجا شـش چونڊيائين ته به اسان جهڙن گنهگا
غريب ڪمين مان.“

سٽيفن ايهي مٺيون ڳالهيون ٻڌي پاڻ جهلي نه سگهـ
سندس ڪومل دل ۾ جي آيـو ۽ اکين مان لڙڪ

کيس کاڻڻ لاءِ ماڻي ۽ ياجي ڏني ۽ پاڻ سندس ٻار ڪوڏائڻ ۾ لڳي ويو. ڀرپائين ته ڪجهه وقت چپ ٿي ويئي، پر نيٺ سرچيو ۽ منهن ۾ مشڪ آيس مارٽن جو درد ٻهار ٻهار ٿيڻ لڳو. عورت ڇيو ڪات ڪيس پيٽ ۾ ساهه پيو. پنهنجي دردڀري ڪهاڻي مار کي ٻڌايائين ته ڪيئن سندس مڙس سولجر انسن مهيه کان گم هوءَ هن گذران لاءِ در در ڌڪا ٿي کاڌا. ڏ وڪڻي ٻي پورائو ڪيائين. آخر ۾ هڪ شال هٿ ساڻ اڳئين ڏينهن پنجين آني ۾ گروي رکي آئي هئي مارٽن کيس هڪ اڌوراڻي صدري ڏني ۽ پنج آ روڪ ڏنا ته شال ڇڏائي وڃي سگهي ٿي. مائيءَ جي اندر مان آسيس نڪرڻ لڳي ۽ چيائين، ” اي پير مرد مونکي پياري يسوع توڏانهن موڪليو تو ڏسجي. انه ئي توکي ٻاهر نظر ڪرائي ٿي ڏسجي. تون واهر نه ڪرين ها ته منهنجو ٻچڙو ته ۾ سڪي مري وڃي ها.“ مارٽن چيو، ” هائو مون کي انهيءَ رهبر چيو هو. مان جو ٻاهر وينئي نهاريو سو ڪو ٻنا سبب ڪونه هو.“ ائين چئي کيس سپني جي يا ساکيات آواز جي ڪهاڻي ڪري ٻڌايائين. هنجي دل ٻڌي ٻيٺي ۽ چيائين، ” ائين ٿئي. نه ڪهڙو شڪ آهي.“

مائي هلي ويئي ۽ مارٽن پنهنجو ڪم ڪندو رهيو. هر هر ٿي ٻاهر نهاريائين. ماڻهو لنگهندا ويا. نيٺ هڪڙي ٻڍي صوفن واري مائي اچي لڳي

ڪري هئس، جنهن ۾ وڪڻڻ ڪان پوءِ جيڪي صوف
ٻيا هئس سي ٻيل هوا. سندس ڪلهي تي هڪڙي
ت تان ميڙيل ڇوڏن جي ڳوڻ هئي، جا ڪنيو گهر
ڏانهن ٿي ويئي. وات تي ساهي پٽڻ ۽ پاسو ڦيرائڻ
۽ جيئن ڳوڻ ۽ ٽوڪري لاهي رکيائين، تيئن ئي هڪڙو
ڏٺل ڪپڙن ۾ ڇوڪرو ٻ ڪندو آيو ۽ هڪڙو صوف
ٿي اُتي پيو. ٻڍيءَ ڏسي ورتس ۽ سٽ پائي ڪٽي
ڪڙيائينس. متي واري ٽوپي ٺڏي فوت بال جيان
ڦٽي ڪيائينس ۽ وارن کان جهلي خوب ڏونداڙڻ
ڳس. ڇوڪر ٿي ڏانهون ڪيون تہ مائيءَ ٿي ڇينبو.
ڪ طرف پٽ، تہ ٻي طرف رڙ ۽ ڪيڪون، سو مارٽن
ي دل سهي نہ سگهي. جا شيءِ جتي، سا تتي ڇٽي
ٿي پيو. جتي بہ هٿ نہ آيس. ڪجهہ قدم ڪنيائين تہ
بوڪائي ڪري پيو ۽ عينڪ وڃي پري پيس. ورې
ٿي ٻ ڪيو. ڏنائين تہ عورت ڇوڪر جا پاسائي ڇلي
ڇڏيا هوا. بار ويچاري باڏائي چيو، ”امڙ، مون
ڪون ڪنيا آهن. تون ڇو پيئي مون مٿان ڏوڙيو وسائين
مونکي مارين؟ ڇڏ تہ مان وڃان.“ مارٽن چيو، ماتا!
ڇڏي ڏينس. يسوع جي صدقي معاف ڪرينس.“
مائي ٻاھ تي ٻيٺي هئي، سا ڪٽي ٿي مڙي. چيائين،
” ڇڏي ڏيانس؟ ڪل لاهيندي سانس. اهڙي سيکت
بندي سانس، جو وري تہ ڪن کي هٿ لائي ڇڏيندو.
عمر تہ اهڙو ڪم ڪم نہ ڪندو.“ مارٽن ورې ڪيس

ليلايو ۽ ٻاڏايو جنهن تي نيٺ کيس رحم آيو. ڇو
کي ڇڏي ڏنائين. ڇوڪر پڇڙ تي هو ته مارٽن ن
جهلي چيس، "بيوقوف! مائيءَ کان معافي وٺ.
پاڻ اکين سان توکي چوري ڪندو ڏٺو." ڇوڪر ج
اکيون پاڻيءَ سان ڀرجي ويئون ۽ مائيءَ جي پيرن
ڪري پيو. مارٽن کيس چيو، "شاباس! هاڻ وڃ
هيءَ بيوقوف توکي انعام ٿو ڏيان. آئينده شايد
هلت ڪج." مائيءَ ڏانهن منهن ڪري چيائين،
"توکي تنهنجي رقم اجهو ٿو ڏيان." ٻڍيءَ وراڻي ڏني
"پائي! ائين ته ٻار ڪاري ڇڏيندين. انهن ڇورن ک
ته اٿندي ويهندي لپاٽ هڻجي ته سڌا ٿين. اهڙي س
ڏجين جو وري نه اٿن. ست ڏينهن ته سيڪائيا پيا هجن."
مارٽن چيو، "مائي! ليکي لاءِ ڪونهي. جي 'ک
ڪاڏي ائين مارجي ته گهر ڪاڏي جا جوڳ.' انهيءَ ننڍڙ
گناه لاءِ ايڏي سزا ڏجي ته اسانجي گناهن جي ٻاري
بوجي لاءِ ڪهڙو وبال اسان تي ڪڙڪندو؟ مطلب ن
'ليکي ڪڏهن نه ڇوٽيئي ڪن ڪن پولڻ هار.'
ايشور جي درگاه مان جي اسان معافيءَ جي طلب ڏ
ڪريون، ته واجب آهي، ته پاڻ به دنيا ۾ معافي ڏيو
جو سبق مناڻ مور نه لاهيون. ائين نه ٿئي، جئن هڪڙي
ماڻهوءَ کي جڏهن هزارن روپين جي قرض جي راجس
معافي ڏني ته اُتان اٿي وڃي ٻئي جو خون ڪيائين
جنهن کي فقط پنج لهڻندو هو. ايشور جي حڪم آهي ت

اف ڪريو. ' اسان کي جڳائي ته هر ڪنهن کي
في ڏيون، خاص ڪري ٻارن کي جن کي گهٽ
جهه ڪانهي." مائي ڪئڊ ڏوٽيوءَ شوڪارو ڀري
، " پائي! چئين ٺيڪ ٿو، پر ايهي ننڍڙا نامراد
ر ڪري پيا آهن ۽ ڏينهون ڏينهن وڌن ٿا مٿي تي
هندا ۽ سر ڪا ئيندا." مارٽن چيو، " برابر ائين آهي،
ڪين سڌاري سڌو ڪرڻ به ته اسانجو فرض آهي.
ن ٿا اسان وڏا ڪين سٺي وجهون." مائيءَ
و، " واهه! وري به ائين چئو. ڀلا ٻڳوان سمت
ندن ۽ نهي پوندا. ماءُ پيءُ جي چوڻيءَ تي سيکو مست
ڏندو آهي. سمي پائي هرڪو ٿو سڌري." ائين
ي مائيءَ ڳوڻ ۾ هٿ وڌو، پر ڇوڪر اڳيرو وڌي
ڻ ڪلهي تي ڪٽي چيو، " امڙ! مان به ته ايڏانهن ٿو
ڃان. ڇو نه تنهنجو بار به ڪڻائي هلان." ائين چئي.
ي هليوءَ ٻئي جڻا رستو وٺي ويا.

" سچ لٿو، سانجهي ٿي ۽ پکين ڪوڙيا پڪ." مارٽن
ي ٻاري جلدئي رهيل ڪم پورو ڪري پاڪ پستڪ
ت ۾ ڪنيو. اڃان ڪوليائين مس نه ڪي آواز سندس
ڪن تي پيا. پريان ڪنڊ ۾ ڪي شڪليون تمام ڦڪيون
ر آيس. هڪڙو آواز سندس ڪنن ۾ آيو، ڇي " اي
رٽن! تون موکي سڃاڻين ٿو؟ اجهو مان آيو آهيان."
رٽن جي اکين اڳيان سٽيفن جي صورت ظاهر ٿي
ي گرلي ويئي. جلدئي وري آواز آيو، " اجهو

# ايشور کي حقيقت جي خبر آهي

## جيتوڻيڪ

# هو انکي پڌرو دير سان ٿو ڪري.

[ اي مظلوم انسان، نا اميديءَ ۾ غرق ٿي ناستڪ نه ٿيءُ. ايشور، ظاهر ۽ باطن جو مالڪ، سڀ ڪجهه ٿو ڄاڻي. جيڪڏهن تون بي قصور ۽ بيڏوهي آهين، ته پڪ ڄاڻ ته انهيءَ مٺي مالڪ کي تنهنجي بيگناهيءَ ۽ سڀني ٻين گنهگارن جي گناهن جي پليءَ پٽ خبر آهي. صرف ايشوري قاعدي موجب حق جي پڌرائي ذرا ديرانتي ٿي ٿئي. وچون وقت آهي آزمائش جو، جنهن ۾ جيترو صبر ۽ ڌيرج ڌارڻ ڪري، پرڀوءَ در پرارٿنا پيو ڪندين، اوترو سائينءَ جي نزديڪ ٿيندين. ايها به پڪ ڄاڻ ته

پاپ ڪري پاتال ۾ پر گهٽ ٿئي آڪاس
رجب ٽنهي لوڪن ۾ لڪي نه پاپ جو واس. ]

* * * * *

رشيا جي لاديمر شهر ۾ هڪڙو نوجوان واپاري آڪسينوف نالي رهندو هو. کيس هڪڙو گهر ۽ ٻه دڪان هوا. ايشور کيس سهڻو بڻايو هو ۽ سندس

۽ ولائتي ڏڙتي لعل ڇهري واريءَ چمڪيدار سسيءَ
جهلڪا تي ڏنا. سندس وار گهنڊيدار هوا، جن هن جي
صورت جي سوڀيا سير سرس تي ڪئي. ڳالهائڻ ۾ واه جو
هو. سياڻپ ۽ حاضر جوابيءَ جو ته ڀنڊار هو. اهڙو
ماٺو جيڪر هر ڪنهن کي ڀيو وٺي ها ۽ هرڪو جيڪر
پيو کيس آدرياءُ ڏئي ها پر منجهس هڪ وڏي وڏ
اها هئي جو ننڍيءَ وهيءَ کان نشئي هو. جڏهن پيالو
پيئندو هو، تڏهن اچي ٻڪ ۾ چڙندو هو ۽ جيڪو
منهن سامهون ايندو هوس، تنهنکي واهيندو روڪ
سڌي پڌائيندو ويندو هو. وات منجهان گگ پيئي
وهندي هئس ۽ سندس موهيندڙ منهن ڦري خوفناڪ
ٿي پوندو هو.

آڪسيناف جي جيوت ۾ سندس اٺ - سرڙ جي
اچڻ سان انقلاب اچي ويو. هن شراب جا پيالا
پرزا ڪري ڇڏيا ۽ آئينده لاءِ توبه ڪري ڇڏيائين.
انڪان پوءِ ڪڏهن ورلي کيس گذريل حالت ۾ ڏسبو
هو، نه ته گهڻو ڪري وقت سانتيڪو پيو گذاريندو هوس.

اونهاري جي مند هئي ۽ ميلن ملاکڙن جي
چوڏاري ڌم ٻي پيئي. هر جنس ٻهاريءَ ۾ ٻوڏ
هئي. آڪسيناف ٻه هڪڙي ڏينهن سڀ سنيري
پرواري ڳوٺ ڏانهن ميلي تي وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، پر زالهنس
روڪيس ۽ چي، "پيارا، اڄوڪو ڏينهن ترس.
رات مان تنهنجو تمام خراب سپنو لڌو آهي."

آڪسيناف کلندي چيو، ”توکي ڀؤ ٿو لڳي ته، ته مان ميلي ۾ وڃي خوب نشا پتا ڪندس ۽ پارٽي جي شراب ۾ جنسي ٻوڙيندس؟“

”نه پيارا، مون کي پتوئي ڪونه ٿو پوي ته الائي ڪهڙي ڏپ اچي ورتو اٿم. مان خواب ۾ تمام خوفناڪ ڏٺم. ڏٺو آهي تون نه جڏهين شهر ڪنان موٽي آئين ۽ ٽوپي مٿي تان لاٿئه تڏهن تنهنجا وار سمورا سفيد ڏٺم.“

آڪسيناف اچي کل ۾ ڇٽڪيو. چي، ”واه واه! اهو ته مزو ٿيو. هاڻي اٿلندو سودا سٺا ٿيندا ۽ تنهنجي لاءِ ڏس ته ڪهڙيون نه عمديون سوغاتون ٿو آڻيان.“

ائين چئي ٻچڙن بارڙن کي چمي ڏيئي آڪسيناف وڏي چاهه مان روانو ٿيو. اڌ وات تي هڪڙو جهونو واقف واپاري گڏيس. ٻئي رات ڪاٽڻ لاءِ هڪڙيءَ مهمان سراءِ ۾ لهي پيا. ٻنهي گڏجي چاهه پيتي ۽ پوءِ لاڳيتين ڪوٺين ۾ وڃي آرامي ٿيا. آڪسيناف کي ننڊ جو گهڻو شوق ڪونه هو، سو سمهڻ ساءِ ڪونه ڏٺس. آڌيءَ جو اٿي، وقت ٿڌو ڏسي، سمجهيائين ته مسافريءَ جو مزو هن وقت آهي؛ سو نوڪر کي سڏ ڪري، گهوڙي سانباهڻ لاءِ حڪم ڏيئي، پاڻ سڌو آفيس ۾ وڃي ليکو لاٿائين. حساب چڪتو ڪري گهوڙو پلاڻي راتو واهه روانو ٿيو.

ڪجهه ميلن جي مسافريءَ کان پوءِ گهوڙي کي ٿڪجي ٽڪرو ڪرڻ جي خيال کان هو وري هڪڙي مسافرخاني ۾ گهڙيو. ٽڪ پٽي، چانهه پي، پروارڻي ستار ڪٽي وڃائڻ لڳو. اڃا انهيءَ موج ۾ ئي هو ته هڪڙي گهوڙي گاڏي آيل ڏنائين، جنهن مان هڪ آفيسر ۽ ٻه سولجر لهي وٽس آيا. آفيسر ڪانئس پڇيو، ”تون ڪير آهين ۽ ڪٿان آيو آهين؟ رات ڪٿي سمهيو هئين؟ اڪيلو هئين يا ڪو ٻيو واپاري ساڻ هوءِ؟ نڪرڻ کان اڳي توکي اهو واپاري نظر آيو؟ اهڙو ساڄهر ڇو نڪتين؟ ...“

آڪسيناف هر ڪنهن سوال جو واجبي جواب ڏنو پر سمجهي ئي نه ٿي سگهيو ته هيءَ اينترا سوال پڇي ڇا لاءِ پيو. دل ۾ چوڻ لڳو، ”ڪو مان چور ته ڪونه آهيان نڪي ڌاڙيل آهيان پر صرف هڪڙو صاف سادو سودو واپاري، جو واپار سانگي پيو سفر ڪريان. اهڙي ٻي واسطيدار ۽ ٻي تعلق ماڻهوءَ ۾ کهڙو سرڪاري ست اچي منجهيو آهي جو اينتري پڇا پيئي پوي!“ اڃا هي انهن ئي پورن ۾ هو ته آفيسر چيس، ”مان پوليس انسپيڪٽر آهيان ۽ توکان اهي سوال تڏهن پيو پڇان جو توسان جيڪو واپاري رات ساڻ هو، ان جو گلو ڪپيو پيو آهي. تون مون کي پنهنجو سمورو سامان ڏيکار. (سولجرن ڏانهن منهن ڪري) اوهان هن جي سيني

ٽپڙن جي تلاشي وٺو ۽ ڏسو جي ڪو شڪي هٿيار يا
ڪا ٻي چيز نظر اچي ته هٿ ڪريو." سولجر
آڪسيناف کي اندر وٺي ويا ۽ سندس ٽرنڪ خواه
دستي ٿيلهي کڻي هر هڪ چيز جا منجهان پيل هئي
سا بلڪل باريڪ نظريءَ سان جاچڻ لڳا. اوچتو
انسپيڪٽر کي هڪڙو چاقو نظر چڙهيو جو هٿ ۾
کڻي سوال پڇيائين، "هيءُ وري ڪهڙي بلا آهي؟"

آڪسيناف تي جڻ ته وڄ متان ڪري پيئي. هڪڙو
رت ٻڏل خنجر سندس پيٽيءَ مان نڪري، سا ڳالهه
سندس سمجهه کان ٻاهر هئي. وائڙو ٿي ويو. ٻڪرٽائي
مڙي ويس. اکين اڳيان اونده اچڻ لڳس. انسپيڪٽر
ڏانهنس نهاري رهيو هو، پر هن کان اکر اکلي ته
جواب ڏئي. وري پڇيائينس، "چاقوءَ تي رت
ڪٿان آيو؟"

آڪسيناف جي نڙيءَ ۾ جڻ ته ڪنڊو اٽڪيل
هو. زبان تارونءَ سان لڳي ويئي هئس. چپ خشڪ
ٿي ويا هئس ۽ سندس سارو بدن ڪرڙيءَ جيان ٿي
ڪنبيو. نيٺ اڌ ڦٽل الفاظ ۾ ورائيائين، "سا...
نين.. نه... هو... منهن... جو... نه..." اهي لفظ هن
چمڙيءَ مان جڻ ته ڇڪي ٻاهر ڪڍيا، پر وڌيڪ
ڪوشش محال هئي. اکين ۾ ڪڏون ٻٽجي ويس ۽
بيجان بت مثل بيٺو رهيو.

انسپيڪٽر وري پڇيو، ”جنهن صورت ۾ واپاريءَ
واري ڪمري جي لاڳيتو فقط ٻن ئي هنڌن ۾
دروازو بند هو، تنهن صورت ۾ توکان سواءِ اهو
قاصائڪو ڪم ڪنهن ڪيو هوندو؟ ٻيو ڪو خون ڪري
نه ٿيو سگهي، ڇو ته وري ميز يا ڪرسين کي قتل
ڪرڻ جي طاقت آهي. اهو صرف انساني دماغ ئي
آهي، جنهن تي جڏهن شيطاني شر قبضو ڪري،
تڏهن منجهس ناپاڪ ۽ خونخوار خيال اڀرن ٿا.
وري تنهن کان سواءِ هي ۽ خوني خنجر ته ڪافي
ثابتي آهي ته تو اهو خون ڪيو آهي. تنهن جي
ڇري جي زردي صاف ڏيکاري رهي آهي ته
تنهنجو اندر ڪاري رهيو آهي ۽ تون گنهگار آهين.
هاڻي سچ ٻڌاءِ ته تو ڪهڙي رت ڪيس ڪئي ۽
سندس ڪيتري رقم چورائي؟“

آڪسينا ڦ اچي روئڻ ۾ قتو. هيٺئون جهل ئي نه
ڏنيس. ڏاڍيءَ جو قسم کڻي چيائين، ”مون اهو خون
نه ڪيو آهي. حقيقتا ته چانهه پيئڻ ڪانپوءِ مان واپاريءَ
جي ورتي شڪل به ڪانه ڏٺي آهي. منهنجي ڪيسي
۾ پنهنجن اٺن هزارن روپين کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه
آهي. ڇا ڪي هي ۽ چاقوئي سندم آهي.“ گهڻوئي
چيائين، وڏائي واسطا وڌائين، ليلائي وري
ليلايائين پر سندس ڏکندڙ آواز، دردناڪ شڪل

۽ ڪنبندڙ بدن مان ائين پئي معلوم ٿيو ڄڻ ته هو سچو
پچو ڏوهي هو. سندس سامان ضبط ڪيو ويو ۽ کيس
سرواري جيل ۾ داخل ڪيو ويو. سندس چال
چلگت بابت پڇا ڪرڻ تي پوليس کي پتو پيو ته
جيتوڻيڪ هو ننڍي هوندي ته حد درجي جو شرابي
هو، پر هاڻ وقت صرف وقتي پيئندو هو ۽ ڪڏهن
به ويجهو حوصلي کان ٻاهر نڪتل نظر نه آيو هو. ڪجهه
به هجي، منجهس شراب جي علت هئي، پوءِ ٽوڙي
اوها گهٽي قدر ڇوه ڇنڊي رهي هئي، ته به منجهس
گمان آڻڻ لاءِ ڪافي ڏا بڻي هئي. ڪيس هليو ۽ هن
تي خون ۽ ويهن هزارن روپين جي چوري ۽ جون
تهمتون ڌريون ويئون.

آڪسيناف جي زال ته ويچاري ڄڻ ڇري تي پيئي.
پتو ڪونه ٿي پيس ته ڇا ڪريان. ٻار ننڍڙا هئس.
هڪ ته اڃا ٿڃ تي هوس. تنهن هوندي به انهن کي
وٺي اچي انهيءَ شهر ۾ نڪتي جتي سندس پتي ٽرنگ
اندر داخل هو. پهريائين ته موڪل ئي نه ٿي مليس
پر پوءِ آزيون ۽ منٿون ڪرڻ تي جيل جي اختياريءَ
وارن کي ترس پيو ۽ سندن اجازت سان وڃڙيل
مليا. گهرو حال احوال ڏيڻ کان پوءِ زال پڇيو،
"هاڻي ليڪن ڇا ڪجي؟" آڪسيناف وراڻيو،
"زار (شهنشاه) ڏانهن عرضي موڪلڻ گهرجي.
هو ڪنهن به ڏوهيءَ کي ناحق نه لوڙائيندو."

" ائين ته مون اڳيئي ڪيو آهي پر درخواست رد ٿي ۽ دفتر داخل ڪئي ويئي. مون کي ته اڳيئي ايهي پروڙ ٿي پيا، تڏهن ته بي دانهون ڪيم ته اڄ نوجو پرتاوهان نه بڌي ۽ نيٺ اڇا وار پسڻا پيا. ڏسو ته سهين ته انهن تورن ڏينهن ۾ ئي ڳڻتي ۾ وار سفيد ٿيڻ شروع ٿيا اٿو. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها جي ان ڏينهن ترسي پئو ها. يلا مونکي ته ٻڌايو ته توهان برابر ايهو خون ڪيو آهي يا نه؟" آڪسيناف منهن تي هٿ ڏيئي اچي روئڻ ۾ چڙڪيو. چي، "چا، تون به ائين سمجهي رهي آهين؟ افسوس! اڄ منهنجي اڌ-سرير استري به مونکي خوني سمجهي سوال پڇي رهي آهي!"

نيٺ ملاقات جو وقت پورو ٿيو ۽ آڪسيناف آخرين نظر ٻارڙن ۽ زال تي وجهي ڪنڌ گوڏن ۾ هڻي ويهي رهيو ۽ هو راه وٺي روئندا رهيا. دل ۾ سوچ ڪرڻ لڳو ته اڄ ساري دنيا مونکي قاتل وسهي رهي آهي. خود گهر جا عزيز به مون ۾ شڪ ۽ گمان پيا اٿارين. انهي ۾ مان صاف ظاهر آهي ته سچ جي پروڙ صرف پرميشور کي ئي آهي. انکي ئي داد لاءِ پرارٿنا ڪرڻ گهرجيم ۽ انکان ئي رحم جي طلب ڪرڻ گهرجيم. انکان پوءِ هن دنيوي شاهن کي عرضيون ڪرڻ بند ڪيون ۽ هڪ سچي پاڪ پروردگار جي

درگاھ ۾ دانهون ڪرڻ لڳو. ڪيس ڇهبوڪن ۽ عمر ڀر پورهئي جي سزا آيل هئي. پهريائين ڪيس اگهاڙي جسم تي ڇهبوڪ هنيا ويا. جڏهن سندس ڦٽ مڙيا ۽ سگهو ٿيو تڏهن ٻين قيدين سان گڏ ڪيس سائبيريا ڏانهن باقي سزا ڪاٽڻ لاءِ روانو ڪيائون.

ڇويه سال پورهئي ڪندي گذري ويس. مٿي جا وار برف جهڙا اڇا ٿي ويس ۽ سونهاري ڊگهي سنهين سڌي ۽ پوري رنگ جي ٿي ويئي. اڳين خوش مزاجي سموري غائب ٿي ويس. انجي بجاءِ ڪبو ٿي پيو ۽ هميشه چپ چاپ ۽ گنڀير ويٺو هوندو هو. پر انهيءَ هوندي به پرارٿنا ۾ رغبو ڪونه وڌائين ۽ نت نئون سڄ سنئون واليءَ دراهائي پيو وينتي ڪندو هو ته اي سڀاجها سائين! هيءَ ڪارنهن جو داغ لاهي اڇو اجرو ڪر.

جيل ۾ هو بوٽن ٺاهڻ جو ڪم سکيو ۽ ان مان جيڪا بچت ٿيندي هئس، تنهن مان ڪافي پئسا ڪٺا ڪري هڪڙو انجيل خريد ڪيائين جيڪو روز بروز مطالع ڪرڻ لڳو. جيسين روشنائي هوندي هئي، تيسين پيو پڙهندو هو. وڏن ڏينهن تي جيل جي ديول ۾ وڃي مٿي سر سان ڀڄن ڳائيندو هو. سندس نرمل ۽ سيتل سڀاءَ سبب هرڪو پيو ڪيس ڀائيندو هو ۽ سڀ قيدي سڏيندا ئي هئس ’ڏاڏا‘

يا ’ ايشور جا سنت .‘ جڏهن اختياريءَ وارن ڏي کو عريضو موڪلڻو هوندو هو، تڏهن اهو آڪسيناف کي سپرد ڪيو ويندو هو ته وڃي پهچائي. قيدين جو پاڻ ۾ کو تڪرار ٿيندو هو ته اهين مڙيوئي آڪسيناف هوندو هو.

هڪڙي ڏينهن قيدين جي نئين ٽولي سزاياب ٿي سائبيريا ۾ آئي ۽ آڪسيناف سميت سڀني قيدي ڪانئن حال احوال وٺڻ لڳا. منجهن هڪڙو جو سٺ کن ورهين جو هو، تنهن وڏي شدمد سان ويهي پنهنجي ڪهاڻي شروع ڪئي. چي، ” مان صرف هڪڙيءَ گاڏيءَ مان گهوڙو ڪڍيو ته ڪٺي پڪڙيائون ۽ چيائون ته چوري ڪئي آهي. مان کين گهڻوئي چيو ته مان صرف تڪڙي مسافري طئي ڪرڻ لاءِ هيءُ گهوڙو هٿ ڪيو آهي ۽ ڪم لٿي کان پوءِ ضرور مالڪن کي موٽايان ها پر ٻڌيم ڪين ٿو؟ ڪٺي هنيائون جيل ۾. ڪيس هليو پر ثابتي هٿ ڪا نه آئين ۽ نا ثابت ٿيو سو ڪٺي بي قاعدي ٻڌيائون ۽ هيڏي موڪليائون. پر مان اڳي به هتي رهي ويو آهيان ۽ پڇي نڪتو هوس، سو هيل وري ويهي رهندس ڇا؟ “

آڪسيناف به ڪانئس حال احوال ورتو. خبر پيس ته هو اصل سنڌس ڳوٺائي هو ۽ سنڌس لالو

ماڪر هو. هن ڪيس ٻڌايو تہ آڪسيناف آکہ تمام
سکيو سنهنجو وقت گذاري رهي آهي پر هڪ ارمان
اٿس جو سندن وڏو پيو سائبيريا جون ڇڪيون پيهين.
هن ڪانئس پڇيو، ”اڏا، تون ڪهڙي ڏوهہ هيٺ
آيل آهين؟“

آڪسيناف وراڻي ڏني، ”مان پنهنجن گناهن
سبب ڇويهہ سال سزا ڀوڳي آهي.“

”گناهہ ڪهڙا؟ ٻڌاءِ تہ سهين.“

”گناهہ اهي، جن جي ڪري هيءَ سزا جڙي اٿم.“

آڪسيناف ڪڏهن بہ دل جي دک جي دانهن
نہ ڪندو هو. جيڪڏهن ڪو پڇندو هوس تہ صرف
ٿڌو ساهہ کڻي بہ اهو جواب ڏيئي جند ڇڏائيندو
هو. ماڪر بہ گهڻوئي ڪيس ڏوندا اڙيو پر هيءَ يار
اهڙو ڪچي جهڙي پٽ. نيٺ ٻين قيدين ڪيس ساري
حقيقت سڻائي ۽ ٻڌايو تہ ڪيئن هو ويچارو اڻڄاڻ
اوچتوئي اڙجي ويو هو ۽ ناحق بند تي ڀوڳيا ئين.

ماڪر ايهو احوال ٻڌي آڪسيناف کي چتائي
ڏسڻ لڳو ۽ گوڏن تي هٿ هڻي چيائين، ”مار،
ايشور جي ليلا اپار آهي! پر ڏاڏا، تون تہ جلد
پوڙهو ٿي ويو آهين.“

سندس حيراني ڏسي سيئي تعجب ۾ پئجي ويا
۽ هڪڙي ڪانئس پڇيو، ”ڇا، تون آڪسيناف کي

اچيئي سچا ٿين ڇا؟ " هن صرف ايترو جواب ڏنو،
" دوستو، بيشڪ حيرت انگيز ڳالهه آهي. دنيا ۾
ڪهڙا نه عجيب ميلاپ ٿا ٿين."

آڪسيناف کي شڪ پيو ته شايد هن کي انهيءَ
خون بابت ڪا خبر ٿي ڏسجي سو اڳيرو وڌي
پڇيائينس، "ادا، تو هن خون بابت اڳي ڪجهه
ٻڌو آهي ڇا؟"

"ٻڌو؟ ڪنهن نه ٻڌو هوندو؟ ساري روسي دنيا
۾ انهيءَ واقع جو جرچو ته دهل وڄي ويو هو۽ هر ڪنهن
جي وات ايهائي وائي هئي. تنهن هوندي به اهو
خون ايترو ته اڳي ٿيو آهي، جو جيتوڻيڪ مان ان
وقت ڪٿي ان بابت گهڻو به ٻڌو هجي، ته به هاڻي
گهڻو دل تان لهي ويو اٿم."

"پر ڪٿي ڪي ٻڌءِ ته سچو پچو قاتل ڪير هو؟"

"خون ضرور انهيءَ ڪيو هوندو، جنهن جي
صندوق مان چاقو نڪتو. جيڪڏهن ڪنهن ٻئي
اهو چاقو لڪي مڙهيو هجي ها ته لوڪي پنهن جي
فرط جي تهمت هيٺ ڇو گرفتار ڪن ها؟ انهيءَ
کانسواءِ جي ڪنهن ٻئي اهو ڪم ائين ڪيو هجي
ها ته ضرور تون کيس ڏسين ها، ڇاڪاڻ ته هن اهو
ڪم تنهنجي نزديڪ ئي ڪيو هوندو."

ائين آڪسيناف کي اندر ۾ خاطري ٿيڻ لڳي

۽ نچا ڳا ما ڪري پاڻ خوني آهي . ائين ويچاري
هوا تان اتي هليو ويو. وڃي ليٽيو، پر سندس نيڻن
۾ ننڊ ڪٿي؟ پورن پڇا ئيندي وقت وڏو تي پيس
۽ مغز اندر گذريل واقع ۽ زماني جون نيون نيون
تصويرون ڦرڻ لڳس . پهريائين پهريان هن کي پنهنجي
استري ۽ ٻار نظر آيا، جن سندس ميلي تي وڃڻ
وقت خوشي تي ڳٽي ۽ کيس عمدين سوکڙين آڻڻ
لاءِ تي چيو. ان کان پوءِ هن جي اکين اڳيان اهو
نظارو ڦرڻ لڳو، جنهن ۾ سندس زال کيس هڪ
ڏينهن ترسڻ لاءِ تي ليلايو ۽ هن جوين جي مستيءَ ۾ ڪلي ڪٺي
تي سندس ڳالهه ٽاري ۽ لاڦون هنيون . انهيءَ جي
پوئتان هنڪي اهو مسافرخاني وارو موج ۽ محفل
جو سمو نيڻن اڳيان ترڻ لڳو، جڏهن ستار هٿ ۾
ڪٺي هن منا البيلا گيت تي ڳايا . انهن خوش تصويرن
کان پوءِ هو اهو دکه جو دور ڏسڻ لڳو، جڏهن
هن کي ڇهوڪ تي لڳا ۽ چوڌاري کٿي ٽيل خلق
مٿس ڦٽڪار تي وڌي . آخرين تصوير ۾ بند جا
چويهه ئي سال ۽ سندس زبون ٽيل جسم تي بکيو، جنهن
جي ڏسندي سندس ڏرن ڏکي ويئي، بي اختيار
رڙ ڪري ويس ۽ چيائين، ”هاءِ، افسوس ! اها
سڀ جزا مون هن نامراد جي خاطر لوڙي آهي .
انهيءَ ملعون منهنجي حياتي وهه ڪري ڇڏي .“

انهن لفظن چوندي ڪيس اهڙي ته باھ وٺي ويئي، جو جيڪڏهن ماڪر اتي موجود هجي ها ته نپوڙي ساھ ڪيڏي پورو ڪريس ها ۽ پنهنجي دل جو غبار لاهي هيان ۾ ٺاري ها. ساري رات هن پرارٿنا ۾ گذاري پر هن جي چت کي سانت نه آئي. ٻي ڏينهن ڪوشش ڪري هو ماڪر جي ويجهو نه ويو ۽ نڪي ڏانهنس اک کڻي نهاريائين. ٻه هفتا گذري ويا، پر هنجي بيقراري دور نه ٿي. اندر ۾ اهڙي ته آنڌ مانڌ هئس جو پنوئي نٿي پيس ته ڇا ڪريان. جيءَ ٿي جليس، پر پاڻ کي روڪيندو ٿي آيو.

هڪڙي ڏينهن آڪسيناف ماڪر کي پٽ جي هيٺان مٽي ڪوٽيندو ڏسي ورتو. ماڪر جي منهن جو پنوئي لهي ويو ۽ کيس پنهنجائيءَ جي نموني چوڻ لڳو، "مان پٽ جي هيٺان رستو ٺاهي رهيو آهيان ۽ روز بروز کوٽيل مٽي بوٽ ۾ کڻي ٻاهر وڃڻ وقت نيڪال ڪندو آهيان. تو کي ٻه نه وساريندس پر ڏسج متان ٻاهر ڪيئي نه ته ساھ ڪيڻ کان سواءِ نه ڇڏيندوسانءِ."

جيئن آڪسيناف مٿس نظر وڌي، تيئن سندس سارو سريرُ ڪاوڙ ۾ ڏڪڻ لڳو ۽ ٻري هٿي چيائين، "مان ڀڃي ڇا ڪندس. نڪي ورڻي تون ٻيهر مونکي ماريندين. هڪ دفعو اڳيئي مونکي قتل ڪري

چڪو آهين. باقي رهي ڳالهه تنهنجي راز ظاهر
ڪرڻ جي، سو مان ڪو تنهنجن دڙڪن کان ڊڄان
ڪونه ٿو. جيئن ايشور منهنجي دل ۾ وجهندو تيئن
ڪندس."

بئي ڏينهن ڪن قيدين ماڪر کي مٽي اڇليندي
ڏٺي. چوڌاري سرپر ٿيڻ لڳي ۽ آخر ڳالهه ڦاٽ
ڪاڏو. جيلخاني جي تلاشي ڪئي ويئي ۽ آفيسرن
کاٽ لڌو. ماڪر جي برخلاف ڪا سڌي سنئين
شاهدي ڪانه هئي. قيدي سڀ الي ويا ۽ ماڪر
جو پڙدو نه کنيائون، ڇاڪاڻ ته خبر هئن ته اهڙي
ڏوهه لاءِ آفيسر ڪيس سڌو جهنم موڪليندا. پڇا
ڪندڙ آفيسر نيٺ آڪسيناف ڏانهن منهن ڪري
پڇيو، "پيا مڙس، تون هميشه سچ ڳالهائيندو آهين.
ايشور کي حاضر ناظر ڄاڻي ٻڌاءِ ته اهو کاٽ ڪنهن
ڏنو؟"

ماڪر سمورو وقت ائين بيٺو رهيو ڄڻ ته سندس
ڪو واسطو ئي ڪونه هو. اکيون سو گوڏن ۾ اٽڪيل
هئس، باقي آڪسيناف ڏانهن ته نهاريائين به نٿي.
آڪسيناف سچو ڏکيو ٿي ۽ ڪجهه وقت ته ٻُڏي ۽
ڀاڄي ويو. نيٺ دل ۾ چيائين، "جيڪڏهن ڪيس
ٻڌايان ٿو ته مان ڄڻ ته انهيءَ ماڻهوءَ کي معافي
ٿو ڏيان، جنهن منهنجي زندگي زهر ڪئي آهي.

پوءِ پلا ائين ڇو ڪريان؟ پل ته جيڪي مون هيل
تائين پوڄيو آهي ان لاءِ حساب ڏي. پر نه، ائين
ڪندس ته سندس هڏ گڏ پچي چور ڪري ڇڏيندا.
ممڪن آهي ته مان غلط هجان يعني هن خون نه به
ڪيو هجي. تنهن ڪان سواءِ پلا هنجي مرڻ ڪان پوءِ
منهنجي دل ڪـــي وري ڪهڙي جميعت ايندي؟
تنهنڪري مِن، پنهنجي توڙ نباهه، هن جي هو جاڳي.“

آفيسر وري آواز ڪري چيو، ”اي پلا ماڻهو،
سچ ڳالهاءِ. بداءِ ته هيءُ ڪات ڪنهن هنيو؟“

آڪسيناف هڪڙو دم ماڪر ڏانهن نظر ڪئي ۽
جواب ڏنو، ”حضور انور! مان اوهان کي بدائي
نٿو سگهان. مون کي ايشور اهڙو حڪم نٿو ڪري،
تنهنڪري مان نه بدائيندس. اوهان اختيار وارا
آهيو، جيئن وڻيو تيئن مونکي سزا ڏيو. مان واتان
ٻڙڪ به نه ڪڇندس.“

گورنر ڪيس گهٽائي دڙڪا ڏنا پر هيءُ مـــڙس
اڏول بيٺو رهيو ۽ ڳالهه اتي ئي رهجي ويئي.

اڌ رات جو وقت هو. جيلخاني ۾ چـوڪيداري
سناٽو ڇانيل هو. آڪسيناف ننڊ اکڙيءَ حالت ۾
تڏي تي ليٽيو پيو هو، جڏهن پاسي واري دروت
ڪڙڪو ٿيو ۽ هڪڙو آدمي ڪاريءَ ٻاٽ راس ۾
اندر گهڙيو. هو سڌو اچي آڪسيناف جـــي پيرن

وٽ بيٺو ۽ هن سچا تو ته هو ماڪر هو. يڪدم رڙ ڪري چيائينس، ”اڇا ٻيو مونکان ڇا گهرڻ آيو آهين؟ هتي ڪهڙو ڪم اٿيئي؟“

ماڪر اهڙو ڪجهه جهڙي پٽ. آڪسيناف وري پاڻ سيئي چيو، ”جو آيو آهين. يڪدم نڪري وڃ نه ته سولجرن کي تو سڏ ڪيان ٿو.“

ماڪر اوري رڙهي آهستي آواز ۾ چيو، ”آڪسيناف، مونکي معاف ڪر.“ آڪسيناف چيو، ”ڇا جي معافي؟“

ماڪر وراڻي ڏني، ”ايهو ڪمبخت قاتل مان ئي هوس، جنهن واپاري جو خون ڪري چاقو تنهنجي ٿيلهي ۾ وڌو. مان صبوح ٿيڻ شرط اختيار ڪئي وارن اڳيان پنهنجو ڏوه ٿو ٻاسيان. هو توکي ڇڏي ڏيندا ۽ پوء تون وڃي ٻچن سان سکي ٿيءُ.“

پر آڪسيناف ڪيس اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”تون بيشڪ ائين ڪندين، پر ان مان مونکي ڪهڙو فائدو رسندو؟ هاڻي مان ٻي واهو ڪهڙيءَ وه ويندس؟ منهنجي زال مري ويئي آهي. ٻارن وساري ڇڏيو هوندو. منهنجي لاء جيل ڪانسواء ٻي ڪا به جاء پير رکڻ لاء ڪانه بچي آهي.“

ماڪر زمين تي ڊگهو ٿي پنهنجو منهن زمين تي ٻچازي چوڻ لڳو، ”پيارا آڪسيناف، مونکي

معاف ڪر، معاف ڪر. مونکي هزار ڇهبوڪ لڳن ۽ مونکي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڇيڇلايو وڃي، ته به مونکي اهڙو ايذاءُ نه ٿيندو جهڙو تنهنجي بيگناهه ڇهري ذبح ڪري ٿئي ٿو. منهنجي ايتري نالائقيءَ ڪانپوءِ به تون مونتي رحم ڪرين ۽ منهنجي بچاءُ ۾ قدم کڻين سو تنهنجي شرافت ۽ نيڪيءَ جـو ثبوت ٿو ڏئي.

ڇڱن سان چڱا يون ائين هرڪو هوءِ

تو جڻن ڪري نه ڪوءِ ٻڇن سان ڀلايون

واسطي خدا جي مونکي معاف ڪـر. جيتوڻيڪ مان ڪريل ۽ ذليل بدمعاش آهيان ته به اي منهنجا ديوتا، مونتي رحم ڪر."

ائين چئي اچي روئڻ ۾ چٽڪيو. آڪسيناف جو هردو پڃي پيو ۽ ماڪر کي پيار جو پاڪر پائي چيائين، "پاءُ، دلجاءِ ڪر. شل ايشور توکي معافي ڏي. ائين ممڪن آهي ته مان توکان هزار وار وڌيڪ گنهگار هجان."

ائين چوندي سندس دل تان ڄڻ ته ڪو وڏو بار لهي پيو. گهر جي ڇڪ ڇڏائجي ويس ۽ ائين چاهڻ لڳو ته جيڪر جيل کان ٻاهر ئي نه وڃان. سڀ اندر جي ڪنچا تاڻ منجهي ويس ۽ سندس ڏئيوي ڏاڳا کيجي پيا. صرف آخرت جو خيال سندس هردي اندر رهيو.

ما ڪر آڪسيناف جي چوڻ جو خيال نه ڪري
ٻه ٽي ڏينهن رکي وڃي آفيسرن اڳيان قبوليت
ڏني. سڄي جيلخاني ۾ غلغلو مچي ويو ۽ هر ڪو
ڏندين آڱريون وجهڻ لڳو. آڪسيناف جي آزاديءَ
جو حڪم نڪري ويو. هڪڙو آفيسر ڪيس ايها
خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ آيو، پر ڪوٺيءَ ۾ پهچي ڇا ڏسي
ته هو اڳيئي اتي وڃي پهتو هو، جتي

اڄ نه ٻڪ ڪا، سدا گروءَ جو گنج
نڪو ساڙ نه ويڙ ڪو، نڪو روڄ نه رنج
نڪو ڪوڙ ڪپٽ ڪو، نڪو ٻيو پرپنج

سندس آتما خاڪي پڃري مان پرواز ڪري
وڃي جوتي جوت سمائي هئي. دنيوي آفيسرن جي
آزاد ڪرڻ کان اڳيئي هو پاڻ کي آزاد ڪري
چڪو هو ۽ سندس جسم جا زنجير هميشه لاءِ پٽجي
پيا هوا. انساني ويڙ وروڌ، ڇل ڪپٽ ۽ دغا فريب
کان هينئر ڪيس تڪليف پهچي نه ٿي سگهي ۽ ناحق
تهمتن، لوڪ جي خواريءَ ۽ اندر جي ڪشمڪش
کان سندس آرام ڦٽي نه ٿي سگهيو ۽ آفيسرن جي
بيداديءَ، رشتيدارن جي بي اعتباريءَ ۽ بد اخلاق
بدمعاشن جي سازش کان سندس طبيعت لوڏي ۾
اچي نه ٿي سگهي. هو آزاد هو، آباد هو ۽ سداءِ
شاد هو. هن جو روح وڃي سرو آنند ۾ سمائو هو ۽

مالڪ جي گود ۾ سندس ٽڪاڻو هو.

خبر وچ جيان پکڙجي ويئي. ساري ٻاندي وستيءَ ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ خود آئيسر ارمان ۾ پرجي ويا. ماڪر ويچاري جون ته وايون ولهريون ٿي ويئون. آڪسيناف جي آزاديءَ ۾ هن کي قدر گناه جي بوجي جي برائي تي محسوس ڪئي ۽ سندس وطن ورڻ ۽ عزيزن خويشن سان گڏجي کلڻ ۾ هن کي پنهنجي پرسنتائي ٿي نظر آئي، پر هيءُ احوال ٻڌي سندس ٽنڊ چپن سان لڳي ويا ۽ اندرئي اندر ۾ ڦٽڪو ٿيڻ لڳو. سندس وويڪ جو آواز جو پاڻ جي اٺ هيٺ دٻجي مات ٿي ويو هو تنهن کي هن نيڪ مرد جي سونهري اخلاق سالن جي غفلت مان بيدار ڪيو ۽ موت مان ڪڍي جيوت بخش ڪئي. زنده وويڪ کيس وڍ وجهڻ لڳو ۽ هو پنهنجو ڪيل ڪرم ياد ڪري توبهه تائب ٿيو. سرڪاري سزا هن کان برائيءَ جو بدلو ورتو پر مهاتيءَ ۾ ويل روح جي معافيءَ سندس اندر اجاري صاف ڪيو ۽ موت ۾ زندگي عطا ڪئي.

آڪسيناف جي اڇيءَ چادر تان داغ لٿو ۽ دنيا کيس هڪڙو پوتر انسان ۽ مهاپرش ڪري ياد ڪرڻ لڳي.

# ٻہ پاتـــري

[ نہ گيان سان، نہ واٽيءَ سان، آءٌ ملان ٿو
ڪرم سان (گيتا).
علم خواہ زبان روحاني راہ تي پار نہ پهچائيندا
جيڪڏهن انهن سان عملي صفائي شامل نہ هوندي.
(١) عالم جي ٿيو نہ عامل، دفتر لکيو تہ ڇا ٿيو.
(٢) رهٽيءَ رهيو نہ سپرين تہ کهٽيءَ ڪبو ڪوہ.
(٣) مک سان رام چٽي سانت نہ اچي جيءَ کي،
ان پاٽيءَ جي ناںءَ سان اُج بکہ ڪين لهي،
نگر پهچـــي ڪونہ ڪو بنا پنـــڌ ڪٽي،
گرگم رهت رهي تہ سکي ٿئي سامي چٽي. ]

* * * * * *

ڪنهن سمي ٻہ ڪرستان پير مرد ايشور-پوڄا ءِ
زيارت جي خاطر جبر و سلم وڃڻ لاءِ سنبريا. هڪڙو
هو شاهوڪار ڪڙمي، جنهن جو نالو هو **ايفم**، ٻيو هو
ويچارو غريب پورهيت، جنهنکي **ايليشا** ڪري
سڏيندا هئا.

**ايفم** ايماندار، شوخ مزاج ءِ عزت وارو سگهڙ ماڻهو
هو. هو نڪي شراب ورتائيندو هو، نڪي تماڪ

چڪيندو هو ۽ نڪي وري ناس ئي ڪم آڻيندو
هو. حياتيءَ ۾ ڪڏهن به گندو لفظ وات مان ڪونه
ڪڍيو هئائين. ٻه دفعا مائٽن کيس ڳوٺ جو مکي
چونڊيو هو. سندس ايامڪاريءَ ۾ پئسي جي حالت
ڪڏهين به پوٽي نه پيئي. وڏو ڪٽنب هوس. ٻه
پٽ ۽ هڪ پرٽيل پوٽو، جي سڀ گڏ رهندا هوا.
هو پاڻ به مضبوط، سگهارو ۽ تندرست انسان هو.
سندس سونهاري جان تان ب گهيري هئي. ستر
ورهين جي ڄمار ۾ به هو سنئين ڪنڌي سڌو گهمندو
هو ۽ جيتوڻيڪ مٿي ۾ ڀريا پڇي ويا هئس ته به سندس
ڏاڙهيءَ ۾ اڃان وارن اڇا مس ٿي منهن ڪڍيو.

ايليشا پڻ پيرسن هو. دال روٽيءَ جي ڪمي
ڪانه هئس. اصل ب ڪاڙهو ڪم ڪندو هو پرهاٽي
ٻڍو ٿي ويو هو ۽ مکين جا مانارا رکي گذران ڪندو
هو. هڪڙو پٽ پرديس هوس، ٻيو ساڻس گڏ
گهاريندو هو. ايليشا خوش طبع ۽ رحمدل هو.
شراب ۽ ناس سان دل هئس. راڳ جو شوقين هو.
پنهنجي ڪٽنب ۽ پاڙيسرين سان مٺو رستو هوس.

ٻنهي ٻڍن گهڻي وقت کان ٿي زيارت جا سانباها
ڪيا پر ايفم هميشه رڌل رهندو هو. سندس ڪم
ڪنڊ جوئي نه هو. ڪڏهن پوتو پرٽا ٽڻو هوندو هوس،
ڪڏهن جهوڙي اڏائي هوندي هئس ته ڪڏهن

ري ڪنهن مهمان جي خاطرداريءَ ۾ رڌل
وندو هو. هميشه ائين پيو چوندو هو ته هيءُ ڪم
هي ته پوءِ بي ڦرني باهر نڪرندس. ايليشا کيس
ڇهٽوئي سمجهائيندو هو ته وقت ۽ ويرِ ڪنهن جي لاءِ
. ڪونه ٿا ترسن، تنهن ڪري فرصت کي غنيمت
جاڻي پنهنجو ڪاروبار جوان پٽن کي سونپي آهر
لاهر نڪري پئُ باهر. پر هيءُ سائين ۽ جو سنواريو
جو مايا جي موه ۾ چوڪنيو اٽڪيل هو، سو ڪٿي تو
اهي سمجهاڻيون ٻڌي. چوندو هو ته پئسا موجود
ڪين اٿم. ايليشا چوندو هوس ته ڪجهه ٽپڙ وڪڻي
پورا ڪر، مال متاع جي ڪمي ته ڪانه اٿئي،
مٿي ڪان پوءِ مايا مٿي ڪانه وهندي. چوندو
هو ته گهر ۾ شانتي نه هجي ۽ ڪٽنب ٻڌل نه هجي ته
باهر ڪيئن نڪرجي. جواب ڏيندو هوس ته يار:

ڪٽ ساري جمار پو پانڌي پوري نه پوندءِ.

توکي گهر جي ناهڻ جي ڳڻتي آهي باقي آتما
وڃي دهندي. ان جو اونو رکين ئي نٿو. جڏهن
ئي ٻها هيرا ماڻڪ هٿن مان هارائي وهندين تڏهن
هٿ ملڻا پوندءِ ۽ پو پوءِ:-

هاءِ هاءِ مان هٿ نه ايندو، وقت گذريو واءِ واءِ.

نيٺ ايفرم جو عقل جاءِ آيو. محسوس ڪيائين ته
حياتيءَ ۽ موت جو مالڪ آهي مولي، سو جيسين

سويرو ساه آهي تيسين همت ٻڌي ۽ سعيو ڪري
ڪجھ نہ ڪجھ ڪري وٺجي. هفتي اندر ٻئي تيار
ٿيا. ايفم هڪ سؤ روبل پاڻ سان کنيان ۽ ٻہ سؤ پنهنجي
ٻڍي ۽ زال کي خرچ لاءِ ڏنا. ايليشا پنهنجا رکيل
ماڻارا وڪيا ۽ ڪجھ ماڻارن جا واعدا ڏيئي سٺر
روبل هٿ ڪيا ۽ باقي ٽيھ روبل ڪٽنب جي پاتين
جي ميڙي چوندي صاف ڪري کيسي ۾ وڌائين.
سندس ٻڍي زال کي جيڪي روبل ڪفن لاءِ بچيا
رکيا هوا، سي بہ هن سڀ کڻي ڏنس. اهڙي ۽
طرح ننهڙس پڻ ڳوٿري ئي ڪٺي سندس اڳيان پيٺا
رکي. ان ريت ٻڙ پالهو ڪري هو سفر لاءِ تيار ٿيو.
ايفم هلڻ مهل پٽ کي لنبيون هدايتون ڏيڻ
لڳو تہ فلاڻيون زمينون مقاطي تي ڏج، زمينن کي
پاڻي هن ريت ڏج، جهوپڙيون ۽ منهن هن ريت ٺاهج
وغيره. سڀئي ۽ سڳي سوڌو کيس سمجهائڻ لڳو. ايليشا
صرف هڪ هدايت پنهنجي زال کي ڪئي تہ نوان
ماڻارا ٿين تہ واعدي موجب لهڻيدارن کي ٻنا ڏيو
ٻچا ٺهج، باقي گهر جي ڪم ڪار لاءِ اوهان مالڪ
مختيار وينا آهيو؛ جيئن سهڻي اچيو تيئن نباهجو.
ٻئي گهر کان ٻاهر نڪتا. سندن ماڻٽ کين ڳوٺ
جي حد تاءِ ڇڏڻ آيا. انهن کان موڪلائي هوا ڳتي
وڌيا. ايليشا اڇا ڳوٺ کي پٺ ڏني مس تہ سڀ
گهر ٻار جا خيال سندس مغز مان رفو چڪر ٿي ويا.

هلڪي دل ۽ پوتر دماغ سان هو سنتن جا شبد ۽
هري ڪيرتن اچاريندو پريم وچان هلندو هليو.
وات تي صرف اهوئي خيال هوس ته ڪيئن سائيءَ
جي شيوا ڪريان، ڪيئن زبان مان ڪهرائپ ڪيڏي
منو بوليندو هلان ۽ ڪيئن پنهنجي منزل مقصود تي
۽ اتان موٽي گهر، سک، آرام، صلح ۽ شانتيءَ سان
پهچان. وات تي ڪو گڏبو هوس ته ان سان پريم جا
ٻه ٻول ٻولي ڪانه ڪا چڱائي ڪري گذرندو هو. ناس
جي سو باز لڳل هئس. پر اوها ٻه ڪجهه قدم پوئتي هٽي
لڪي ڇپڻي چاڙهيندو هو، جنهن سندس ساٿيءَ
کي سڌ نه ٿئي.

ابقم ٻه ٽيري ڏيري هلندو هليو. ڳالهائيندو
تمام تورو هو ۽ ڪا ٻه خرابي يا خطا ڪانه ڪندو
هو، پر سندس دل ۾ آنند ۽ آرام ڪون هو. اندر
۾ گهر جي چورا ڪورا ۽ اڻ ترڻ لڳل هئس. خاطري
نٿي ٿيس ته ڪو پٽ ڪم چڱي طرح هلائيندا هوندا.
اوچتا پور پيا پل پل پوندا هئس ته جيڪر فلاڻي ڳالهه
پٽ کي چئي ڇڏيان ها ته چڱو. وات تي بنيون ۽
بارا ڏسي ٽڏا ساه پيو ڪڍندو هو ته پٽ الا جي
پنهنجين بنين سان ڇا ڪيو. اها چوراسي سندس
چت کي اينترو ته هلاڪ ڪندي هئي جو وقتي ته
پوئتي موٽڻ جا ٻه خيال ڪندو هو. دل ۾ ائين

ايندو هوس ته جيڪر ٻه اڪر پٽ کي سمجهائي پوءِ
ٻي چنتا تي موٽان ته چڱو.

مسافري هلندي هلي. وات تي اهڙا ٻه ڳوٺ
آيا جتي ڪين ڪارائڻ لاءِ ماڻهو منتظر هوا ۽ هر ڪنهن
کلـــيءَ دل سان سندن آجيان تي ڪئـــي. اهڙا
وستي لنگهي هڪ ڏڪر جـــي ماريل پرڳڻي ۾ پير
پاتائون. هتي رهڻ لاءِ جاءِ جام هئي، پر کائڻ لاءِ
ڪاڌو ڪونه هو. ڪجهه پئسا خرچي هئن ڪجهه ڏينهن
جو ثمر پاڻ سان ڪنيون. وات تي ايليشا کي اچي
اُڃ ورتو ۽ پاڻيءَ ڏي پيرڻ لاءِ هڪ جهوپڙيءَ ۾ گهڙي
ويو. ايفم اڳتي هلندو هليو.

ايليشا جي پهرين نگاهه ڌرتيءَ تي پيل مرد تي
پيئي جو ائين تي ڏنو ته جڏهن سمهيو هو تڏهن اتي
ڇانو هئي، پر هن وقت ته تتل سج جي ’ڪانو جي
اڪ ڪيدنڌڙ‘ اس مٿائنس اچي ويئـــي هئـــي.
جيتوڻيڪ ڪيس نيڻن ۾ ننڊ ڪان هئي، ته به چريو
پريو اصل ڪونه تي. ٻيجان ٻت جيان شيخ تيو پيو
هو. ايليشا ڪئنس پاڻي گهريو پر جواب نـ مليس.
تي ايليشا کي اندران هڪڙي ٻالڪ جي روئـــڻ
جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هن گهٽيئي سڏ ڪيا پر جواب
دارد. اندرئين ڪمري ۾ هڪڙي ٻـڍي عورت
ٻينچ تي وينل ڏٺائين جنهن کي بدن تـــي عرف

خميس کان سواءِ ٻيو ڪجهه به پهريل ڪونه هو. سندس
ٻاسي کان هڪ ڪکيءَ تي ٻاڏايو ۽ ٻاڪاريو.
ڇوڪريءَ جو پيٽ سڄيل ۽ شڪل پيلي ڏسي ايليشا
منجهي ويو. ڇوڪر ماني ڳيهي لاءِ تي رڙيو. ڪونيءَ
۾ اندر بدبوءِ ۽ گندگي ايتري ته هئي جو ساهه تي
گهٽيو. ٿورو پرڀرو هڪ ٻي عورت منهن ڀر پيئي هئي
۽ ائين ٿي نظر آيو ته هن جو دم لبن تي هو ۽ قريب-
المرگ هئي. ايليشا جون وايون ولهڙيون ٿي ويئون ۽
حوصلو خطا ٿي ويس. سندس دردشا ڏسي هن جو
من پرچي آيو. ٻڍيءَ آواز ڪري چيو، "بابي، توکي
ڇا کپي؟ اسان وٽ ته ڪجهه ڪينهي." ايليشا ويڄهو
۾ ڄي ٻاٽي گهريو پر مائيءَ وراڻي ڏني، "اي
نيڪمرد، پنهنجو رستو وٺ؛ هتي ٻاٽيءَ جو ڦڙو به
ڪونهي. مرد ٻاهر موت جي ڇنبي ۾ آهي ۽ اسان
اندر پنهنجا دم پورا ڪري رهيا آهيون. ڪو به
سانجي سار سنڀار لهڻ وارو ڪونهي. ڇوڪر
هوڏانهن بک ۾ ٻاڪ پيو ٿئي؛ باقي ڪي منٽ آهن؛
سڀ وڃي سکي ٿيندا سون."

اتي ٻاهر ستل مرد به رڙهي ڪونيءَ ۾ آيو، ٻو
جلدئي ساٽو تي ڪري پيو. ٻن ڇڻن منٽن کان پوءِ
تڪليف سان هڪ هڪ لفظ ڪڍي ڳيتون ڪاٽيندي
چواءِ، "اي سائينءَ جا ٻندا، اسان سڀ بيمار

آهيون. ڏس هو ڏانهن هو ڇوڪر مرٽينگ پيو آهي.
ائين چئي اچي ڦٽو. اکين مان ڳوڙها بس ئي نه
ڪنس. ڇياءِ ته اسان ڪنهن وقت چڱي حال ۾
گذاريو آهي. اسانجا فصل ڪري پيا ۽ اسين ڏتڙجي
وياسون. جيڪي بچايو هوسون سو به ڪائي ڪپائي
ڇڏيوسون. ماڻهن به ڪجهه وقت واهر ڪئي پر
نيٺ اوهي به ڪک تي پيا ۽ ڇڏي ڏنائون. جن
جي اڃا به مدد ڪرڻ جي مرضي هئي، تن جو پنهنجو حال
هيٺو تي پيو. پنڻ نٿو پڄيئون. ڪم جي ڳولا ڪئي سين،
پر اوهو به نصيب نه ٿيو. نيٺ گاهه ڪائڻ لڳاسون ۽
هڪ هڪ تي وياسون بستري داخل ٿيندا. پاڙيسري
اندر نهاري اسانجو برو حال ڏسي حقارت وچان
هليا ويندا آهن ۽ هاڻي ته منت ۾ وينا موت
جو انتظار ڪيون."

مٿيون دل ڏاريندڙ دردناڪ احوال ٻـڌي
ايليشا پنهنجي ساٿيءَ ايفم سان انهيءَ ڏينهن گڏجڻ
جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ رات رهڻ جو پڪو ارادو
ڪيو. پريندڙيئي گهر جي هاج کي جنبي ويو، جڻ
ته گهر ته ٽپي هو. باهه ٻاري مانيءَ پيو هر هڪ جي
پيٽ ۾ وڌاءِ. پاڙي وارن کان ضروري شيون
وٺي آيو. جهوپڙيءَ ۾ ڪجهه ڪونه هو، بانيڻ تي
نچيو. هن يڪدم گهر بل شيون ميسر ڪيون. انهيءَ

سهيڙ ۽ بيمارن جي خدمت ۾ ٿي ڏينهن لنگهي ويس.
جهوپڙي اهڙي صاف ٿي ويئي جو ڪير هار ته ميرو
نه ٿئي. ڇوڪرو نپاڏيڻ ۽ نچڻ لڳو، ڇوڪريءَ جي
لبن تي لعلاڻ اچي ويئي ۽ ٻڍي خواه نوجـوان
عورت وري ساه کڻڻ جهڙيون ٿيون. سڀيئي ساجا
ٿيا، پر جيسين روزگار جو بلو ٿئي تيسين وري ساڳيءَ
حالت ۾ ڪرڻ جو انديشو ۽ امڪان هو. روزگارن
جي به تنگي هئي. ايليشا اڳتي وڌڻ جا خيال ڪرڻ
لڳو ته وري اهي زرد اقتل ڇهرا ڪين اڳيان ڦرڻ
لڳس. ويچار ڪيائين ته جي مان هليو ويس ۽ هنن
جي گذران جو ڪو بندوبست نه ٿيو ته وري اهائي
ڪار ٿيندن ۽ منهنجي سموري ڪئي ڪمائي ڪٽ
ٿي ويندي. نه فقط جاڳندي، پر ستي ننڊ ۾ به ننڍڙن
ٻڪايل ٻارن جون صورتون پي اکين اڳيان ڦريس جن
ڪوٽ جي پلوڪي پڪڙي، مانيءَ لاءِ منٿون ٿي
ڪيس. نيٺ به چار ڏينهن ٻيا به رهي، سندن گروي
رکيل ٽڪر ڇڏائي، ڪين گهوڙو ۽ کيتيءَ جا اوزار
وني ڏيئي، هن سندن آئينده جو بندوبست مڪمل
ڪيو. مرد پوکيءَ کي لڳي ويو ۽ سارو گهر ٻهار ٻهار
ٿيڻ لڳو. هڪڙيءَ رات جو جڏهن سڀني منيءَ ننڊ
۾ ڦوڪون ٿي ڏنيون، تڏهن ايليشا چپ چپاتو اٽي
ڳوٿري ڪلهي تي رکي، پير پيرو ۾ پا ٻڌنداو جهوپڙيءَ

ڪان ٻاهر نڪري پنهنجي دوست ايفم سان گڏجڻ لاءِ روانو ٿيو.

ٽن ميلن جي پند ڪان پوءِ پره ڦٽي پريات ٿي ۽ ايليشا وڻ جي هيٺان ويساهيءَ لاءِ وسرامي ٿيو. ڳوٺوي ڪولي ڏنائين ته باقي سترهن روبل اڃي بچيا هوا. انهيءَ ٿوريءَ رقم سان سمنڊ پار پهچڻ محال هو، سو خيال ڪيائين ته موٽي گهر هلجي. دوست ايفم پڻ ته اڪيلو گهمي اچي. وري خيال آيس ته ٻني پورائو ڪجي، پر اندر واري جهٽڪيس ته پنڻ ڪري ذليل ٿيندين ۽ گناهن ۾ ڪرندين. نيت دل کي ڏڍ ڏيئي چيائين ته ايفم منهنجي ٻاران جوت جڳائي ايندو. مالڪ مهربان آهي، رحمان رحيم آهي سو ضرور موٽي ڪميا ڪندو. ائين ويچاري پوئتي موٽ ڪاڌائين ۽ ٻاهريون چڪر ڏيئي اچي ٻنيءَ پهتو. گهر سڀ اچي چنبڙيس ۽ احوال پڇيائونس ۽ هن صرف ائين چيو ته ايشور جو حڪم ائين هو. منهنجو خرچ واٽ تي کپي ويو، تنهنڪري مسافري بند ڪرڻي پيم. ايفم جي مائٽن ڪي به ساڳيئي نوع ۾ جواب ڏنائين. ماڻهو عجب کائڻ لڳا ته ايليشا جهڙو عاقل اهڙو بيوقوف ڪيئن ٿيو، جو واٽ تي موڙي کپائي، زيارت ڪرڻ کانسواءِ موٽي آيو. پر 'لوڪ جو ٻوڪ' مڙيوئي ٿو ڏينهن

هلندو آهي، سو نيٺ سيٺي کان ايها ڳالهه وسري
ويئي. مکين جا مانارا تيار ٿيا. زال ڪجهه لڪائڻ
ٿي چاهيا، پر اليشا سڀ ظاهر ڪري لهڻيدار کي
ڏهن جي بجاء سترهن ڏنا. اهڙيءَ طرح سمورو
ڪم ڪار لاهي هو روا جي ڪرت ۾ مشغول رهيو.

هيڏانهن اليشا جو هيءُ حال هو ته هوڏانهن
وري ايفم سڌوئي سڌو هلندو هليو؛ ڪيترن ڏينهن
جي بحري ۽ بري مسافريءَ بعد اچي جبرو سلم ۾
پهتو. وات تي بندرن تي سندس ساٿي جهاز تان
لهي وڃي ديولين وغيره ڏسندا هوا، پر هيءُ هڪ
هنڌ سڪ سبيو پيو هوندو هو. جبرو سلم ۾ ٽي ڏينهن
ٿي سڀ زيارتي وڏيءَ ديول ۾ اچي ڪٺا ٿيا. اتي
سيٺي کي هڪ هنڌ بهاريو ويو ۽ مردن کي زالن
کان جدا ڪيو ويو. پوءِ بوٽ لاهي سڀ پيرين اگهاڙا
گول چڪر ڏئي وينا. هڪڙو پائو آيو جو سندن پير
ڌوئڻ لڳو. ڌوئي ٽوال سان ٿي اگهيائين ۽ صاف
ڪيائين؛ پوءِ انهن کي چمي ڏيندو اڳتي ٿي هليو.

ان کان پوءِ سيٺي ضروري مريادا پوري ڪري
پاٽ پوڄا ڪيون. ٻي ڏينهن مصرواريءَ ميريءَ
جو مقبرو ڏسڻ ويا، جتي هن پڇتاء ۾ گذاريو هو.
ايفم کي سندس ساٿي جو وات ۾ همراهه ڪتاب ٿيو
هوس، تنهن وقت تو ڪت هدايتون ٿي ڏيون؛

مقرر جاين تي واجبي انداز پئسن جو تي رکايو.
گهر موٽڻ تي جڏهن ڪائي پي آرامي تي تيا، تڏهن
هن دانهن ڪئي ته منهنجو بٽو نئون چورائجي ويو
آهي. منجهس ٽيويه روبل پيل هوا. گهٽوئي ڦٽڪيو
پر ڇا ڪري، روئي پٽي ويهي رهيو. ايفر دل ۾ پيو
چوي ته هي ڪوڙ تو ڳالهائي. وٽس پئسا هوا ڪٿي؟
مون ڪان سو هند هند تي رکايا ئين، پر پاڻ ته سڀين
هٿين تي هليو. وري ويچار آيس ته اهڙي ذرم
آستان تي هھڙا شڪ اُتارڻ ۽ سڄيءَ ڳالهه کي ڪوڙو
ٺهرائڻ هڪ عظيم گناه آهي. مون کي ڪهڙو حق
آهي جو ڪنهن کي خراب سمجهان. پر ايهو مسائي
گيان ۾ ايندڙ منت ۾ مايا جي پولي ۾ پلي ويس ۽
وري ساڳيا واهيات خيال وڪوڙي ويس. چوڻ
لڳو ته پڪ ڪوڙ تو ڳالهائي ۽ چالاڪي تو هلي.

صبوح جو سويرئي اُتي ٻئي حضرت عيسيٰ جي سماڌيءَ
ڏانهن هليا. اُتي هر ڪنهن قوم جا ماڻهو اچي ڪنا
ٿيا هوا ۽ هڪڙي بائي کين جدا جدا جايون جتي
حضرت عيسيٰ کي ميخون هنيون ويئون هيون، يا جتي کيس
ڪنڊن جو تاج پهرائي وهاريو ويو هو، يا جتي کيس
ٻڌو هوا ئون جڏهن سولي ڙن ذندا تي هنيس، سي
سڀ ڏيکاريون. ايفر سان سندس ساتي ساڻ هو
۽ ان بابت کيس دل ۾ سوين گمان ٿي اٿيا. پاڻ

کي گهڻو ئي جهليا ئين ۽ پليا ئين پر سندس بي ايمان دل کي ڌيرج نه آيو. هر گهڙيءَ پنهنجن پيسن کي هٿ لائي ٿي ڏٺائين ته سلامت آهن يا نه. پوار ٿنا به پيو ڪري ته ساڳي وقت ٻنهي کي به نظر ۾ پيو رکي. پيو چوي ته يا ته منهنجو ساٿي ڪوڙ ٿو ڳالهائي، يا جي سچ پچ پئسا ويا اٿس ته مونکي به ته ساڳيو پيو رکڻ کپي.

اهڙيءَ ريت رهيو ۽ پوار ٿنا ڪندو رهيو. سندس اکين جي سامهون حضرت عيسيٰ جي قبر هئي جنهنجي مٿان چٽيل هنديون ٿي ٻريون. هنجي اڳيان ٻه ڪيترائي ماڻهو بيٺا هوا جن سيني جي نظر ان مرڪزي نوراني روشنائيءَ ڏانهن هئي. اوچتوئي اوچتو هن کي انهن ٻتين جي هيٺان پاڪ آتش جي ويجهو هڪڙو گنجو مٿي سان منش بيٺل نظر آيو جنهن جي شڪل هوبهو ايليشا جهڙي هئي. هيءَ ويچارو وائڙو ٿي ويو. سمجهي نه ٿي سگهيو ته ايليشا ڪيئن ايترو جلد ڪانئس به اڳي اتي اچي پهتو هوندو. ڇپائين نه پنهنجي جهاز جي ته ڪنڌ ڪرڻ ڳولي ڏٺي هئم پر ايليشا ته اتي ڪونه هو. ان کان اڳيون جهاز نه هٿتو اڳي لڪتو هو، جڏهن ايليشا مون سان گڏ اڃان پنڌ ۾ هو. هيءَ يار اڃان انهن خيالن ۾ ئي محو هو ته ايليشا ڪنڌ نوايو. ايشور اڳيان سجدو ڪري

پوءِ ڪرستانن اڳيان مٿو ٽيڪيائين. ايئن ڏنو ته لاشڪ هو سندس اڳيون ساٿي هو. دل ٻهار ٿي ويس. وڇڙيل يار جي لهڻ تي اندر ۾ آنند پيدا ٿيس. دل ۾ خيال ڪياءِ ته جڏهن گوڙ ٻرو ٿيندو تڏهن ڪيس ڳولي هٿ ڪندس ۽ سندس مدد سان مان به سياٽي اڳين جاءِ وڃي وٺندس. جڏهن پرارٿنا پوري ٿي تڏهن اچي ڪلهي ڳس لڳي. ماڻهو ڏس ته هڪ ٻئي مٿان پيا ڪريا. ايئن جو هٿ پيسن جي ٻٽون ۽ ڪي جهليو بيٺو هو ته اڪين ايليشيا جي تلاش تي ڪئي. ڇپن مان پرارٿنا تي نڪتي ته دل ۾ دولت جي چورائجڻ جو خطرو ٿي اٿيو. گهڻوئي نهاريائين پر ايليشيا عدم پيدا هو. جڻ ته پکيءَ وا پر ڪٽي پرواز ڪري ويو هو. نيٺ نااميد ٿي ايئن پنهنجي مڪان تي پهتو.

ٻئي ڏينهن ديول ۾ ويو ته به ساڳيو لقاءُ نظر آيس. ويو اڳتي ته ڏوڪيندو پر وڃهو پهچڻ تي ايليشا ٿان اڪ ٽڙي ويس ۽ اها نوراني صورت وري نظر کان غائب ٿي ويس. ٽئين ڏينهن به ڏٺائين ته ايليشا جو ڇهرو چمڪي رهيو آهي ۽ ٻانهون صليب جيان ٻ گهيون ڪيو نيڻ ڪٽي آسمان ڏانهن پيو نهاري جڻ ته ڪو نظارو پيو پسي. ايئن پڪو ڪيو ته اڄ ضرور ايليشا ڪي ڏسندس. وڏيڪ پڪائي ڪري اڳتي وڌڻ

جي بدران پوئتي وڃي در تي بيهي رهيو ته غرور
هتان لنگهندو. اتي ڏينهن لنگهي ويس. خلق خدا
جي نڪري وڃي گهر آرامي ٿي، پر ايليشا جو پاڇو
به ڪونه پيو. ڇهه هفتا ايفر جيروسلم ۾ پنهنجي دوست
جا پند پڇائيندو رهيو پر پتو ڪونه پيس. خرچ به اچي
ڪٽس، سو نيٺ پڌي ڳوٺ ڏانهن راهي ٿيو.

ايفر جيئن ويجهو ٿيندو وڃي تيئن ڳوٺ جون ڳڻتيون
وچنس ورائينديون. چي پٽ الائي جهڳي جو ڪهڙو
حال ڪيو. اڌ واٽ اڌ ڪرڻ ۾ ڏينهن لڳندا آهن پر
ڌهڙ ۾ ويهڻ ئي نه ٿيندي آهي. اهي پور پچائيندو
اچي اتي جهوپڙي وٽان لنگهيو جنهن ۾ ايليشا
ويهي اتي مڙن جي خدمت ڪئي هئي. نيڙا بار
ورائي ويس، هڪڙي ڇوڪري اندر گهليندي ويس
۽ در وٽ بيٺل مائي ۽ سندس آجيان ڪئي. هن
سندن شڪرگذاري ڪئي ۽ چيو ته اوهان کي جس
هجي جو ايتري مهمان نوازي ۽ قرب ڏنا ڏيکاريو.
مائي ۽ ڪنڌ ڏوڻي چيو ته ائين ڪرڻ کان سواءِ
اسان رهي نٿا سگهون. اسان ڏاڍي کي ڪيئن نه
اکين ۾ جاءِ ڏيون جڏهن هڪڙي ڏاڙئي اسانکي
جيئدان ڏنو آهي. اسان ايشور کي وساريو ۽ انجي
سزا اسان کي ملي. اسان سيٺي ڏک ڏسي ڏسي
اچي موڪلائڻ جي منزل تي پهتا هئين، جڏهن تو جهڙو

هڪڙو پيرمرد آيو جنهن اسان جي شيوا ڪئي. هن
اسان ۾ نئين زندگي وڌي، اسان کي بک کان بچايو
۽ آئينده جو بندوبست ڪري اسان کي بي اونو
بڻايو. ٻڍي ۽ عورت اڳتي چيو ته ايڏي ۽ مهرباني ۽
کان پوءِ به هن ٻچاڙي ۽ تائين پاڻ نه ڄاڻايو. اسان
کي اها خبر ڪانهي ته هو منش هو يا فرشتو. اسان
کي پيار ڪيائين، اسان تي ترس آندائين ۽ اسان
کي وري ماڻهوءَ جي صورت ڏنائين پر اڄ تائين اها
معلوميت ڪانهي ته. ايشور کي پرارٿنا ڪنهن جي
نالي ۾ ڪريون. گهر جو پريو مڙس چوڻ لڳو ته اهو
سائين ۽ جو نيڪ ٻانهو نه اچي ها ته اسين گناهن ۾
گندا ٿي مرون هــا. هن اسان کي بچايو. هن جي
همت کي ڏسي اسين ايشور ۾ اعتبار رکڻ سکياسون
۽ انساني سياو جي نيڪيءَ ۾ اسان جو اعتقاد ٻڌو.
شل صليبي سلطان کيس هردم خوش رکي.

ايفم ڪانو ڪائي آرامي ٿيو پـر کيس ننڊ ڪا نه
آئي. سموريءَ ڳالهه تي ويچار ڪري نيٺ سمجهيائين
ته اهوئي سبب آهي جو ايليشا کي مون کان اڳي جاءِ
ملي. منهنجو پورهيو قبول پيو يا نه، ان جي خبر
ڪانه آهي؛ باقي ان ۾ ته ڪو شڪ ڪونهي ته ايليشا
جو ڪيو اگهيو آهي. بيشڪ

اگهي ڏياءِ نه ته مڻن کي به موت نئي.

ظاهر آهي ته ايشور جو راضپو فقط تڪين ۽ تيرٿن
پينڌ يا ميلن جي مسافري ڪري زيارت ڪرڻ تي
منحصر نه آهي. اهي ڪم به چڱا پر ٻيلي برابر

اهو ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسجي پرين ڪي.

انهيءَ ۾ شڪ ئي ڪونهي ته خلق جي خدمت
آهي ايشور جي عبادت. منو مالڪ ٻڌل جهوپڙين،
پڳل پيالن، مريض جسمن، بکايل ۽ اگهايل مسڪينن
۽ بيوه ننڍڙڪن جي روپ ۾ پيو انسان ذات جي
آزمائش لهي. جيڪو ڪيس اتي سڃاڻي ٿو سو هنڪي
جلد ويجهو ٿو وڃي ۽ هن جو راضپو ٿو حاصل ڪري.
اهي ويچار ڪندي گهڙي پلڪ اک لڳي ويس
۽ ننڊ ۾ وري به پنهنجي دوست ايليشا کي سڏائين
سنرو ٻهاري ۾ مرڪندو ڏنائين. ٻئي ڏينهن صبوح
جو ايئم وري گهر وارو رستو ورتو ۽ جلدئي اچي
ڳوٺ پهتو.

شام جو وقت هو ۽ سڀ موڪلائڻ جا سانباها
ڪري چڪو هو جڏهن ايئم چائنٽ اندر پير رکيو.
ڏنائين ته سندس پٽ نشئي ٿي پيو هو ۽ پئسو سو رو
رباد ڪري لڪمو گذاريو هوائين. اچي مسڙس
و ۽ جهل ٿي نه ڏني. پٽ نامراد به روڪ ٻڌائڻ
ڳيس. ڇا جي رڳ رڪائي. ڇي، ايترا ڏورانا ڏيڻ
ئ ته ويهي رهين ها ۽ جو پئي وئين. نيٺ ايئم

شهر جي مکيءَ وٽ ڏانهن ڪاهي ويو. وات تي ايليشا
جي گهر وٽان لنگهيو. ٻنهي تي انهيءَ زال ٻيني هئي
جنهن کان پنهنجي دوست بابت پڇيائين. هن جواب
ڏنو ”ادا، اسان جوان. ڏاڍا بيشڪ موٽي آيو
آهي. اسان هن کان سواءِ ماندا هوا سون ۽ ڏيٺهن
ڏينهن ڪري تي ڳڻتيءَ ۾ ڳريا سون. ايشور ڪيس
آندو ۽ اسانجي انتظاري لٿي. هيل پورهيو به سٺو
لڳو آهي ۽ جلدئي ڏک ڪنجي ويا آهن. اڳتي به
ننگه مالڪ تي آهي.“ ائين چئي مائيءَ کيس ايليشا
جو باغ ۾ ڏس ڏنو. ايفم سا ٽس گڏيو. ايليشا کائنس
زيارت جو احوال پڇيو. هن جواب ڏنو، ”ادا، ها ئو ۽
منهنجن پيرن مسافري ڪئي باقي دل ته الاجي ڪٿي
هئي. تنهنجا ڳڻ به وات تي ٻڌم.“ ايليشا جهٽ چيو،
”ياڻي ڌڻي پنهنجا ڪم پاڻ تو جاڻي. سڀ ننگه مٿس
آهي.“ ائين چئي ڳالهه بدلائي گهرو ڪٿائون ڪهڻي
شروع ڪيائين..



ڪيس ٽِئي ڪنهن شيءِ وسٽ جي گهرج ڪا نه ڏني
آهي. ايڏي اتاهه پدارٿ هوندي هنڪي هيءَ دنيا
بهشت سمان آهي ۽ ڪيس مري بهشت مان ٽرڻ جي نه
گهرج ٿِي ڪانهي. وڏا وڏا پل پليرا سندس واقفيت
جا خواهان هوندا هوا ۽ جڏهن هڪ دفعو سندس سنگ
۾ ايندا هوا، تڏهن واقفيت وڌائي دوستي ڳنڍڻ
جا منتظر ٿيندا هوا. ڀري ڀري ڏورانهن ڏيهن کان
ماڻهو وٽس ايندا هوا ۽ هنجي مهمان خاني ۾ هرڪنهن
جي خاطر خواهه مرحبا ٿيندي هئي. ميزبانيءَ جا
حق ادا ڪرڻ نه ڪو ايلياس کان سڪي. هر ڪنهن
آئي وئي لاءِ دستر خوان ڪشادو ڪليل هو ۽ ڏڌ ۽
مکڻ هڪيا تڪيا هئا. جهڙا ڀوڙ پلاءُ ۽ مٺي ماني
آکه ۾ ورتبا هئا، اهڙائي پرديسي سڄڻ جي مک
۾ پوندا هئا. مطلب ته مهمان ڀڳوان سمجهيو ويندو هو
۽ سندس چوڪسو آدر ستڪار ڪرڻ هڪ ايشوري
فرض جاتو ويندو هو.

ايلياس کي ٻه پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ڪل ٽي ٻار هوا،
جنکي هن چڱي ڏام ڏوم ۽ پابوهه سان پرڻايو.
غريبي ڪال ۾ سندس پٽ پوڙهپ کي مهٽو نه جاڻي،
ماڻس ڳڏ ڀيا ڀگهر ڳاريندا هوا، پر ڀٽسي جي ڍو
سندن مغز جو چڪر ڦيري ڇڏيو ۽ هو هيننءَ خوب
موجون ونڻ ۽ دنيا اڏائڻ لڳا. ڀلا نه ڏسي ڏنو

هوائون، سو رات ڏينهن نشن پتن ۾ گذاري اڳيون
پويون ڪرون ڪيائون. وڏي ته شراب خاني
خراب ۾ پاڻ کي جنسي بوڙي ڇڏيو ۽ هميشه الوت
پيو هوندو هو. جلدئي ڪنهن جهيڙي ۾ هڻ هٺي
پاڻ قتائي وڌو ۽ پرلوڪ پڌاريو. باقي رهيو ننڍو
تنهن کي به ملي پوءِ ڀائي نحس ندوري زال، تنهن
ته خانوئي خراب ڪري ڇڏيس. ’هرڻي اڳيئي
ڪڏڻي، ويتر پيس گهنڊڻي،‘ سو ذرتي جاءِ ئي نه
پيئي ڏئيس. ’چنبو چنبي کي سؤ ڪوه تي ڳولهي
لهي.‘ هي ٻئي به هڪ ٻئي جا جيس هوا. جلدئي
چوڪر هٿن ڪان نڪري ويو ۽ ڀيءُ کي روڪ پڌائڻ
لڳو. ايلياس پيو حيلو نه ڏسي ڪيس گهر ڪان ٻاهر
هڪالي ڪڍيو. پوري به نيڪ آندبولخت جگر هوس
سو هڪڙي جاءِ رهڻ واسطي ۽ ڪجهه حصو مال جو
ڏنائينس، جنهنڪري سندس ملڪيت ۾ ڪجهه
ڪتر پيئي.

چوندا آهن ته ’سج ٻه ڀا ڇا.‘ سي ڏينهن هڪ
جهڙا نه آهن. زماني جي گردش ۾

ڪڏهن سڪٽا ڪنگر پرجن، ڪڏهن پرپور سڪٽا ٿين

سو ايلياس جو آفتاب به اولهه جي افق ڏي موٽڻ لڳو بخت جي
بلنديءَ تان ڏاڪو ڏاڪو تي ويو لهندو. پهريائين ته سندس
مال ۾ مرض اچي منهن ڪڍيو ۽ ڪيترا جانور مري

ويس. ورڻ ان سال مينهن جو ڦڙو به ڪونه پيو، جنهن ڪري گاه ڪونه اُپريا. مال بک ۾ پاه ٿيڻ لڳو. ڏيراڻي ورتي ذڪ جهلي نه سگهيا، پر ڏاڍين ڪي بيست اچي ويئي. ڪم نصيبي ڪڏهن به اڪيلي نه ايندي آهي پر پنهنجي ولوڪي ساڻ وٺي ايندي آهي. ايلياس ويچارو اڳيئي اڌ مئو ٿيو پيو هو، ورڻ جو آيا چور، سي ته باقي مال به ٻهاري ويس. ويو غريب ٻوڙو ٿيندو. اڳيون اقبال ته ماضيءَ جي ڳالهه هئي، پر هاڻي ويچاري کي قوت گذران لاءِ به ٽپڙ وڪڻي پورائو ڪرڻو پيو. اهڙيءَ طرح رفته رفته هيٺ لهندي سترورهين جي جمار ۾ اچي بڪ ڪي بينو. بدن جي وڃي ڪان سواءِ وٽس بيو ڪي ڪين هو جو ڏيئي پيٽ قوت ڪري. زال به پاڻ جهڙي ئي ٻڍي هئس، پر مڙس سان گڏ مشڪلات کي ڏيرج سان منهن ڏيندي آئي هئي ۽ آئينده به ڏيڻ لاءِ تيار هئي. پٽ به پري ڪنهن ڏاري ملڪ وڃي نڪتو هوس. ڏيءَ ويچاري پنهنجي دنيوي حياتي بسر ڪري وڃي پرم آتما جي گود ۾ سمائي هئي. مطلب ته ڪو ڪونه بچيو هو، جو ڪٽي هن بيڪس بيواهي دردپل جوڙي جي دستگيري ڪري ۽ ڪين آخرين اوستا ۾ اجهو ڏئي. سڀ وسيلا ويل ڏسي، 'ديس ڇوڙي پرديس ٻکيا' وارو سبق ياد ڪري، هو پنهنجو وطن ڇڏي بيوطنيءَ ۾ بيڪه مگڙ لاءِ سنبريا.

اهڙيءَ گهور اونداهيءَ جي وچ ڪارن ڪڪرن وچان هڪ سونهري ليڪ نڪري نروار ٿي. ايلياس جي پاڙيسريءَ محمد شاهه کي ڪهل اچي ويئي. هن کي اهي ڏينهن، جڏهن هو وٽس ويهي کائيندو پيئندو هو، ياد اچڻ لڳا ۽ سندس دل ڀڄي پيئي. هو ڪو شاهوڪار ڪونه هو، نڪي وري ڪو غريب هو پر هڪ سادو سودو عزت وارو سگهڙ ماڻهو هو، جنهنجي جسم اندر همدرد دل موجود هئي. هن ٻنهي زال ۽ مڙس کي سڏي چيو:

"اوهان اچي مونوٽ رهو. اونهاري ۾ گدرن جي وليــن لي جيڪو ڪم ڏانءَ اچيو سو ڪجو ۽ سياري ۾ ايلياس، تون مال جي سنڀــال ڪج ۽ تون مائي، ڏڌ مکڻ جي ڪم ۾ رهج. مان اوهان ٻنهي کي کاڌو ۽ ڪپڙو لٽو ڏيندس، پر جي ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي اوهان کي طلب ٿي، ته به صرف اوهان' جي گهرڻ جي دير ٿيندي ۽ مان تت ڪال انجو پورائو ڪندس."

ايليــاس پنهنجــي نيڪ دل پــاڙيسريءَ جا شڪرانا بجا آندا ۽ وٽس رهيو. ڪجهه ڏينهن ڪين پرائي ڪم ڪان عار پئي ٿيو ۽ دل ۾ پيا شڪبا هوا پر لاچار کي ڪهڙو آچار! نيٺ ته ڪين حيا ٿي ڪانڪي هئي. تورن ڏينهن ۾ سندن دل جو خيال لهي ويو ۽ هو هر ڪم سان پورهيو ڪرڻ لڳا.

پنهنجي وت آهر سارو ڏينهن وهي اچي رات جو آرامي ٿيندا هوا.

محمد شاهه کي پڻ مزو ٿي پيو، جو هڙا جهونا تجربه ڪار آدمي ڪيس ملي ويا، جن پاڻ اختياري هلائي ڏني هئي ۽ جن کي خبر هئي ته ڪم چڱي طرح ڪيئن ڪجي. انهيءَ کان سواءِ هو سستي يا ڍلائي ڪڏهن نه ڪندا هوا، پر چت لائي هر ڪنهن ڪار ۾ ويهي ٿي ننهن جو زور لڳائيندا هوا. مالڪ جو اندر وارو ڏانهن بلڪل راضي هو پر هنڪي اهو ارمان هميشه رهندو هو، ته ڪهڙا نه دولتمند ماڻهو ڪنگال ٿي پيا آهن ۽ زماني جي ڏور ڪيئن نه اعلي کي ادني بڻائي ڪمت تان لاهي پٽ تي اڇليو آهي.

هڪڙي ڏينهن محمد شاهه جا ڪي مائٽ دور ديس کان وٽس مهمان ٿي آيا. ساڻن گڏ هڪ ملان به هو. ايلياس سندن چڱي خدمت ڪئي ۽ جڏهن هو ڪائي پي غاليچن تي طول وهاڻن کي ٽيڪ ڏيئي رهاڻ ۾ وينا هوا، تڏهن محمد شاهه ايلياس ڏانهن اشارو ڪري مهمانن کي چيو، ”هن پڙئي مڙس کي اوهان سڃاڻو؟“ هنن وراڻي ڏني ”نه ۽ چيو، هي ڪير آهي؟“ محمد شاهه چيو، ”هن جو نالو ايلياس آهي ۽ ڪنهن وقت هو هن سڄيءَ پسگردائيءَ ۾ شاهوڪارن ۾ شاهوڪار ماڻهو هو. شايد توهان به سندس نالو ضرور ٻڌو هوندو.“

مهمان کان رڙ نکري ويئي ۽ چيائين، ”چا، نالو؟ ايلياس جو نالو کنهن نہ ٻڌو هوندو؟ ڳليين جا ڪکہ بہ سندس نيڪ نالي کان غير واقف ٿي نٿا سگهن. سندس ناموس هندين ماڳين پکڙيل هئي.“

محمد شاہ چيو، ”ا، ا، اهو نامور ايلياس اهو اٿو. هينئر ويچاري کي پائي پلئہ کا نهي. مونوٽ نوڪريءَ ۾ آهي. سندس زال بہ ساڻس رهندي ۽ ڪم ڪندي آهي.“

مهمان جا تہ طاق ئي مڙي ويا. ڏندين آڱريون ڪري چوڻ لڳو، ”سياڻن سچ چيو آهي تہ نصيب هڪ ڦرندڙ چڪر آهي. هڪڙن کي چاڙهي چوٽ وسائي، تہ ٻين کي ڪيرائي پٽ اڇلائي. ٻڌاءِ تہ ڪڏهن پريو مڙس اڳيان ڏينهن ياد ڪري دانهن بہ ڪندو آهي؟“

محمد شاہ چيو، ”ڪهڙي خبر؟ هو بلڪل سانت ۾ پيو گذاري ۽ پنهنجو ڪم بلڪل ايمانداريءَ ۽ هوشياريءَ سان پيو ڪري.“

مهمان چيو، ”تڏهن مان جيڪر ساڻس گفتگو نہ ڪريان؟ دل پيئي چوي تہ ڪانئس اڳيئن اوج جا احوال پڇان؟“

محمد شاہ ”چونہ“ چئي ايلياس ۽ ٻڍيءَ کي اندر سڏيو. هو آيا. ايلياس باعزت سلام ڪري

اچي ادب سان وينو ۽ سندس زال پردي اندر
وڃي گهر ڌيائيءَ سان گڏجي ويٺي.

ايلياس کي کيرڻيءَ جو پيالو آڇيائون، جو هن
”بسم الله“ چئي ٻنهي هٿن ۾ ورتو ۽ ويٺلن کي
تندرستيءَ جي دعا ڪري، نمي، چڪي چاڙهي،
پيالو ڪٺي رکيو. مهمان پڇيو، ”پوڙها مڙس، ٻڌاءِ ته
سهين ته اسان کي ڏسي توکي ستل سور وري اڀرن
ٿا يا نه؟ اڳيان ادبير ياد ڪري هاڻوڪيءَ حالت
تي ڏک ٿيئي ٿو يا نه؟“

ايلياس مشڪي وراڻي ڏني، ”جي مان ويهي
ڏک يا سک جي ڳالهه ڪندس، ته شايد اوهان نه
وسهو. چڱو ائين ٿيندو ته منهنجي زال کان احوال
پڇو. هنجي دل خواه زبان زناني آهي ۽ هوءَ
سمورو سچ سليندي.“

مهمان پوڙهيءَ کي سڏي چيو، ”ڪراڙي! ڪر
خبر. اڳين سک ۽ هاڻوڪي ڏک بابت توکي ڪهڙو
خيال آهي؟“

پوڙهيءَ وراڻي ڏني، ”اجهو، منهنجو خيال هي
آهي. مان پنهنجي مڙس سان اڌ صدي گذاري،
جنهن ۾ مون آنند جي تلاش ڪئي، پر فتحياب نه
ٿيس. هينئر جيتوڻيڪ صرف نوڪر آهيون ۽ ٻي نمو
ٻڌي فقط ٻه سال ٿيا اٿئون، ته به اسان سچي خوشي

حاصل ڪئي آهي ۽ وڏيڪ ڪا به خواهش ڪا نہ اٿئون."

مهمان خواه ميزبان حيرت ۾ پئجي ويا. محمدشاه تہ ٿپ ڏيئي اٿيو ۽ پردو پاسي ڪري بدي ۽ ڏانهن ٽڪ ٽڪي لڳائي نهارڻ لڳو. هو ۽ هٿ ٻڌيو بيٺي هئي. سندس منهن تي مشڪ آئي، جيئن هن پنهنجي مڙس ڏانهن نهاريو. ايلياس پڻ مشڪ ورائي. بدي ۽ وري چپ چوريا ۽ چيو، "مان اوهان کي خاص سچ پيئي چوان. متان اوهان منهنجن لفظن کي چرچو يا ڀونگ سمجهو. جيسين اسين شاهوڪار هواسون، تيسين پنجاه سالن جي ڳولا به اسان کي سچي ۽ خوشي جو نشان نہ ڏنو. پر هينئر جڏهن اسان وٽ ڪين جو ڪنو چڙهيو پيو آهي ۽ اسان اوچا آستان ڇڏي اچي مسڪينن سان محبت ونڊي آهي، تڏهن اسان اوها راحت حاصل ڪئي آهي جنهن کان وڏيڪ ٻيو ڪجهہ تي نٿو سگهي."

مهمان پڇيو، "اوهانجي خوشي تڏهن ڪهڙي ۽ ڳالهہ ۾ آهي؟"

بدي ۽ وراڻيو، "ٻڌ تہ ٻڌايان ۽. جيسين اسان مايادار هواسون، تيسين مونکي خواه منهنجي مڙس کي پاءُ پلڪ جي فرصت ڪا نہ هئي، جنهن ۾ ويهي ڪي ڳالهيون ٻولهيون ڪريون، يا روحاني

انتيءَ (روحاني سڌاري) جو ويچار ڪريون، يا
ڪا ڏتيءَ سگوري جي بندگي ڪريون. اسان دنيوي
غلطانين ۾ چوڪنيا قاتل هوا سون ۽ وارجي واندڪائي
به ڪا نه هئي. جيڪڏهن مهمان ايندا هوا، ته
اسانکي اها انتظاري اچي وٺندي هئي ته ڪين
ڪهڙيءَ ريت ڪارايون پياريون، جو اسان جي گلا
نه ٿئي، پر سڀ اسانجي واه واه ڪن. سندن
نوڪرن جو پڻ خاص خيال رکڻو پوندو هو ته جيئن
اسان جي مانيءَ خواه مهمانيءَ جي بابت
نه ڪن ۽ جي ڪن به، ته اسان کي گهٽ نه سمجهن.
پر ائين ڪندي ايهو خيال پڻ هوندو هو ته گهڻو ڪائي
ڪاڏو نه کپائي ڇڏين، جا ٻالهه گناه جهڙي هئي.
انهيءَ ڪان سواء هر ڪنهن رات ايها چنتا هوندي
هئي ته متان گهيٽن ۾ اچي ڪو بگهڙ بوي، يا ڪونيءَ
کي ڪو چور ڪاٽ هڻي، يا ڪي مال جا چور اچي
گهوڙيون نه ڪڍي وڃن. هنن تي وچي سمهندا
هوا سون ته ننڊ ني نه ايندي هئي. خوف ٿيندو هو
ته متان ويايل رڍون ٻچڙن کي پاسو ڏيئي نه چيپائين.
اڌ رات انهن ڳڻتين ۾ گذرندي هئي، ته پوئين
رات جو وري ٻي ڏينهن جي ڳڻ تور شروع ٿيندي
هئي. اهڙيءَ ريت 'راتيان ننڊ حرام، ڏينهان پڻ
انتظاري' هئي. وري انهيءَ ڪشمڪش ۾ اسانجي

پاڻ ۾ اٽڪلت پيدا ٿيندي هئي. منهنجو مڙس چوي ته هيءَ ڪم هينءَ ٿئي ۽ مان چوان ته هوئن. اچي تڪرار تائين منزل رسندي هئي، جو وري بيو عظيم گناه هو. اهڙي قسم جي حياتيءَ ۾ جهوريءَ پنيان جهوري ۽ گناه پنيان گناه سو هلندو ٿي آيو، باقي خوشيءَ جو ته پاڇو به ڪونه هو."

مهمان پڇيو، "هاڻي ڪيئن ٿا گذاريو؟"

ڪراڙيءَ چيو، "هاڻي جڏهن مان ۽ منهنجو مڙس منيءَ ننڊ بعد صبوح جو اٿندا آهيون، تڏهن هڪ ٻي کي پيار ۽ حب سان ڪينڪاريندا آهيون. اسان ڪنهن به ڳالهه تي تڪرار ڪونه ڪريون، نڪا ڪنهن ڳالهه جي پريشاني اٿئون. اسان کي صرف ايهوئي خيال هوندو آهي ته ڪيئن پنهنجي مالڪ جي خاصي خدمت ڪريون. اسان پنهنجي طاقت آهر نيڪ ارادي سان ڀيا ڪم ڪريون ۽ هميشه ايها مراد هوندي اٿئون ته اسان جي خاوند کي ڪو هرج نه پهچي، پر اٿلندو ڏن بدن وڌندو آسودو ٿيندو رهي. ائين ڪم ڪندي جڏهن اچي گهر پهندا آهيون، تڏهن ماني ۽ مکڻ جام تيار ملندو اٿئون. تڏ جي پهر ۾ سڪا ڇيڻا باهه ٻارڻ لاءِ ڏيڻ جي ڪل جو ڪوٽ ڀرڻ لاءِ ملندو اٿئون. جنهنڪري تڪليف ڪيئون ڪانه. انهيءَ ڪانسوا

اسان کي پاڻ ۾ رهاڻ ڪرڻ جي فرصت گهٽي
ملندي آهي. روحاني ترقيءَ جي ويچار ڪرڻ جو
وقت اٺون ۽ ڏڻيءَ جي عبادت لاءِ واندڪائيءَ
جي کوٽ ڪانهي. پنجاهه ورهيه اسان سکر جي ڳولا
ڪئي پر فقط هيئنر لهي سگهيا آهيون."

شام شماگيءَ (ڪراڙي) جا ايهي لفظ ٻڌي سڀ
مهمان اچي ڪل ۾ چٽڪيا پر ايلياس رڙ ڪري چيو،
"منهنجا ساءِ، کلو نه. هي چرچو نه آهي، پر انساني
زندگي. ڪنهن وقت مان ۽ منهنجي زال ٻه دل جا
ابوتر هئاسون ۽ ملڪيت جي ناس ٿيڻ تي جنسي
روئندا هواسون، پر هاڻي ڏٺيءَ اسانکي حقيقي
راز ٻتايو آهي، جو اسان وري اوهانکي ٿا سليون،
نه پنهنجي وندر لاءِ، پر اوهان جي چڱائيءَ جي خاطر
دنيا ۾ ملڪيت ئي آهي جا سارو مونجهارو تي
پيدا ڪري. ان جي ڪري پيدا ٿيل موه انسان
ميچالي کي قيرائيون تو ڏياري ۽ رات ڏينهن ۾
آرام ڪري کيس ڏين مان نه دربدر ڪيو ڇڏي
دنيا، جنهن جي ڪري ماڻهو سڀ ڪجهه قربان تو ڪري
تنهن مان نه فائدو ونڻ نٿو ڇڏي. انهيءَ ملڪيـ
جو ڪنو ٿيڻ ٻه ڏکه تو ڏئي، ساڻيڻ ٻه ننڊ تو قفه
نه وري هليو وڃڻ ٻه حوصلا خطا تو ڪري. ان
ڪري درويش ان کي تنهي ڪالن - ماضي،

۽ مستقبل ۾ دکدائڪ ڪري ليکيو آهي. انهيءَ ڳالهه
تي اعتقاد رکي جيڪو مُرسي ڪري ان کي ڇڏي
ڦٽو ٿو ڪري سو گدا مان شاهه ۽ نوڪر مان مالڪ
بڻجي ٿو پوي، هن جي غلاميءَ جا تنگ ڪپجي ٿا وڃن
۽ هو آزاد ٿي دل جي جمعيت ۽ ٿڌيءَ جو راضپو
حاصل ٿو ڪري. پر جيڪو ڪنهن تڪليف ۽ آپدا هيٺ
اچي انهيءَ ڏنڊڙيءَ ڏائڻ کان آجو ٿو ٿئي ته پوءِ
جي ڳٽني ڪيائين ته ڇڙيو ڇڙيو ٿي مرندو بر جي
غوطو پي ويو ۽ ڌرج ڪري ڏکيءَ جي پاٽي ۾ پيو
رهيو ته به ڇڻ پٽ کان ڇٽي نيٺ وڃي سک ماڻيندو.
دنيا جي بي بقائي اٿلندو ڪيس ڏکيءَ ڏي رجوع
ڪندي.

اٿي ملان پڻ چپ کوليا ۽ وڌيڪ چيو، "اهي
بيشڪ دانشمنديءَ جا قول آهن. ايلياس سورهن
ئا سچ چيو آهي، جو سچ پاڪ قرآن شريف ۾ پڻ
رچ ٿيل آهي."

مهمانن جي ڪل ٻڌي وٺي ۽ هو وچار ۾ ٻڏجي ويا.



رستو ورتي راهي ٿيو. پنجن ڪلاڪن جي پنڌ ڪا پوءِ ڪيس هڪڙو غير واقف ماڻهو گڏيو، جنهن هن کان پڇيو، "اي نينگر، ڪهڙيءَ تلاش ۾ پريشان آهين؟"

"مهربان سائين، ايسٽر جو پاڪ هفتو شروع ٿيو آهي. ڌرم جي ماتا سان گڏجي آيو آهيان ۽ باقي ڌرم جي پتا جي تلاش ۾ وڃان ٿو. خبر ڪانه اٿم ته الاجي ڪٿي ٿو رهي. سندس قدمبوسيءَ کان سواءِ آرام نه ٿو اچيم."

"پچا، تنهنجي دل جي آس پوري ٿي آهي ۽ تنهنجو ڪشالو ثاب پيو آهي، جنهن کي تون ڳولي رهيو آهين، سو تنهنجي سامهون بيٺو توسان ڳالهائي رهيو آهي."

ڇوڪر جي خوشيءَ جو پارئي نه رهيو. گوڏا جهڪائي ادب جي رسم ادا ڪيائين ۽ نياز سان پڇيائين، "پتا جي، اوهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟ جي اسان جي گهر جي طرف رخ اٿو، ته هلو ته هلون؛ پر جي پنهنجي گهر ٿا وڃو، ته مان به توهان سان هلندس."

"پٽ، هن وقت مونکي اوهانجي گهر هلڻ جو وقت ڪونهي. ڳوٺ ۾ ڪجهه ڪم اٿم سو لاهي واپس ورندس. صبوح جو جيڪڏهن تون مون وٽ ايندين ته مان ضرور گهر وينو هوندس."

”بابا سائين، ڪٿي آهي اوهانجو آستان ۽ مان اتي ڪيئن پهچان.“

”صبوح جو سويرو سورج جي طرف سڌوئي سڌو هليو وڃ، ته نيٺ هڪڙي ٻيلي ۾ وڃي پهچندين. اتان نڪرڻ بعد توکي پريان باغ نظر ايندو، جنهن ۾ هڪڙو سونيءَ ڇت وارو گهر بيٺل ڏسندين. اهو آهي منهنجو مڪان. دروازي تي ايندين مس، ته مان پاڻهي اچي توسان گڏبس.“

ائين چئي هو غائب ٿي ويو. ڇوڪرو سوير صبح جو ملبل ڏس پتا ندر هلندو هليو. جڏهن جهنگ لتاڙي ڪليل ٽڪر ۾ آيو تڏهن هڪڙو حيرت انگيز نظارو ڏٺائين جنهن سندس عقل چرخ ڪري ڇڏيو. هڪڙي وڻ جي ڏار ۾ رسي لٽڪي رهي هئي، جنهن جي ڇيڙيءَ ۾ هڪڙو بنب بڌل هو. انهيءَ بنب جي هيٺان هڪڙو ماڪيءَ جو کنو هو. اڃا هيءُ انهيءَ تعجب ۾ هو ته اهو ماڪيءَ پريل تانو اتي ڪيئن آيو ۽ ڇو، ته ايتري ۾ هن هڪڙي رڇڻ ايندي ڏٺي، جنهنجي پٺيان هڪ سال کن عمر جو رڇ ۽ ٽي ننڍڙا ٻچا هوا. هوءَ ناسون ٽيڙيندي سڌي ماڪيءَ ڏانهن هلي ۽ وڃي ڪني ۾ ٻوٿ وڌائين. ٻچا به ڪلهه ويس ۽ ماڪيءَ مان وارو ڪيڻ لڳا. سندن زور اچڻ ڪري بنب البت پري ڌڪجي ويو ۽ موٽي اچي ٻڇن جو ٻوٿ پڳا ئين،

رڇڻ شوخ ٿي ويٺي ۽ ڇنبو هڻي ٻنڊ کي اڃا به پريو ڏکيائين. پر جيئن هيءَ ڪاوڙ ۾ پري ڏکيندي ٿي ويئي، تيئن ٻنڊ به وڌيڪ زور سان اچي ٿي سندن ڪوپرائي ڪٽي؛ تان جو هڪڙي زوردار ڏنگ ڏه سال عمر واري ٻچي جو ٻنهه پورائو ڪري ڇڏيو. رڇڻ جي ڪاوڙ جي هينئر حد ئي نه رهي. جيئن پوءِ تيئن ٻنڊ کي وڌيڪ زور سان ڏکوڏيئي ماکي ڪاٽڻ لڳي. ٻنڊ به موٽي ڪيس اڳي کان اڳرو ڏنگ وجائڻ لڳو. جيترو پري ٿي ڏکيو، اوترو موت جي ڏنگ ۾ وڌيڪ اثر ٿي ٿيو. آخرين ڏکي ڏيڻ بعد ته قاتل موت آئي، جنهن رڇڻ کي ڌرتيءَ تي ليٽائي اڇلايو ۽ هوءَ ڦٿڪندي راهه عدم راهي ٿي. ٻچڙا ويچارا ماءُ کان سواءِ ماندا ٿي پيچي ويا.

متيون نظارو ڏسي ڇوڪر جون وايون بتال ٿي ويئون. جڏهن عقل جاءِ آيس، تڏهن اٿي سوريه طرف اڳيرو هليو ۽ مليل ڏس مطابق اچي پنهنجي ڌرم جي پتا سان گڏيو. باغ جي سونهن بي نظير هئي. محلات جي نزاڪت ته انکي به شهر تي ڏني. هرهڪ ڪمرو ٻئي کان وڌيڪ رونقدار هو. جيئن جيئن ڇوڪر ويو اڳتي هلندو، تيئن تيئن سندس حيراني به ويئي وڌندي. نيٺ گهمندي ٻئي هڪڙي ٻنڊ تيل

ڪمري جي در اڳيان اچي بيٺا ۽ ڏرم جي پٽا ڪيس ڏيو، " پٽ، هن در جي کولڻ جو ڪڏهن به خيال نہ ڪج. هي ۽ سارو محلات تنهنجي ملڪ آهي. گهر، ڦرو ۽ مزا ڪر. هر ڪنهن قسم جي خوشيءَ جو سامان هتي موجود آهي. خوب مزي ۾ گذار ۽ فرحت وٺ، پر هڪڙو حڪم ياد رکج تہ هن دروازي جي اندر گهڙڻ جو خيال مور نہ ڪج. دروازي کي ڪو ف لڳل ڪونهي. صرف سيل مهر ٿيل آهي. جي تون پاڻ تي قبضو رکندين تہ سلامت رهندين، پر جي اتفاقاً تنهنجو لغام هٿان ڇٽي ويو ۽ اندر گهڙين، تہ پوءِ جهنگ وارو واقعو ياد رکج." ائين چئي هو غائب ٿي ويو.

ڇوڪري جي نئين زندگي هن محلات ۾ شروع ٿي. اڪيلائي سوا هئس، باقي ڪيس ڪنهن بہ ضروري خواه اڻ ضروري شيءِ جي ڪمي ڪا نہ هئي. سندس ٽيه سال ائين گذري ويا جڻ تہ ٽي ڪلاڪ هوا. ايتري مدت کان پوءِ هڪڙي ڏينهن هواچي انهيءَ منع ٿيل دروازي وٽ بيٺو ۽ کولڻ جو خيال ڪري جيئن تورو ڏکو ڏنائين مس تہ سيل مهر ٽٽي پيئي ۽ هڪڙو شاهي هال سندس اکين اڳيان کلي پيو. هو وڏي هيبت مان اندر گهڙيو. هڙو سهڻو ڪمرو عمر نہ ڏٺو هوائين. محلات جا ٻيا ڪمرا ڏ

هن جي اڳيان شرمندا هوا. پوري وچ تـسي سونو تخت رکيل هو، جنهن تي هو ٽپ ڏيئي چـڙهي وينو. پاسي کان هـڪڙي سوني لڪڙي رکيل هئي، جا هن هٿ ۾ ڪنئي. بس، ڪٽڪ جي ديرهئي. چوڌاري پتيون هڏ بي کان ڌار تي ويئون ۽ ساري دنيـا سندس اکين اڳيان ظاهر تي ويئي. جيڪي به سرشتيءَ ۾ وهيو وا پريو تي سو هو هڪ هند ويني بلڪل چٽيءَ طرح ڏسڻ لڳو. سمنڊن تي جهاز تي هليا ۽ خشڪيءَ تي پانت جا ماڻهون دنيوي ڪمن ڪارين ۾ غلطان هوا. ڪرستان، يهودي، پـارسي، هندو ۽ مسلمان وغيره سڀ سندس اڳيان پنهنجي جيـوت جو کيل کيلي رهيا هوا. سارو جهان هڪ ناٽڪ جي چرتر جيان کيس پاسڻ لڳو ۽ هنجي دل خوشيءَ ۾ پرجي ويئي؛ پاڻ کي مال جو مالڪ سمجهڻ لڳو.

ائين ڏسندي ڏسندي دل ۾ خيال آيس تـه پنهنجي گهر جي ڇ حالت ڏسان ڇ اتي ڇا پيو وهي واپري. نظر ڦيرائي نهاريائين. پنهنجي بني اکين اڳيان ڏسڻ ۾ آيس. هڪڙي باسل نالي چور سنگن پريل ڪانا پٽي تي بيل گاڏيءَ ۾ وڌا. هنکي باهر وٺي ويـئي ۽ اچانڪ وات مان نکري ويس: ”بابا، چور گنا پيو چورائيئي.“ پـڻس ايهي لفظ راڳ جو ننڊ ۾ بڌي اٿي ڪڙو تيو ۽ وٺي بنيءَ ڏانهن

پيگو. ڏٺائين ته برابر چور چوري ٿي ڪئي. ساٿين
کي سڏي باسل کي پڪڙايائين ۽ ماري ڪٽي ٿرنگ
۾ پهچايائين.

انڪانپوءِ هن ڌرم جي ماءُ واري شهر ڏانهن نهاريو.
ڏٺاءِ ته هنجي هڪڙي واپاريءَ سان شادي ٿي هئي. هوءَ
ننڊ ۾ ستل هئي ته سندس مڙس آهستي آهستي اٿي پنهنجي
سينڌيءَ ڏانهن ويو. ڪائنس رڙ نڪري ويئي. ماءُ
کي چيائين: "اٺ، ڏس ته سهين؛ وڃل ٿو وهيئي".
هوءَ ڇرڪ ماري اٿي ۽ سڄي روئداد ڏسي ٻاڪ
وڃي ويس. مڙس کي خوب ڌمال ڪيائين ۽ سندس
سينڌيءَ کي اگهاڙي پيرين ٻاهر ڪيائين. هوءَ ٻه
ائين پڳي، جيئن ڪاري هيناڻ ڪانءُ.

انهيءَ معاملي جي نبيري بعد هن وري پنهنجي
جنم جي ماتا ڏانهن نظر ڦيرائي. ڏٺائين ته هوءَ سڀين
نئين سرهي سمهي پيئي هئي. اڌ رات جو سمو هو.
هڪڙو ٻاڪو اندر گهڙيو ۽ پيٽي پٽڻ لڳو. ماڻس
جاڳي رڙ ڪئي. چور يڪدم کهاڙي ڪٽي مٿس الر
ڪئي. هنوقت تائين ته پٽ سانت ۾ هو، پر هاڻي
هنڪان وڌيڪ رهيو نه ويو. هڪ واري لڪڙي ڪٽي
چور کي نڪاءَ ڪرايائين ته هو هڪ ئي ڌڪ سان
ٻيري ٿي پيو.

اڃا ٻاڪو قتل ٿيو مس، ته جدا ٿيل پتيون

وري ڳنڍ جي ويٺون ۽ ڪمرو جيئن ڀريا ئين هو تيئن
اصلوڪيءَ صورت ۾ اچي ويو. دروازو ڪلي پيو ۽
ڏرم جو پتا اندر گهڙيو. ڪيس تخت تان هيٺ لاهي
چيائين، ”تو منهنجي نافرماني ڪئي آهي. هڪ
ته تو منع ڪيل دروازو کوليو، ٻيو ته تون منهنجي
تخت تي ويٺين ۽ شاهي ڏنڊو هٿ ۾ ڪنئي ۽ ٽيون
ته تو دنيا جي خرابيءَ کي وڌايو. جيڪڏهن تون
هڪڙو ڪلاڪ وڌيڪ وهين ها ته جيڪر اڌ انسان
ذات جو خاتمو خراب ڪري ڇڏين ها.“ ائين چئي
هن وري ڪٺي ڪيس تخت تي وهاريو ۽ هٿ ۾ اها
سونې لڪڙي ڏنائين. يڪدم پٽيون پوري ٿي ويئون
۽ ساريءَ دنيا جو نظارو وري سندس اکين اڳيان
موجود ٿي ويو. ڏرم جي پتا چيو، ”هينئر ڏس
ته تو پنهنجي ڀيءُ جو ڪهڙو حال ڪيو آهي. پاسل
چور سال جيل ۾ رهيو ۽ انهي عرصي ۾ اٿي سڀ
خرابي سکيو. اڳي هو سادو چور هو پر هينئر هو
پڪو رهزن ۽ بيديد حيوان آهي. ڏس تنهنجي
ڀيءُ جا ٻه گهوڙا چورايا اٿس ۽ هينئر سندس پونگيءَ
کي باهه ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو آهي. انهيءَ سڄيءَ مصيبت
جو ڪارڻ تون ئي آهين.“

ان کان پوءِ هن اهو نظارو سندس اکين کان
پري ڪري کيس ٻيو ڏيکاريو. ”ڏس، سال

ڪڍري ويو آهي جو تنهنجي ڌرم جي ماتا ڪي سندس
واپاري مڙس طلاق ڏيئي نڌڻڪو ڪري ڇڏيو
آهي ۽ پاڻ بين فاحش زالن جي سنگ ۾ پيو ڏوڙ
پائي. سندس اڳين سينڌي روحاني خواه جسماني
طرح صفا ڇٽ تي ويئي آهي. سندس زال پيو حيلو
نہ ڏسي، شراب خاني خراب پي، پئي دل بهلائي.
انهيءَ سڀيءَ ماجرا جو بنياد تون ئي آهين."

ان ڪان پوءِ هن ڪيس سندس گهر واري جهوپڙي
ڏيکاري جتي سندس ماءُ رت تي رنوءَ توبهہ زاري
ڪري تي چيو، "ڇگوائين تمي ها جو ڏاڙيل جي
هٿان مران ها تہ ايڏن گناهن ۾ تہ غرق نہ ٿيان ها."
ڌرم جي پتا چيو تہ — ايهو اتيئي حال تنهنجي ماءُ
جوءِ انهيءَ جي جوابداري نسوري تنهنجي سر تي
آهي. هوڏانهن نظر ڪر تہ ڌاڪو جنهن ڪيس ماريو
تنهن کي بہ جيلو قابو جهليو بيٺا آهن. هن جملي ٩
آدمي ماريا آهن. انهن خونن جي جيڪر هو پاڻهي
جزا لوڙي ها پر تو ڪيس قتل ڪري سندس سمورن
گناهن جو بوجو پنهنجي سر تي کنيو آهي. اها تعدي
تو پاڻ پاڻسان ڪئي آهي. رڳو هڪ دفعو بنڌ کي
ڏکيو تہ سندس ٻچن کي ايذاءُ آيو ۽ بيو دفعو ڏڪڻ
سان پنهنجو سال جو پڪو پوڏو ٻچو وڃايائين ۽ تنين
ڏکي سندس پچاڻي ڪئي. تو پڻ اها ڪار ڪئي

آهي. هينئر مان توکي ٽيهن سالن جو فرجو ٽوڙيان.
وڃ ۽ وڃي دنيا ۾ پنهنجي ڪئي جو ڪيتو لوڙ ۽
ڏاڙيل جي گناهن جو عيوض ڀر نه ته توکي سندس
بدلي عذاب ڏنا ويندا."

"پتا جي، مان کهڙي ۽ ريت پنهنجو بار لاهي
توسگهان؟ مهرباني ڪري ڪو رستو ٻڌايو."

"جيتري تو خرابي ڪئي آهي جڏهن اوتري
ئي خرابي دنيا مان دور ڪندين تڏهن ڇٽبو نه تو
پنهنجي ۽ ڏاڙيل جي ڪئي جو ڪيتو لوڙيو."

"مهربان سائين، دنيا جي خرابي ۽ کي ڪيئن
دور ڪريان؟"

"سڌو ئي سڌو اولهه طرف وڃ. هڪڙي ۽ ٻني ۽
۾ کي ملر ٿهو ڏسندين. ڏس ته هو ڇا ٿا ڪن. ڪين
پنهنجو تجربو ٻڌاءِ. پوءِ اڳتي هل. جاچ ته ڇا ٿو ٿئي.
پوئين ڏينهن هڪڙي ٻيلي ۾ ايندين جتي توکي
هڪڙو درويش نظر ايندو. انکي پنهنجي سموري
حقيقت سڻاءِ. هو توکي گهربل سکيا ڏيندو ۽ جڏهن
تون ان تي عمل ڪندين، تڏهن تنهنجي ڇا لهندي."
ائين هن کيس دروازي کان ٻاهر ڇڏيو.

هو هلندو هليو. دل ۾ گهڻو تور ڪرڻ لڳو ته مان
ڪيئن دنيا مان خرابي ٽري ڪيندس. عام طرح
ٻا ٿهو خرابي ۽ کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ ڏوهين کي جيل ۾

وجهندا آهن، يا کين ديس نيڪالي ڏيندا آهن، يا کين ڦاسيءَ تي لٽڪائيندا آهن. پر پتا جو چورڻ آهي ته ائين سزا ڏيڻ سان ڏوهين جا ڏوهه پاڻ تي ٿا ڪٽجن؛ سو ڪهڙو رستو اختيار ڪريان، جو ٻين جي گناهن جي جوابداري ڪٽڻ ڪانسواءِ خرابيءَ جي پاڙ پٽڻ ڪيڻ ۾ ڪامياب ٿيان. ائين پور پچائيندو هڪڙيءَ ان جي ٻنيءَ وٽ اچي پهتو. فصل ڦولهاريو بيٺو هو؛ ڪڙمي لٽڻ لاءِ تيار هوا. ان وقت اوچتو هڪڙي گابي ڪيت ۾ لنگهي آئي. ڪڙمين جو انکي ڏٺو سو سڀ اچي ڪڏ پيس. ڪو هيڏانهن ته ڪو هوڏانهن؛ مطلب ته ڀڪائي پاڙ ڪڍيائونس. اڇا ٻنيءَ مان ٻاهر نڪرڻ تي اچي مس ته وري جو ڪو ڏيکاريس ته پوءِ جي ماريل وٺي اندر پچي. اهڙيءَ طرح ڪيس ٻه ٽي اڌ مئو ڪري ڇڏيائون، پنهنجي ٻني ٻه وڏيڪ لتاڙيون؛ پاڻ ٻه ڦرندا رهيا. گابيءَ جي مالڪياڻي رستي تي رڙندي رهي ته ائين ته جانور جو ساهه ڪڍي ڇڏيندا.

هن ساڏ پريان ويني سڄو رنگ ڏٺو. اڳيرو وڌي سيٺي کي سڏي چيائين، ”جو ناحق تي چڙهيا آهيو. سڀ ٻنيءَ کان ٻه منٽ ٻاهر ٿي نهو، ته مائي پنهنجيءَ ڍڳيءَ کي وٺي وڃي.“ ڪڙمين سندس چورڻ مڃيو. مائي ٻچڪر ڏيئي گابيءَ کي پيار منجهان

پڪاريو. گابيءَ کي جڻ ته نئون ساهه پيو. ٻچڪر
سڄائي ڪن کڙا ڪري ڊڪندي آئي ۽ مالڪياڻيءَ
سان گڏ هلي ويئي. ڇوڪر صحيح ڪيو ته خرابي
خرابيءَ سان وڌي ٿي. جيتري گهڻي سزا ماڻهو
خرابيءَ کي ڏين ٿا، اوترو وڌيڪ وڃي ٿي خرابي
پڪڙيندي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته خرابي
خرابيءَ سان دور نه ٿيندي ۽ گند گند سان نه
ڌوپندو. پر ڪيئن خرابي دور ٿئي، تنهنجو ته اڃا
پتو ڪونه ٿو پوي. هتي ته گابيءَ مالڪياڻيءَ جو سڏ
اونابو، پر جي نه ٻڌي ها ته ويچارن ڪڙمين لاءِ
ڪهڙو علاج هو؟

ائين خيال پچائيندو هو اڳتي وڌيو. جلد ئي
هڪڙي ڳوٺڙي ۾ اچي پهتو. هڪڙي جهوپڙيءَ ۾
رات ڪاٽيائين. گهرڌياڻيءَ ٻيو ڪم ڪار لاهي هڪڙي
پراڻي ميز صفا ڪرڻ شروع ڪئي. هڪڙو گندو ٽوال
کڻي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين خوب اگهيائين پر
جيترو وڌيڪ ٿي پاڻ پتوڙيائين، اوترو وڌيڪ
ميز گندي ٿيندي ٿي ويئي. هڪڙا داغ لٿا ٿي،
ته ٻيا چڙهيا ٿي، تان جو هٽي بيٺي. ڇوڪر ايهو حال
ڏسي ڪيس چيو، "ماتا، پهريائين ٽوال صفا ڪر ته
پوءِ ميز صاف ٿيندي." هن ائين ڪيو ۽ ميز شيشي
جيان چمڪڻ لڳي.

اڳتي هلي ڇا ڏسي ته ڪي ڪڙمي ڦيٿن لاءِ لوهه
جا پٽا پيا موڙين. گهڻي مٿا ڪٽ ڪيائون پر وئون ٿ
ويئي. ڦيرائي ڦيرائي پٽا ٻي ٽپايائون پر بيسود.
ڇوڪر سندن چوڪ صحيح ڪئي ۽ چيو، "يارو،
جنهن جهلي سان اوهان پٽن کي قابو ڪيو آهي سو
ڍلو آهي. انکي پختو ڪيو ته پٽا يڪدم مڙي ويندا."
هنن ائين ڪيو ته ڦيٿا يڪدم تيار ٿي ويا.

ڇوڪرو دل ۾ خوش ٿيو ۽ اڳتي هليو. هڪڙي
ٻڪرارن جي ٽولي ڏٺائين، جن مال جهلي ماني
پچائڻ لاءِ باهه ٻارڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. سڪا
ڇوڏا ۽ ڪاٺي يڪدم ڪٽي آلا ڇها ٿي مٿان رکيائون،
سو باهه اسري ئي نه ٿي. اجهامي ٿي ويئي. ڇوڪري
کين چيو، "ادا، ڀريائين. ڪن ڇوڏن کي ٻرڻ ڏيو
ته پوءِ آلا ٻ ٻرندا. تڪڙ سان ڪم نه ٿيندو." هنن
سندس صلاح ورتي ۽ باهه مشعال جيان تيز ٻرڻ لڳي.

ڇوڪر ايهي ٽيئي نظارا ڏٺا پر هن انهن جو
مطلب پورو نه سمجهيو. هلندي هلندي ڇوٿين ڏينهن
اچي انهيءَ درويش جي ڪٽيا وٽ پهتو ۽ در کڙڪايائين.
اندران آواز آيو: "ڪير آهين؟" جواب ڏنائين،
"مان گنهگار پنهنجا پورا ڏوش لاهڻ آيو آهيان."
سنت سندس سموري ڪهاڻي ٻڌي کيس هڪڙو
مڏ ڪهاڙو ڏيئي ٻريان بيٺل سڪل وڻ ڏانهن

اشارو ڪري چيو، "هن وڻ کي وڍي ٽي ٽڪرا
ڪري ٻاهه ڏي. جڏهن ٽيئي ٽڪر ٻري وڃن تڏهن
ڪٺي ڌرتيءَ ۾ پور ۽ پرواريءَ وهندڙ نديءَ مان
وات ۾ پاڻي ڀري ڀري انهن ٽنهي کي ڏي. جڏهن انهن
مان سلا نڪرندا ۽ وڏا صوفن جا وڻ ٿيندا تڏهن
توکي جاڻ ملندي ته خرابي ڪيئن دور ڪجي ۽
تڏهن اِي تنهنجا پاپ دور ٿيندا." هن کي ته سمجهه ۾
ڪجهه نه آيو پر تنهن هوندي به ٻنا ڳالهائڻ جي حڪم
موجب ڪم ۾ لڳي ويو.

ڏرم جو پست وات ۾ پاڻي ڍوئيندو پنهنجو
ٿورهيو ڪندو رهيو. جڏهن پند ڪري ٿڪجي
پيو تڏهن اچي آرام ڪيائين. بک به ماندو ڪيو
هوس سو اتي جهوپڙيءَ ڏانهن هليو ته من ڪو ٻيو
ملي. اندر گهريو مس ته ڏٺائين ته درويش پوريان
سينچ تي ليٽيو پيو هو. چوڌاري نظر ڦيرائين ته
سڪل مانيءَ جا ٽڪر ڏٺائين. بک ۾ بصر به مٺا
لڳندا آهن، سو هيءُ به اهي سڪا ٽڪر چاهه مان
کيندو ويو. ڍؤ ڪري پوءِ لڳو ڦبو ڪوٽڻ. ٻه ڏينهن
ـڪس. ڏينهن ڪوٽي ڪندو هو ته رات جو پاڻي
ڍوئيندو هو. اچا ڪوٽي مس رهيو ته پرواري شهر
مان ڪي ماڻهو درويش لاءِ ڪاڏي ٻيٽي جو سامان
کڻي آيا. انهن جڏهن ڏٺو ته مها پرش سڪتا م پڌاريو

آهي ۽ چيلي ۾ هنهنجي برڪت وجهي ويو آهي، تڏهن آندل سامان سڀ انکي ڏيئي فقير کي دفن ڪري موٽيا.

بس پوءِ تہ چيلو پاڻ درويش بڻجي ويو. ماڻهو روز بروز اچڻ لڳس ۽ سندس صدقين جو انداز ڏينهان ڏينهن وڌندو ويو. سوين سوغاتون ۽ سوکڙيون ۽ نت نوان نذرانا کيس پيشا ۾ ملڻ لڳا. ورڻي پاٽي يوڻ جو پورهيو جو ماڻهن تي ڏنو تنهن سندن دل تي وڌيڪ اثر تي وڌو ۽ سمجهڻ لڳا تہ ڪلا وار وانسان آهي. هي ۽ بہ اڌ ڏينهن پاٽي يوڻ ۾ گذاريندو هو ۽ باقي اڌ ملاقين سان رهاڻ ۾ صرف ڪندو هو. اهڙي ۽ طرح سندس بہ سال گذري ويا.

هڪڙي ڏينهن هن جهوپڙيءَ جي باهران ڪنهن جي لنگهڻ جو آواز ٻڌو. ٻاهر نڪري ڏٺائين تہ هڪڙو سگهارو مضبوط جوان، عمدي پوشاڪ پهريل، هڪڙي تيز گهوڙي تي مٿا راڳ ڳائيندو پيو وڃي. هن کيس هڪل ڪئي ۽ هن لغام ڇڪي گهوڙي کي جهليو. فقير پڇيو، "ادا، تون ڪير آهين ۽ ڪيڏانهن پيو وڃين ؟"

"مان ڌاڙيل آهيان ۽ منهنجو پيشو آهي رستن تي ماڻهن کي ڦرڻ ۽ مارڻ. جيئن وڌيڪ ڦرمار ڪندو آهيان، تيئن وڌيڪ آنند ايندو اٿم."

فقير ويچار ۾ پئجي ويو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو، "ماڻهو
هميشه گناهه قبول ڪري توبه ڪندا آهن، پر هيءُ
عجب ماڻهو آهي جو پنهنجن گناهن جي ڳالهه ائين
پيو ڪري جڻ نه ڪا سور هيائي ڪئي اٿس. اهڙي
ماڻهوءَ کي سڌو ڪيئن ڪريان؟ پلا جي هيءُ ائين
پيو واٽهڙن کي ستائيندو، ته ڪهڙي راهه جي سلامتي
رهندي ۽ ماڻهو نه مونڏي اچڻ بند ڪري ڇڏيندا.
جي ائين ٿيو ته منهنجي گذران کي ڌڪ ايندو."
ائين ويچاري ڌاڙيل جي مخاطب ٿي چيائين،
"ماڻهو مونڏي گناهن جي پڇتاءُ لاءِ ايندا آهن ۽
نه تو جيان اوڇي ڳالهه پڌرائي ڪرڻ لاءِ. جي چڱو
چاهين ته ارمان ظاهر ڪر ۽ انجام ڪر ته آئينده
ائين ڪرڻ کان باز ايندين. جي ايهو نه پڄندين ته
هن ملڪ مان هليو وڃ ۽ مونڏانهن ايندڙ مسافرن
کي ستائي، اچڻ کان بند نه ڪر. جيسي ائين به نه
ڪندين ته ڌڻيءَ جي درگاهه ۾ موچڙا لڳندءِ."

ڌاڙيل وڏو ٽهڪ ڏئي ۽ چيو، "مونکي ڌڻيءَ
ٻڍيءَ جي پرواهه ڪانهي، نڪي تنهنجن پارائن جو
ڪو خوف اٿم. تون ڪو منهنجو مالڪ ڪونه آهين.
تنهنجو گذران آهي فقيريءَ تي، منهنجو آهي ڌاڙن
تي. اسان ٻنهي کي ڪو مڙيوئي نمونو گذران جو
کپي. جيڪي پڌيون ڳالهيون تو وٽ اچن، تن کي

ويهي اهي كتائون پڙاءِ ۽ گيان ڏي. مونکي تنهنجي سمجهائيءَ جي كا ضرورت نه آهي. اٿلندو چاڪاڻ ته تو ايهي گيان جا گفتا ڪڍيا آهن ۽ خدائي درگاهه جا خوف ٻڌايا اتيئي تنهنڪري مان سڀائي ٻه ماڻهو وڌيڪ کهندس. توکي ٻه جيڪر اڄ پورو ڪريان پر پنهنجا همت خراب ڪرڻ نٿو چاهيان. پر جي وري مونکي ڪجهه چيو اٿئي ته سڌو جهنم پهچائيندو سانءِ." ائين دڙڪو ڏيئي ڏاڙيل رمندو رهيو ۽ فقير جا ٻيا اٺ سال سک سلامتيءَ سان نبريا.

هڪڙيءَ رات فقيرو پاڻي جي ٻوئي پوري ڪري صدقين (مريدن) جي انتظار ۾ راهه تڪيندو رهيو پر ان ڏينهن هڪ ٻه ڪونه آيو. ڏاڍو ماندو ٿيو ۽ پيٽ پالنا جي چنتا تيڻ لڳس. ائين ڳڻ تور ڪندي پنهنجيءَ زندگيءَ تي سرسري نظر اُچليندي اندران آواز آيس؛ جي "توکان وڏي غلطي ٿي آهي. تون درويش جي چوڻ موجب نه هيانئي بسر نٿو ڪرين. هن توکي سزا ڏني، پر انهيءَ سزا مان اٿلندو تون ڪاڏو ۽ ماڻهن جي ساراءِ پيو ڪني ڪرين. وري اينرو ته لالچي ٿي پيو آهين، جو ماڻهو گهٽ ٿا اچن يا نٿا اچن ته حيران ۽ پريشان ٿو ٿئين. جي اچن ٿا ته تون فقط تڏهن خوش ٿو ٿئين، جڏهن تنهنجي ساراهه ٿا ڪن. اها روش ٺيڪ

نه آهي. دنيوي مان جي پوئتان ڊُڪي تون سمارگ
ڇڏي ڪدڳ لڙي رهيو آهين. اڳين ٻارن لاهڻ جي
بدران نوان سر تي چاڙهي رهيو آهين." انهيءَ
خيال سندس وهڻ وه ڪري ڇڏيو ۽ اندر ۾ ڏنگ
هڻي سندس آرام ڦٽائي ڇڏيو. سڪا روپيءَ جا
ٽڪر ڪنا ڪري ڪوڏر ڪلهي تي رکي اٿي هليو ۽
چيو "هاڻ وڃي ٿو ڪنهن غار ۾ غرق ٿيان، جتي
بني آدم جو پير به پهچي نه سگهي." اڃا به قدم
اڳتي مس هليو ته وري اهو اڳيون ڏاڙهيل اچي
اڳيان لنگهيس. پوءِ پڇڻ تي هو پير ڏاڙهيل پختو جهلي
پڇيس، "ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟"

"اتي، جتي موت ڪو به نه اچي."

"جي ماڻهو نه اچني ته گذر ڪئان ڪندين؟"

درويش جي اک کلي. ڪاڏو هنوقت تاءِ ڪيس
ياد به ڪونه هو پر هينئر اهما انتظاري منجهس نئين
سر جاڳي. ڏاڙهيل وات وٺي رمندو رهيو. درويش
ڏنو ته اڄ مڙيوئي منجهس ڦيرو آهي. اهڙو سنگدل
نه آهي جهڙو اڳي هو ۽ لکو مارڻ ڦرڻ جو دڙڪو
لو ڏئي، سو وٺي ڪيس سڌ ڪيائين ۽ چيائين، "بندا
خدا جا، ڪجهه پڇتاءُ ڪر. ڏٺيءَ ڪان ڪاڏي
پڇندين؟"

ڏاڙهيل گهوڙو ڦيرائي ڏانهس وڌيو ۽ ڪب

كڏي اُلر كيائينس ته فقير وٽي يگو ۽ جهنگ منهن
ڏنائين. ڌاڙيل كي كو نه پيس ليكن چتاءُ كري
ڇڏيائنس ته ٻه دفعا ڇڏيو ٿي مان ۽ پر جي ٽيون دفعه
كو اكو كڏيئه ته كين ڇڏيندو سان ۽.

شام جو فقير پاڻي ڏيڻ ويو ته ڇا ڏسي ته هكڙو
سلوا پوبو آهي ۽ ننڍڙو صوف جو وڻ پيو اسري.
وقت گذرندو ويو. روٽيءَ جو خاتمو ٿيو. فقير ٻاهر
گولا ۾ نكتو ته هك هڙ مانيءَ جي وڻ جي شاخ ۾
لٽكيل ڏنائين. لاهي كولي بكه پگائين. اهڙيءَ طرح
كيس هميشه هك هڙ بنا رڌني جي ملندي رهي. هاڻي
كيس صرف هك چنتا هئي تـه متان كنهن وقت
ڌاڙيل اچي قتل كريً ۽ گناهن لاهڻ كان اڳ مري
وڃان. ائين رهندي ڏه سال گذري ويس. هكڙي
ڏينهن ويهي ويهي ويچار آيس تـه مان وڏو گناه
ٻي كيو آهي جو موت جو پؤ ٻي ركيو اٿم. جيكڏهن
ايشور مهر كري. ته مان پنهنجن پاپن جو بوجو مري
ساهه ڏيڻ سان ٻه اهڙوئي لاهي تو سگهان، جهڙو
كنهن ٻه ٻي نموني ۾. انهيءَ پرم پتا كي هزارين
نمونا آهن پنهنجي كم كرڻ جا. اجان اهو خيال
كيائين مس ته پريان ڌاڙيل جي گهوڙي جي ٽاپ
ٽاپ ٻڌائين. پٺيندو پاراٽا ڏيندو، گاريون كڍندو
ٻي آيو. ويجهو اچڻ تي ڏنائين ته كيس پنيان هني

سان هڪڙو نوجوان ٻڌل هو، جنهن جا هٿ پير قابو
هوا ۽ ٻوٽ بند هو. فقير اچي گهوڙي جو اڳ جهليو.
رستو روڪي به رهيو ۽ پڇيائين، "هن شخص
کي اهڙي ۽ ذليل حالت ۾ ڪاڏي ٿو وٺي وڃين؟"

"ٻيلي ۾ ٿو وٺي وڃانس. شاهوڪار واپاري ۽
جو پٽ آهي پر ٻڌائي ٿو ته سندس بابي جي مايا
ڪٿي لڪل آهي. ڪيس اڌ مئو ڪندس ۽ تيسين نه
ڇڏيندس جيسين سچي نه ڪندو."

فقير ڪيس وڃڻ کان روڪي گهوڙي جي لغام ۾
هٿ وجهي چيو، "هن ماڻهوءَ کي آزاد ڪر."

ڌاڙيل کاٽي ڪڍي چيو، "ڇا، اڃا عقل
جاءِ نه آيو اٿئي. اڳيئي توکي مارڻ جو پورو ڪيو
اٿم. ڇڏين ٿو يا نه؟"

"ٻنهه ڪين ڇڏيندو سانءِ. مونکي تنهنجو ڪو
خوف ڪونهي. خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن جو پرو نه
اٿم. ايشور مونکي صاف حڪم ڪري رهيو آهي
ته توکي اڳتي وڌڻ نه ڏيان. ڇوڙي ڇڏ هن بيگناه
۽ بي قصور منش کي."

ڌاڙيل منهن ۾ گهنڊ وجهي، ڪپ ڪڍي،
رسيون ڪپي، شاهوڪاري نينگر کي آزاد ڪري
چيو، "وڃي ٻڌءِ جهنم جو ٽرويرو. وري نه منهنجي
منهن چڙهجو." ائين چئي هلڻ لڳو، پر فقير وري به

ڪيس روڪي چيو "پيارا، شاباس اٿئي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو ايهو خراب ڌنڌو ڇڏي وڃي صلح سانت جي حياتي بسر ڪرين. رب ڏاڍو بي پرواه آهي. ڏڪندو ڏرندو توبه تائب ٿيءُ ته مالڪ مهربان توکي پنهنجي گود ۾ وٺي." ته اڙيل سانت ۾ ايهي لفظ ٻڌندو، بنا جواب ڏيڻ جي راهي ٿيو. صبوح جو فقير پاڻي ڏيڻ ويو ته ڏٺائين ته بيوسلو به اپريو آهي ۽ بيو صوف جو وڻ تو اسري.

بيا ڏهه سال گذري ويا. فقير هيئنر پنهنجي موج ۾ هو. ڪيس ڪا به خواهش ڪا نه هئي ۽ نڪو وري ڪو خيال خطرو هوس. سندس اندر ۾ آنند ئي آنند هو. هڪڙي ڏينهن دل ۾ خيال آيس ته ڏٺي ۽ انسان لاءِ ڪيڏي نه راحت ميسر ڪئي آهي! جڏهن ماڻهو هميشه دائمي خوشي ماڻي سگهن ٿا تڏهن ڇو پيا پاڻ کي خراب خوار ڪري دکي ڪن. ائين ويچاريندي سندس من ۾ جي آيو ۽ سندس اندر ۾ انسان ذات لاءِ همدردي پيدا ٿي. سمجهيائين ته هيئن گوشه نشيني ۾ رهڻ نه جڳائي پر دنيا ۾ هلي ماڻهن کي سچي علم کان واقف ڪرڻ گهرجي. اڃا انهيءَ خيال ۾ هو ته وري به اهو ڏاڙيل اچي اڳيان لنگهيس. پهريائين ته ويچاريائين ته هنکي ڪجهه نه چوڻ اڃايو آهي. اهڙو پتو ڪيئن مڙندو. پر وري

دل ڦيرايائين ۽ اڳتي رستي تي وڌي ڏاڙيل جي
ويجهو آيو. ڏٺائين ته هن جي چهري تي غم ڇانيل
هو ۽ سندس اکيون زمين تي کتل هيون. فقير سندس
اداسائي ڏسي مٿس رحم ڀريل نگاهه سان نهاري
کيس همت وجهي جهليو ۽ هيٺينءَ ريت سمجهاڻي ڏني.
چي ”منڙا يارَ، پنهنجي آتما تي قياس ڪر. تنهنجي
اندر انهيءَ جانب جو جمال موجود آهي پر انهيءَ
هوندي به تون پاڻ کي دکي تو ڪرين، ٻين کي
عذاب تو ڏين ۽ پنهنجي لاءِ آئينده جي عذابن جو
سامان پيو ڪٺو ڪرين. ڏس ته خدا تعاليٰ توکي
ڪيڏو نه پيار تو ڪري ۽ تنهنجي لاءِ ڪيڏي نه
راحت موجود رکي اٿس. ادل، ڪجهه ساڳاهه ۽
ناحق پاڻ کي تباهه نه ڪر. پنهنجي زندگيءَ ۾ تبديل
آڻ. اڃا وقت ڪونه ويو اٿئي. ڪري ڪري جنهن
نه ڪٿي تنهن به جڙ ته نه ڪٿي. ڀلي پاڻ آئي سا به
جڙ نه ڀلي. حياتيءَ تي ڀروسو ڪونهي؛ هينئر نه
سنڀاليندين ته پوءِ همت هٽنديين.“

ڏاڙيل منهن گهنجائي چيو، ”مونکي ڇڏي ڏي.
ياده نه چئُه.“ فقير کيس وڌيڪ پختو جهليو ۽ اچي
وڻ ۾ چتڪيو. نماڻا نيڻ کڻي، اُتي چپ چپاتي
زي ڪيائين. ڏاڙيل جو ڏانهنس نهارڻ ۽ بنا
نجرن قيد ٿيڻ. همت هارجي ويس ۽ دل ڏاڍا

تي پيس. گهوڙي تان لهي، گوڏا کوڙي، ٽمنڊڙا ڪين سان چيائين، ”هي رهبر سائين، مون هارايو، اوهان کٽيو. مونکي زرخريد ٻانهي جيان جيئن وڻيو تيئن هلايو. ويه سال مون اوهان سان ٺٺرائپ ڪئي آهي پر آخر پيش تو پوان. هن ڪان پوءِ مان بيوس آهيان ۽ اوهان منهنجو وسيلو آهيو. پهرين ملاقات ۾ اوهان جي هدايت مونکي ڪاوڙايو ۽ وڌيڪ ظالم ڪيو. مون تي اوهانجي لفظن جو اثر ئي تڏهن ٿيو جڏهن ڏٺم ته اوهان ماڻهن ڪان پري ٿا رهو ۽ انهن ۾ اوهان جي لالچ ڪا نه آهي. ان وقت ڪان وٺي مان مائيءَ جي هڙ! اوهان جي لاءِ وڻ جي شاخ ۾ ٽنگي ويندو آهيان.“

اتي فقير سمجهيو ته مائيءَ جي صفا ٽوال سان ميز جي صاف ڪرڻ جي معنيٰ ڇا هئي. پاڻ به جڏهن خودي ۽ ميل من مان ڪڍي ٻهر يائين پنهنجو اندر اجاريو هوائين، تڏهن ئي ٻين تي سندس اثر پوڻ لڳو.

ڌاڙيل چيو، ”جڏهن مون ڏٺو ته اوهان کي موت جي به پرواه نه آهي تڏهن منهنجي دل پڇي پيئي.“

اتي فقير کي يادگيري آئي ته ڪيتن نا هيٺندڙن جا پنا مڙيائي تڏهن هوا، جڏهن هڻ پهريان جهلي کي

قابو ڪري انهن کي سڪ ڪيو هو. ساڳيءَ طرح
جڏهن هن به موت جو ڏر ڪڍي پنهنجي زندگي
خدائي هستيءَ ۾ سمائي پختي ڪئي، تڏهن ئي
هڪڙي فسادي بدل ڦيرائي نرم ڪري سگهيو ۽
انکي ادب ۾ آڻي سگهيو.

ڏاڙيل چيو، ” جڏهن اوهان مون تي رحم ڪاڻو ۽
منهنجي لاءِ همدرديءَ جا ڳوڙها ڳاريا، تڏهن منهنجي اندر
واري تي جڻ ته اوهين مڪمل قبضو ڪري
چڪا، منهنجا هٿيار سڀ نڪما ٿيا ۽ مان اوهانجي
قدمن ۾ ڪريس. “

فقير جي خوشيءَ جي حد نه رهي. هو ڏاڙيل
کي انهن ٻوڻن وٽ وٺي ويو ۽ ڏٺائون ته نيون سلو
به نڪري نروار ٿيو هو. انهي فقير کي يادگيري آئي
ته آلا تڏهن پوريا هوا، جڏهن پوريائين سڪن پاڻ
کي ساڙي وڌو مڃايو هو. ساڳيءَ طرح جڏهن
هنجي پنهنجيءَ دل کي ٿيلهي لڳي ۽ هوءَ روشن ٿي
تڏه ان مان ٻيءَ دل به چٽنگ ڪنهين. خالي ڏيئو
فقط ٻرندڙ ڏيئي مان ئي ٻيو روشن ٿي سگهندو.
تنهنڪري هر ڪنهن جدا ايسٽ ڏيندڙ کي پوريائين
قلب صاف ڪري، ايشور ۾ پختو وشواس رکي،
مسڪينن ۽ غريبن جي دک ۾ ڀاڱي کي دکي جاڻي،
گنهگارن کي نفرت جي نگاهه سان ڏسڻ جي بدران

مٿن ڪهل آٽي، پنهنجي دل اندر جوت جاڳائي آهي. تڏهن ئي فقط هنجو بين تي اثر ٿيندو.

فقير جا پورهيا ثاب پيا. سندس گناهن جو جبل پٿون ٿي پيو ۽ سندس جيوت جس واري ٿي. هن ايهو سچو روحاني راز ڏاڙيل کي ٻڌائي هن فاني جسم کي ترڪ ڪيو. ڏاڙيل کيس باعزت دفن ڪري، سندس حڪم موجب حياتي گذاري، پنهنجي ۽ ٻين جي راه سنوارڻ لڳو.



# محنت، موت ۽ مرض

**محنت** انسان کي سيکاري ٿي ته دنيا ۾ هرڪو پاڻ تي مدار رکي ٿو تنهنڪري ڪنهن کي به ڪنهن سان ڦٽائڻ نه گهرجي.

**موت** دنيا جي بي بقائي ۽ جي تصوير چٽي انسان جي ڪنڌ مان ڪلي ڪڍڻ لاءِ سٽيل آهي، جئن هو پاڻ کي مهمان سمجهي سڀ سان مٺ محبت ۾ هلي.

**مرض** انسان جو غرور ڪڍي پيو ڦٽو ڪري ۽ کيس پنهنجي هيڻائي ۽ ڪمزوري ياد پيو ڏياري.

پر حضرت انسان اهي سهڻا سبق سڀ وساري الٽي ۽ وهم ۾ پيو وهي.

* * * * * *

پٽاگونيا (Patagonia) جي لوڪن ۾ هيٺين ڏند ڪٿا مشهور آهي:-

جڏهن پهريائين ايشور ماڻهو پيدا ڪيا تڏهن اهڙو سلسلو رکيائين جو کين نڪا ڪم ڪرڻ جي ضرورت هئي، نڪي کين کاڌي، ڪپڙي يا ڪنهن اجهي جي گهرج ٿي پيئي. هرڪو انسان پورا هڪ

سؤ ورهيه دنيا ۾ رهيو ٿي ۽ هر ڪنهن مرض کان آجو هو.

ڪيترو وقت گذري ويو. ڪنهن سمي انساني حالتن جا چڙهاءُ لاهه جان ڪٽي پرميشور پرتال شروع ڪئي ته ڏٺائين ته ماڻهو پنهنجي نصيب سان راضي نه هوا، نڪي سندن دل ئي شاڪر هئي. هر ڪنهن کي پنهنجي سر جي لڳي پيئي هئي، هڪ ٻي ۾ ٻي نڪريا ۽ سندن جيوت اهڙي ته خراب پئي گذري جو حياتي هنن جي لاءِ نعمت جي بدران ڄڻ ته ڪو بار تو هئي.

ڏٺي تعاليٰ دل ۾ ويچار ڪيو ته هي سڀ سندن هڪ ٻي کان جدا رهڻ جو نتيجو آهي. هر ڪو پيو پنهنجي لاءِ جئي. انهيءَ نموني کي بند ڪرڻ جي خيال کان هن اهڙي ته نٽي ڪل ڦيري، جو ماڻهن لاءِ محنت کان سواءِ گذران ڪرڻ ئي مشڪل ٿي پيو. بلڪ ۽ تڏ کان ٻچڻ لاءِ ڪين جاين جي ضرورت ٿيڻ لڳي، هو زمين کيڙڻ جو احتياج محسوس ڪرڻ لڳا ۽ چوپائي ڌڻ پالڻ کان سواءِ سندن گذارو ڏکيو ٿيڻ لڳو.

ڏٺيءَ جا نو نه پورهيو ضرور ڪين گڏي ڪير ڪنبڪندو. ڪوبه انسان ڪانيون ڪرڻ، جايون جوڙڻ، اوزار ناهڻ، پوک ڪرڻ، لڻڻ، ڪتڻ، اُڻڻ، سبڻ

وغيره سڀ ڪم پنهنجي سر تہ ڪري ڪونہ سگهندو،
تنهنڪري هر ڪو لاچار محسوس ڪندو تہ جيتري
قدر ملي ڪم ڪبو، اوتري قدر پيدائش بہ وڌيڪ
ٿيندي ۽ هر هڪ جي جيوت بہ سکي نڀندي. هٿ
هٿ ڪري ڪم اڪلائڻ کان سواءِ ٻيو چارو نہ
هوندن تہ ضرور هڪ ٻي سان محبت ۾ ورتڻ جي
ڪوشش ڪندا. انهيءَ نموني شڪ نہ آهي تہ سندن
پاڻ ۾ ايڪو ٿيندو.

وري ڪو زمانو گذريو. ملڪن جي مالڪ نگاهہ
ڪئي تہ ڏسان تہ انسان ذات سکي ٿي يا نہ ۽ ماڻهن
جي دل اندر راضپو آيو يا نہ. پر ڏٺائين تہ سندن
حال اڳي کان بہ وڌيڪ خراب هو. ائين برابر هو
تہ هنن ڪم گڏجي ٿي ڪيو، چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ
ڌاران سندن سري ڪانہ ٿي؛ پر سيني گڏ نہ ٿي
ڪيو. هنن جدا جدا ٽوليون ڪٽي ناهيون هيون.
هر هڪ ٽوليءَ پنهنجو ڪم ڦيرائي ٿي ٻيءَ تي رکيو؛
هنن هڪ ٻي جي ڪم ۾ رڪاوٽون وجهي پي هڪ ٻي
کي گهٽ ڪرڻ جون تجويزون سٽيون. سندن وقت
۽ قوت سموري جهڳڙي ۾ پي ضايع ٿي. اهڙيءَ
روش مان گهاٽو بہ هر ڪنهن جو هو.

اهو حال ڏسي ايشور فيصلو ڪيو تہ ماڻهن کي
موت جي پوريءَ تاريخ کان اڻڄاڻ رکجي ۽ پوري

سؤ ورهين جي زندگيءَ بدران ڪنهن بہ عمر ۾
سندن مرڻ ممڪن ڪجي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن ماڻهو
ڏسندا تہ سندن حياتي صرف هڪ سنهي ڌاڳي
سان اٽڪيل آهي ۽ ڪنهن بہ وقت اهو ڌاڳو ڇڄي
۽ ڍهي پئجي، تڏهن جهيڙي جهڳڙي ۾ قيمتي وقت
وڃائڻ کان ضرور حذر ڪندا ۽ هر هڪ پل کي
بي بها غنيمت سمجهي ان جو قدر ڪرڻ سگهندا.
جڏهن ڏسندا تہ

ڪال بندي جي سر تي تو پل پل پڪاري
ڪي مڱيائي ماري وڃي ڪي کهي ڪنواري
ڪي لاون ۾ لڙهي وڃن ڪي خان متان ڪاري
ڪي پيريءَ ۾ پيا رهن ڪي جوان نہ جياري

تڏهن سندن مغز جاءِ ايندو ۽ حياتيءَ جا هيرا
لعل انهن هٿن سان ويڙهت قتي نہ ڪندا ۽ نڪي
هڪ ٻي سان وڙهي توري جيئڻ لاءِ مٺي محبت ۾
گهاري وجهندا:

ورهيہ گذرندي ويرم ڪانہ لڳي. وري ايشور
تپاس تي نڪتو. اچي ڏٺائين تہ ماڻهو هٿ تہ اٽلندو
قصوري ڳڙ ڌاڻي تي پيو آهي! ڪي ماڻهو ٻين کان
وڌيڪ مضبوط آهن ۽ ڇاڪاڻ تہ خبر اٿن تہ موت
ڪنهن بہ وقت اچي تو سگهي لنهنگري پاڻ کان
هيڻن کي آزاري ۽ متن حملو ڪري ڪن کي راهہ

عدم روانو ٿا ڪن ته بين جو ساه سڪا ئي هميشه
ڪين خوف ۾ اڌ مئل ٿا رکن. اڳ جڏهن عمر مقرر
هوندي هئي تڏهن هر ڪنهن کي خبر هئي ته ڪو به
پنهنجي معياد کان اڳ نه مرندو ۽ انهي ڪري
ڪو به پاڻ کي بين جي حيا تيءَ جو والي نه سمجهندو
هو. هاڻي جڏهن ڏٺائون ته 'موت نه پڇي مند' تڏهن
مڪو مڇي پين ۽ هر ڪو ڏاڍو هيٺيءَ مٿان ستم جي
ڇري وهائڻ لڳو. 'جيڪو ڏاڍو سو گابو' وارو
قاعدو چوڏس چوڌار مروج ٿي ويو. جيڪي قوت
ڪڙا ئيءَ وارا مڙس هوا تن ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو.
سندن چاڙتا به فرحت ۾ گذارڻ لڳا. باقي جتي
اچي پيئي ڪمزورن تي. رات ڏينهن پيا پگهندا
هوا ۽ پنهنجي طاقت تان گهڻو وڌيڪ وهندا هوا.
هو ڏندا ڏوتا سندن پگهر جي پور هئي جو ڪتيو ڪائي
ويا سچندا ۽ هي غريب هڏ هڻي هئي، ساٽا تي، ويا
سڪندا ۽ سڙندا. ڏاڍا هيٺن کي ڪراهت جي
نظر سان ڏسندا هوا ته هيٺا وري خوف وچان نه
ڪچي، اندر ۾ پيا پوسڙندا هوا ۽ آهون ڪندا هوا.
پيا تڪيندا هوا ته من ڪڏهن 'آه غريبان قهر خدائي'
وارو قصو بڻجي. ڏاڍا ٿيا زميندار ته هيٺا ٿيا
ڪڙمي؛ ڏاڍا ٿيا ڪارخانن جا مالڪ، ته هيٺا ٿيا
پورهيت؛ ڏاڍا ٿيا سينيون، ته هيٺا ٿيا چاڪر؛

مطلب ته ڏاڍا ٿيا امير، ته هيڻا ٿيا فقير. انهيءَ
ويچي دنيا جي صلح ۾ باقي به رخنو وڌو ۽ نفرت،
ڌڪار ۽ غريبان مار وڌي چوٽ تي پهتيون.

ايشور ايهو حال ڏسي پريون هٿيار رهمت ۾ ڪنيون.
هر ڪنهن قسم جو مرض ماڻهن ۾ ڦهلائي ڇڏيائين ته
انهيءَ خيال سان ته جڏهن بيماريءَ جي بستري تي
تڪليف پسندا، تڏهن محسوس ڪندا ته تندرست
ماڻهوءَ کي بيمار سان همدردي ڏيکارڻ، ان تي
رحم ڪرڻ ۽ هن کي مدد ڪرڻ لازمي آهي، نه فقط
انساني لحاظ کان، پر انهي ڪري به، ته جيڪڏهن
پاڻ ڪنهن سان به ڀيو ڪٽندو ته تڪليف جي وقت ۾
ٻيا به اچي سندس دلبري ڪندا. انسان دک سک
جو پتلو تي وڌيڪ ديا ڌاريندو ۽ سندس ڪنڌ مان
ڪلي نڪري ويندي. بيمارن جي شيوا ۽ ٽهل ۾
انساني من پچندو به ويندو ۽ سنگدل جي بجاءِ
چوطرف ڪومل هردو به پيدا ٿيندو ويندو. ٻئي
طرف اخلاقي واڌارو ڪندا. سهائتا ڪندڙن جا
اندر اوجل ۽ نماڻا ٿيندا ۽ بيمارن جي اک کلندي
ته ڪيئن نه هو لاچار وقتن تي ٻين جي همدرديءَ
جا محتاج آهن. انهين ڏسي سندن دل اندر شڪر
گذاريءَ جو مادو پيدا ٿيندو ۽ سندن پٺ دل پاڻي
تي پوندي.

مٿيون بندوبست ڪري ايشور وري انسان ذات کي ڇڏي ڏنو. موٽي جڏهن اڇي ڇڪاس کيائين ته ڏنائين ته جنهن منت کان مرض منهن کڍيو هو، تنهن منت کان انسانن جي حالت تمام ذليل تي پهتي هئي. جن مرضن لاء ايشور سمجهيو ٿي ته هنن کي گڏي هڪ ڪندا، تن اٽلندو سندن خانو خراب ڪري اخلاق بگاڙي ڇڏيو هو. جيڪي ٻين کان ڪمزور ٿيڻ تي هريل هوا، سي هاڻي بيماريءَ جي وقت اٽلندو ڪائن اوجاڳا ڪرائڻ ۽ خدمت وٺڻ لڳا. جيتوڻيڪ پاڻ ڪنهن جي شيوا نه ڪندا هوا، ته به پنهنجي شيوا ڪرائڻ ۾ پاڻ کان هيٺن جي مٿي پليد ڪري ڇڏيندا هوا. هنن ويچارن کي ايترو نه رذل رکندا هئا، جو ڪين پنهنجي گهر جي بيمارن جي سار سنڀار لهڻ جو وقت به نه ملندو هو. ڏاڍي جي ڏندي کي مٿي ٽيڪيندي ڪين پنهنجن پاٽين کي صدقي جي ٻڪري ڪري ڦٽي ڪرڻو پوندو هو. وري ڪي مرض وچڙندڙ سمجهڻ ۾ آيا، جنهن ڪري انهن ۾ گرفتار ٿيڻ جي ويجهو وڃڻ کان ماڻهو ڇرڪڻ لڳا. نه فقط انهن کان پر انهن کان به، جيڪي سندن ٽهل ٽڪور ڪرڻ جي جوابداري رکندا هوا. اهڙيءَ طرح اٽلندو خود غرضي، تن پرستي، سنگدلي ۽ بي دردي وڌي ويئي؛ هڪ انسان ۽ ٻي جي

وڃي ويچو ويو وڏو ٿيندو. اهو حال ڏسي ايشور خيال ڪيو ته جنهن صورت ۾ هن سان جيڪا چڱائي ٿي ڪجي، سا ڪين ڦيرائي پٽ تي ٿي هٽي ۽ سندن حوصلو خطا تي ڪري ڇڏي، تنهن صورت ۾ هاڻي ڪين ڇڏي ڏجي ته پيل ته ڏک ڪائي سگهن. نيٺ جڏهن وڏهي وڙهي پانگا ٿيندا تڏهن پاڻهي عقل جاءِ ايندن ۽ سچي سک خواه آنند جي تلاش جو فڪر لڳندن.

ان ڪان پوءِ ايشور انسان ذات جو اونو لاهي ڦٽو ڪيو.

ماڻهن جو ڪجهه وقت ته حقيقت جي طرف رجوع ٿيڻ ڪان سواءِ گذري ويو. ڪين پتو ڪونه پيو ته ڪهڙي ريت سگهي گذارڻ برابر يا ممڪن آهي. پر نيٺ ڪي سمجهڻ لڳا ته بيلي پرهٽي جي هرويرو اها معنيٰ نه آهي ته ”راڄل ويني راڄ ڪمائي، مانگل ويني پوڙهيا ڪري،“ يا هڪڙا ٻين ڪي غلامي جي گهاڻي ۾ چاڪي جي بيل جيان اندا چڪر ڪارائين ۽ واهين ته ٻيا ويچارا ڪاري پاڻي جي قيدين جيان پيا قيد ۾ ڪال ڪاٽين. پورهيو ته اتلندو آنند جو سرور ٿيڻ گهرجي، جو سيني اچايلن کي آب رسائي، سندن غير آباد ۽ برباد دليون آباد ڪري. زندگي جي تسبيح ۾

پورهئي جوئي ڏاڍو آهي جو جدا جدا ڌاتُن کي
ملائي هڪ سچي جا جزا تو بڻائي ۽ جدائيءَ جو پيڙ
پوري پيچي تو ڇڏي. اهو پڻ هو محسوس ڪرڻ لڳا
ته جڏهن ڪال قهري ڪمان ڪنيو انساني جسم کي
هردم ڇتڻ لاءِ تيار بيٺو آهي ۽ ڪنهن وقت جان
کان بي جان ڪري ڇڏي، تڏهن ڇو نه حياتيءَ جو
جيڪو به وقت ملي ٿو ان سو ٻهير، آنند، دلي محبت
۽ ساز ۾ صرف ڪيون. ويچاڙيءَ ۾ اهو پڻ نشچي
ڪيائون ته سبب ئي ڪونهي جو مرض ماڻهن ۾ جدائي وجهي.
انهيءَ لاچاريءَ جي ڪري ته اُتلندو پراتري پاءُ وڌڻ
گهرجي، پيار محبت اسرڻ ڪپي ۽ قرباني خواهه
پراپڪار جو خيال زور ٿيڻ گهرجي.

اهي خيال ويچاري ڪن اشرافن انهيءَ ڏس
۾ قدم کڻڻ شروع ڪيو. پاڻ عمل ڪري ٻين کي علم
ڏيڻ لڳا. سندن سکيا جي اثر هيٺ انساني خيال
۽ طبع ۾ ڦير ڦيندو ويو ۽ جلدئي ڪيترا ڀلا ماڻهو
پنهنجي شخصي زندگيءَ ۾ انهن سونهري خيالن تي
هلي، پاڻ عام جيوت کي ٺاهڻ لاءِ منڊليون ۽
سوسائٽيون ٻرپا ڪرڻ لڳا. برائيءَ جي وايو منڊل ۾
چڱائيءَ ۽ حق جو نعرو لڳڻ شروع ٿيو.

اهو پرچار اڃا تاءِ جدا جدا ٻولين ۾ جدا جدا
جسمن دواران پيو ٿئي. پنجئي آگريون برابر نه

آهن، تنهن هوندي به ٻيو ڪوئي ڪانهي. هن ڪاري ڪلجڳ، (چوڏهين صديءَ) ۾ ڪيترا رحمدل ۽ ديوتا پرش انسان ڏسجن ۽ ٻڌجن ٿا، جن جو مٺو سڀاءُ، دکين سان همدردي، انسان ذات لاءِ اڻ ورچ ۽ بي طمع خدمت وغيره گڻ، ڪاريءَ رات اونداهيءَ ۾ روشن قطب جيان رهبري ڪري ڀيا دلين جي راه سنوارين ۽ دلاسو ڏين ٿا.

اڃا به آهين، سڀ نه ويا سنسار مان.

اهي زنده دل انسان جتي وڃن، اتي پريم پلٽين ۽ محبت ونڊين. شل سندن پيار جون لهرون انسان ذات جي دلين جي اندرين تهه ۾ وڃي پهچن ۽ وري جت ڪٿ پريم ڦهلجي!



# شيطان جو چار



جيسين انسان وٽ پورو سورو آهي ۽ هو هٿ هلائي اينترو تو پيدا ڪري جيترو ڪيس گهرجي، تيسين هنجي بدي سالم ٿي رهي ۽ هن تي شيطان به غالب پئجي نٿو سگهي؛ پر جڏهن مال مٿو ٿو ٿئيس، تڏهن سندس مٿو ڦريو وڃي، هنجي دل پٿر ۽ طبيعت ظالم ٿيو پوي ۽ هنجي اندر ۾ موجن ماڻڻ جا خيال پيدا ٿين ٿا. شيطان جو چار آهي عيش عشرت. هڪ دفعو انسان ان ۾ اٽڪيو ته پوءِ ويندو پائمال ٿيندو.

انسان جي اندر ۾ چڱائي ۽ لڱائي ٻنهي جو مادو موجود آهي. پورهيو پورهيت کي ترجيع ٿو ڏئي ۽ بيڪاري ۽ عيش عشرت ٻئي کي هٿي ڏين ٿيون. هڪ دفعو جيڪو پاسو زور پئجي ويو، تنهن جو وري پوئتي هٽڻ ڏاڍو مشڪل آهي؛ خاص ڪري جڏهن لڱائي زور ٿي پوي، تڏهن ته ان جي جڙ اکوڙڻ محال ٿيو پوي.

گهرج کان وڌيڪ ڀيڙ رکڻ، ضرورت کان وڌيڪ جاهه سيڙائڻ ۽ لوڙ کان وڌيڪ پئسو رکڻ هڪڙو عالي گناهه آهي، جو اول انسان ۾ حرص پيدا

وي جبل جي چوٽيءَ تي بهاري توءِ پوءِ نيٺ
س اتان هيٺ پٽ تي ڪيرائي ڇڪنا چور ڪري
عرش تي اوياري فرش تي اُڇلائي توءِ ماٺوءَ
ي چوٽياري چوٽ رسائي ڏٺيون پاٺيون وڃائي تو. ]

* * * * * *

هڪڙو غريب ڪڙمي ٻنيءَ ۾ هر ڪيــڙڻ ويو. ويچاري کي نيرن نه نصيب ڪانه تي هئي، پر منجهند جي مانيءَ لاءِ ٻه ڪوراتو ڪو ٻچيل سچيل کڻيو ساڻ کنيو هوائين. زمين تي پهچي، اوهو کڻيو ڪٺي هڪڙي ٻوٽي جي ڇانوَ ۾ ڪوٽ سان ڍڪي لڪائي رکيائين ءِ پاڻ وڃي ڪار کي لڳو.

جيئن ڏينهن چڙهڻ لڳو تيئن ڪيسر بکـ ماندو ڪرڻ لڳي، تانجو مٿان اچي ٺاڪ منجهند ٿي. هر جي چوٽي زمين ۾ اٽڪائي، گهوڙي کي چراگاهه ۾ آزاد ڪري، پاڻ اچي ٻوٽي جو پاسو ورتائين. صرف ڪوٽ مٿي ڪرڻ جي دير هئي. بگهڙ واگهوءَ وارو وات ڪوليو وينو نظــر آيس. مانيءَ جو کڻيو هوئي ڪونه. سياڻن سچ چيو آهي ته غريبن روزا رکيا ته ڏينهن ٻه ٿيا وڏا. ٻيٽ پري ڪاڻڻ جي ته ويچاري غريب کي سپني ۾ ٻه خبر ڪانه هئي، پر هي رکو سکو ٻار ڙو ٽڪر ڪائي، ٻه ڍڪ پاڻي پي، جو عيانءَ جهل ڪندو هو، سو آسرو ٻه سندس ويندو رهيو. هڪ

اڻ هوند ٻيا افعال ٻڌڙا. گهٽيون ئي هٿورا ڙيون هڻيائين،
هيڏي هوڏي ڦولهيائين، پر ٻي اوري جا ڇپائين پر
ڳيو چوي، "مون هٿ ئي نه لاءِ." ڏاڍو ششدر ٿيو.
چي "مون ته ڪنهن کي ايندو ويندو ڪونه ڏٺو.
ڪک ته نه هو جو اڏامي ويو. ڇا! پاتال ۾ پيهي
ويو؟ ڌرتي ڳهي ويئي؟ ڪوٽ اڳري ويو؟"
ڳهٽائي دليل ڊوڙايائين پر پتو ڪونه پيس.

حقيقتاً هڪڙي شيطان ٽڙي ڪڙميءَ کي ڪم ۾ رڌل
ڏسي ايهو ڳيو چورايو هوءَ پاڻ وڃي ٻوٽي جي پوئتان
اوٽ ۾ لڪو هو انهيءَ لاءِ ته ڏسان ته ڪيئن ٿو
ڪڙمي پاٽيءَ کان ٻاهر نڪري پاراتا ڏيڻ شروع
ڪري ۽ اڇلون ڏئي. هن کي پڪ هئي ته ڪڙميءَ
کي ٻاهه وٺي ويندي ۽ ضرور گارين ۾ ڇنڪي ويندو.
خاطري هئس ته تيسين سک نه سمهندو جيسين هٽي
ڪنهن جو ڪاوڙ ۾ ڳاٽو نه ڇٽ ڪري ڇو ته 'بک
ڇڙو ٽول دانهه ديوانا ڪري.'

ڪڙميءَ جي نا اُميديءَ جو پار نه رهيو. پر جيتوڻيڪ
ڪ ۾ پاهه اي ٿيو ۽ هن وقت ايهو سڪل ڳيو هُن
ي لاءِ ست رڃي ڇتيهن طعامن کان به وڌيڪ سوادي
و ته به سوريي ويو ۽ دل جهلي ڇپائين، "خير،
نهنجو وقت به گذري ويندو. ڪو بک ۾ مري ڪونه
يندس. جنهن ڳيو ڪنيو آهي تنهنکي ضرور ڪا گهرج
ڙندي. ڀلا ڪائي خوش ٿئي. ان جو به ڀلو."

انهن چڱي پر واري ۽ کوهي ۽ تان ٿڌي پاڻي ۽
ڇاٻہ ڀڪ پي آرام ڪيائين. گهڙي ڪن ويساهين
ڪري گهوڙو ٻڌي وري ھر ڪاهڻ کي لڳي ويو.
شيطانڙي کي باهه وٺي ويئي چي "پورهيو ئي برباد.
مون ته سمجهيو ته هو ضرور سڌ ٻڌ وڃائي گناهہ ۾
ڪرندو پر هي ۾ ته دل جي آرام ۽ جمعيت سان پيو
ڪم ڪري." هن ڪان اها هار سٺي نه ويئي، سو
وٺي دوزخ ڏانهن ڀڳو ۽ جلدئي اچي پنهنجي آقا
شيطان وٽ پهتو. باهه جهڙي سرخ ڇهري سان ٻئي
هٿ ڪرمن کي هڻندو چوڻ لڳو، "سائين، اڄ
مون سان جنسي وئل وهي ويو آهي. ڪين جهڙي
ڪڙمي ۾ کي پنهنجي چار ۾ ڦاسائي نه سگهيو آهيان.
شايد تنهنجي حشمت ڏينهون ڏينهن ٻه ري ٿيندي
پيئي وڃي جو ماڻهن جون دليون اهڙيون نرم ۽
رحماني ٿينديون ٿيون وڃن. ٽيو چورائي ڇڻگ ته
چوريم، پر پنيئت بريوئي ڪين. هو نامراد پارائن
ڪپڙ يا بدلي خواه وير جي ويچار ڪرڻ بدران
اُلٽو چور کي دعائون ڪرڻ لڳو. جي ٿورو ئي وقت
هو ائين هليو ته پوءِ پنهنجي حڪمراني ۽ جي جسڙ
اکڙيل ڏسندين." ايهي لفظ ٻڌي شيطان غصي ۾
لعل ٿي ويو. سندس منهن ٽامڻي هڻڻ لڳو.

نيسف جڏهن ڳالهائڻ اکليس تڏهن بلڪل شوخ

آواز سان چيائين، ”جيڪڏهن ڪڙمي ۽ ٽوڪي
شڪست ڏني آهي ته ان ۾ ڏوهه تنهنجو ئي هوندو.
تو بورو رستو اختيار نه ڪيو هوندو. جي ائين هاري
ناري اسان جي چنبي کان نڪري ويا ۽ ساڻ ٽي
پيا ته پوءِ اسان جو بيشڪ برو حال ٿيندو. جيئڻ ٿي
جنجال ٿي پوندو. خير، ڪجهه به هجي هن ڳالهه
جي ضرور پوئواري ٿيڻ گهرجي. هيءَ اسان جي
آڪهه جي لاءِ جيوت ۽ موت جو سوال آهي. هاڻي
تون منهنجي اکين اڳيان. وڃ ۽ وڃي ايهو ڳيو ڪڙميءَ
ڪي موٽائي ڏي ۽ ڪو بيو طريقو اختيار ڪر. جي
اهوڪي تاريخ کان پورن ٽن سالن جي اندر ڪيس
تباهه ڪري نه موٽين ته پاڪ پاڻيءَ ۾ غوطا ڪارائي
ٻوڙي مارائيندو سانڻن.“

پاڪ پاڻيءَ جو عرض ٽالو ٻڌندي شيطان ٽڙي
جي جت ۾ جورا ڪورا شروع ٿي ويئي. پڇ پائي
اٿي پيو. سڌو ڌرتيءَ تي اچي پهتو ۽ اونڌي منجهي
پائي هڪڙي ڪنڊ ۾ ويهي ويچار ڪرڻ لڳو ته هاڻي
ڇا ڪجي جو هارايل بازي کٽجي. نيٺ پهه پچائي
مسافر جو ويس ڌاري اچي ڪڙميءَ وٽ مزوري
بيٺو. پهرين صلاح ڏنائينس ته پهنجي پوک پاٽيانيءَ
زمين ۾ ڪر ته اونهاري جي لهر جي اثر کان آجي
رهي. نتيجو اهو ٿيو جو جڏهن ٻين جون پوکون

سڪندڙيون سڙنديون تي ويٺون تڏهن اسان جي
غريب ڪڙميءَ جا سلا ساوا ٻيٺا هوا، سندس ان جو
فصل ٿورو لهار ٻوٽي ويو سنگهه جڙ ته ان جي ڪڻن
سان ٻي ڦاٽا. ڪڙميءَ جا ٻار گهڻي ڪلي پيا. سارو سال
ته ڪائي خوشي ڪيائين پر آخر ۾ ٻچت ٻه جام ٿيس.

ٻي سال صلاح ڏنائينس ته ٻوڪي ٻوٽي تي ڪر.
هن ائين ڪيو. ڏٺيءَ جي قدرت سان ان سال مينهن
حد کان ٻاهر وسيو هٽي پر واريون ٻنيون سڀ
ٻوڙي ڇڏيائين. ماڻهن جا فصل ائين اڪيار ٿا لڙهڻ
لڳا. صرف اسانجي ڪڙميءَ جي ٻوٽي واري ٻوڪ
بچي ويٺي ان جا سونهري سنگ ڏسي هر ڪو حسد
جي باه ۾ جلڻ لڳو. هاڻي هن وٽ ان مٿو هوءَ ڪا
ڪمي ڪا نه هئي. ان جا انبار ڏسي پيو چوي
ته هيڏوان ڪاڏي ڪريان. منهنجي گهرج کان ته
سوواڻ سرس آهي.

ٻرور عرف شيطا ٽڙي ڪيس ڇيو ته هي هيترو سارو
ان جو بچيو پيو آهي سو ڇو نه ڪنهن فرحت ونڊ ۾
ڪم لڳائين. ان کي پيڙڻ سان بير ٺهي پوندو جنهن
جو جيڪر ڇڪوئي چت کي چريو ڪري ڇڏي.
زورآور، مري وڃبو پوءِ ايهي انبار ڳڏ هلندا ڪيڏن؟
ڪو سواد ته وٺي ڏس. ڪڙمي ٻنيلجي ويو شراب
جا مٽ تيار ٿي ويا. پوءِ پاڻ پي ڏو ڪيا ئين

پوءِ ٻين ماڻھن کي سواد وٺائڻ لڳو. شيطاڻيءَ جي
من جو مقصد پورو ٿيو ۽ ڏڪندو ويو شيطان وٽ
چي، ”سائين، هاڻي ٻوريءَ سنوت لي آندو تـ ي
مانس. هڪ ڳيءِ جي بي پرواهيءَ جي ڪري هاڻي
جاڻ تو ڳپا ڳپا ٿئي.“ شيطان سرهو ٿيو ۽ اتي هليو
ڏ و ٻرو ڏسڻ ته ڇا حال آهي.

ٻئي اچي ڪڙميءَ جي ٻنيءَ پيئا. ڏٺائون ته هن
پاڻ جهڙن آسودن ڪڙمين کي دعوت ڏيئي گهرايو
هو ۽ شراب تيار رکيو هوائين، جوز الهنس چوڌاري
ڦيرائڻ لاءِ بي تياري ڪئي. اڃا ته قدم اڳتي هلي
ته ٿا پوڪا ڏائين ۽ هڪڙو گلاس هارجي پيس. ڪڙمي
اچي بگڙيو ۽ کيس خوب ڏمال ڪيائين چي ”ڙن،
هيءَ ڇا ڪيم؟ اهڙي لذيذ چيز ڌرتيءَ تي هاري
ڏ ٻو ڪرڻ مان هٿ ڇا آيئه؟ پاڳل، ڪو متو ڦري
ويو اٿئي ڇا؟ ڏس ته توکي ڪيئن تو سڌو ڪريان.“

شيطاڻيءَ شيطان کي اشارو ڏيئي چيو، ”سائين،
ڏس هاڻي ڪيئن ٿو وهلور وڃي. ڪاڏي ويس
اهو ڏيرج؟ ڪاڏي ويئون اهي دعائون؟ هاڻي
سمجهه ته آيو رکيو آهي.“

ڪڙمي زال کي ڏمال ڪيئي پوءِ لڳو شراب
پورهائڻ. ان وقت هڪڙو غريب ٽڪــل ٽنل مزور
اچي اتان لانگهائو ٿيو. هو ڪم تان ٿي موٽيو. ماڻهن

جو ميڙ ڏسي ويهي رهيو. ڪيس دعوت ملڻ تہ ڪانہ هئي، پر سمجهيائين تہ جي گڏجي مستجي ويندس تہ ضرور واري ڦيري سان چڪو ملي پوندو. پين ڪي پيئندو ڏسي سندس وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳو ۽ هو اڪيون ڦاڙي چوڌاري نهارڻ لڳو. جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن سندس انتظاري وڌندي ويئي پر مايادارن جي مجلس ۾ هن غريب ڏانهن ڪنهن نهاريو بہ ڪين. هيءُ ويچارو ايتري بہ ڦيا سي ۽ بي ڊيدي ڏسي واتڙو ٿي ويو جي، "ڪيئن نہ پنهنجي پيٽ جي لڳي پيئي اٿن ۽ ڇاٽي واٽي مونکي ڇڏيو ٿا وڃن."

شيطان هيءَ حالت ڏسي گهڻو پرسن ٿيو پر سندس زبردست اوچي ڳالت چيو، "سائين، ٿورو ترس تہ وڌيڪ مزيدار ڳالهہ ڏسندين. هيءَ ڇا ڏنو اٿئي؟ مزو تہ اڃان اڳتي آهي."

هڪڙو گلاس هرهڪ پيتو. ڪڙ ميءِ پارڻ بہ ڏيو ڪيو. مهمان ۽ ميزبان ٻئي مستيءَ ۾ اچي هڪ ٻي ڪي چنبڙي اچي پٽن ۾ چنڪيا. وٺي جو هڪ ٻي کي ڪڙين تي ڪنيائون سو جهل ئي نہ ڏين. هڪ ٻي کي چٺون ڏيئي ڇاڙهڻ لڳا. واہ واہ ٻي پيئي.

شيطان ڏاڍو خوش ٿيو چي: "جي هڪ گلاس ئي ڪين لوڙ وارا لچڻ ڏيئي ڇڏيا تہ جاڻ هڪ ٻي جو

ڪي ۽ ٻاڪيءَ سان مٿو ڪوڙيائون. اهڙو نمونو
ھليو ته ٻوءِ اسان کي اهڙا هميشه ڳنڍ ٻڌا پيا هوندا."
شيطا ڙي چيو، "سائين، اڄان ڏنو ڇا اٿئي! ٻيو
گلاس ته پيئڻ ڏئين. اڄان ته لومڙن وانگر ٻنيءَ تي
پيا قيرائين، پر جلدئي بگھڙن جيان هڪ ٻئي تي
وار ڪندا.

ڪڙمين ٻيو گلاس به چاڙهيو. سندن گفتار ۾
غلغلو ۽ گوڙ وڌندو ويو، ليساقت ۽ اشرافت ويئي
هو ڪلائيندي. اڳين خوشيءَ جي گفتگو جي بجاءِ
گاريون ۽ شوخ الفاظ شروع ٿي ويا. نه فقط ايترو پر
چي جو هڪ ٻئي تي الريا، سو خوب لپاٽون ۽ لتون
هڻي هڪ ٻئي کي سچا ٿڻ لڳا. هڪ ٻئي جي نڪن ۽
ڪنن پتڻ آسي اچي منزل پهتي. ميزبان به انهيءَ
هيءَ لڙ ۾ هنن سان هنن جهڙا ٿي ڏرتي آسمان
ڪ ڪرڻ لڳا.

شيطان ککيون هڻڻ لڳو ڇي "شاباس! چڱو رونشو
ڳا ٻوا ٿئي." پر شيطا ڙي چيو، "اڃا ڪٿي آهي!
بون گلاس ته پيڻ ڏين، ٻوءِ ڏس مزا. هاڻي ته اڃا
ٿا بگھڙ لو ڏسين ٻوءِ ته هو ٻهو مرون جي شڪل پسندين."
ٽيون گلاس به هر ڪنهن جي پيٽ ۾ پيو. رڙ مٿان رڙ
ٿي پيئي. ڪتن جي ولڙ جي ٻونڪار ۾ به البت
ڪجھه ويساهين هوندي آهي. هي يار ته ان ڪان به

ٻه رتيون ڪسر تي ويا. ڪو ڪنهنجي نه پيو ٻڌي. سڀڪو پنهنجي ۽ ٻئي پورو هو. هنيوڇي لڳي پيئي هئي. جلد ئي ٻه ٻه - ٽي ٽي ۽ چار چار ٿي پنهنجو رستو وٺي هليا. واٽ تي ڌڪا کائيندا ٿاٻڙندا تي ويا. ميزبان ٻه جيئن در جي ٻاهر کين ڇڏڻ تي ويو ليئن ئي مغز چڪر کائڻ لڳس ۽ اونڌي ڪنڌ هيٺ ڪري پيو. نڪ ڇنجي ويس، ڏندن مان رت ٽيمنديون ڪري وهڻ لڳس ۽ هڏ گڏ پڇي پيس.

بس شيطان ته ڪپڙن ۾ قوليو نه ٿي سمايو. پنهنجي زيردست جي ٻنهي ٻيري چيائين، "هي ۽ تجويز واه جا ٻولي ڪيڏي اٿئي. ڪڙمي ۽ جي ماني ۽ ڳيهي جي ڏيرج وارو بدلو واه جو ورتو اٿئي. ٻه ٻيلي، بسداء ته اهو شراب تو ٻڻايو کهڙين شين منجهان؟ مڇا ٿا پهريائين لومڙ جو رت وڌو اٿئي ته ٻيل ڪڙمي پنهنجو سارو سياء مٺائي مڪريل ٻڻجي؛ پوءِ شايد ان ۾ بگهڙ جو رت ملايو اٿئي ته ٻيل نرمائي ڇڏي ظالم ۽ بي رحم ٻڻجي؛ ٽيون جيڪس مرون ۽ جو رت ملايو اٿئي ته انسان مان ڦري مرون ٻڻجي."

شيطا ڙي وراڻي ڏني، "ٻنه نه ؛ منهنجو نسخو ئي اور نموني جو هو. مان فقط ڪڙمي ۽ کي گهٽي ان ٻوڪڻ تي هرگايو. بس، وڏيڪ سمورو ڪم پنهنجو ٻاڻ ٽيمڻو هليو. جهنگلي وحشي جانورن جو رت

منجهس اڳيئي هو ۽ اصل کان رهندو آيو آهي. فقط
جيسين هن صرف پنهنجين گهرجن آهر ان تي پيدا
ڪيو، تيسين ان کي ظاهر ٿيڻ جو وجهه ئي نه ٿي لڳو.
ياد ڪرڻ اهو وقت به هو، جڏهن سندس هڪڙوئي
مانيءَ جو ڳيو سخت پريشانيءَ جي حالت ۾ ڇورائجي
ويو. تڏهن هن نڪي پنهنجو سياءُ هٿن مان ڇڏيو،
نڪي وري ڪو انجو ارمان ئي ڪيائين. هاڻي جڏهن
شراب جا دنگ پيا لٿجن، تڏهن صرف هڪڙي گلاس
جي هارجڻ تي ڪيترو نه خفي ٿيو ۽ زال کي روئڻ
هارڪو ڪري ڇڏيائين. ويٺي بيٺي جو به کيس شرم
ڪونه پيو. انهيءَ کان سواءِ ان جي جهجهائيءَ
کيس ويچار ۾ وڌو ته ڪيئن پاڻ کي وندرائجي.
اتي مون پير پاتو ۽ ڪم شروع ڪيو. کيس ٿئين
وندر سيکاريم يعني شراب نوشي. نتيجو اهو ٿيو جو
اڄا هن ايشوري نعمت روپي ان کي پيڙي منجهائنس
عيش عشرت جو سامان ۽ سستيءَ جو گهر شراب
تيار ڪيو مس، ته منجهس لوڙ، بگهڙ ۽ مرونءَ جو
رت پڙڪو ڏيئي اٿيو. هن کان پوءِ وڌيڪ تڪليف
جو ضرورئي ڪونهي. هڪ دفعو شراب جو ذائقو
چکيو اٿس، هاڻي يا عمر وحشي مرون ئي رهندو.
ٻڌو نه اٿئي ته هيرئي جي هير جنگهه پڳي به نه لهي.
ڪڙيون به ڪٽي حالتون بدلجن ته به هن جو انهيءَ

دردشا مان نڪرڻ محال آهي. وري چا، شراب آهي پاڻ سيني غليظ گناهن جي، جن ۾ ڦاٿي هو هوريان هوريان ويندو ڦاسندو. تان جو چوکنيو اٽڪي ويندو. نيٺ کو وقت ايندو جڏهن دين ۽ اڳيئي وڃايو اٿس باقي بچيل اها دنيا به وڃائيندو ۽ انگ اگهاڙو پيٽ بکيو، مرض ۾ مبتلا ٿيل، دردر ڌڪا کائيندو بي ثمر رلندو رهندو."

شيطان پنهنجي زيردست کي ٿهدل سان مبارڪ ڏني، سندس پهرين خطا معاف ڪري ڇڏي ۽ کيس پنهنجي سرڪار ۾ اعلي عهدي تي رسايو.



ايشور آهي پرلم. جنهن کي پرلم ڪونهي تنهن
کي پرميشور جي ڄاڻ ڪانهي.

* * * * * * *

ڪنهن سمي ڪو انسان دنيا ۾ ستر سال رهيو.
ستر ئي ڳناهن ۾ گذاريائين. ور ور ڪري پي بيمار ٿيو،
گهٽيس، دک درد پسيائين پر نڪي سندس جيون
۾ ڪو ڦيرو آيو، نڪي وري ڪو انهن واري جو
چڪ پيس. نيٺ جڏهن ڪال اچي ڪنڌ تي ڪڙڪيس،
يار دوستار عزيز خويش ڪيس ڇڏائڻ جي طاقت نه
ساري ڏانهنس بيوسيءَ ۾ نهارڻ لڳا، جن سان گڏ
ڪاڌو ۽ پيتو هوائين سي سڀئي الوداعي جو سر
آلاپڻ لڳا، سرور ۽ عيش عشرت جو سامان خواب ٿي
ويو، مٺ جي ميڙيل مڏي هٿن مان ڇڏيءَ کسڪي
ويئي ۽ پنهنجا ڪڏا ڪرتوت پيا نڪ صورت ۾ اکين
اڳيان پوت تي قرڻ لڳس، تڏهن سندس هٿن مان
جڙ ڌ ڪي ڪري پيو. سنسار سارو سپني جيئان
ڏسي اندر ڌلجي ويس ۽ ڏڙن ڏکڻ لڳس. ڪڪر
نو بهار جيئن ڳوڙها ڳڙڻ لڳس ۽ انهيءَ بيڪسي ۽
بيوسيءَ جي حالت ۾ درد ڀري ڌانهن ڪري
آخرين لفظ اچاريائين: ”هي منهنجا مالڪ، معاف
ڪر جيئن تو چور کي ڦاسيءَ چڙهندي معافي ڏني.“
بس، ڌهت گهٽجي ويا، جوت گم ٿي ويئي، روح
پنجري وبون ۽ پران پکي پرواز ڪري ويو.

کهڙو به گنهگار هو ته به چاڪاڻ ته سندس آتما
ايشور کي پيار تي ڪيو ۽ انهي امر رحم تي آسرو
تي رکيو، تنهن ڪري ڪيس نرڪ جي عذابن کان
ڇوٽڪارو مليو ۽ هو سرڳ جي سڙڪ وٺي اچي جنت
جي دروازي تي سهڙيو. ڪڙو ڪڙڪايائين ۽ اندر
گهرڻ جي اجازت پنڻ لڳو. اندران آواز آيو:
”در تي بيٺل منش ڪهڙي قسم جو آهي ۽ پنهنجي
دنيوي زندگيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪيا اٿس.“
پاسي کان آواز جواب ۾ هڪ هڪ ڪري
سندس سڀ گندا ڪرتوت کولي بڌايا ۽ چڱو هڪ
نه بڌايو.
عيب ته هنجي انگ ۾ هئا ميرائي ميرا.
اندرين آواز فرمايو: ”گنهگارن لاءِ بهشت جي
بادشاهيءَ اندر جاءِ ڪانهي. هليو وڃ هتان.“
پاپيءَ پرارٿنا ڪئي ته، او پاڪ منصف! تنهنجو
آواز منهنجن ڪنن تي پوي ٿو، پر تنهنجو روپ مان
نه ٿو پسان ۽ نڪي تنهنجي نالي جي گم اٿم.
آواز وراڻيو: ”آءٌ نبي پيغمبر آهيان.“ پاپيءَ
باڏائي چيو: ”اي پيغمبر پيشر، مون تي رحم ڪر.
انسان جي هيڻائي ۽ ناقصائيءَ کي ڏسي ڏٺي پاڇهاري
جي ٻي انت مهر جو ويچار ڪر.
عدل ڇتان نه آءٌ، ڪو ٿيرو ڪج فضل جو.
تون پاڻ انهيءَ محبت جي مورت ۽ الفت جي

اوتار حضرت عيسيٰ جو شش هئين، سندس واتان
تو ٻڌڻ جا پيغام ٻڌاءِ سندس شخصي جيون ۾ اکت
ڪيـــاس ۽ اڻ مٽي محبت جو نظارو اکين پسيم.
اي سهڻا سردار، ياد ڪر ته ڪيئن تنهنجي غفلت
حضرت جن جي دل کي سخت چوٽ رسائي ۽ هن
بلڪل دک وچان توکي ٽي دفعا پڪاري چيو ته پائي،
ڇو سڀ کي پتـو هٽي ساجهريئي وڃي ستو آهين ۽
ڇو نه تو اتي الله سان اور اورين. انهيءَ هوندي به
ڇا ڪاڻ ته تنهنجي اکيـــن تي ننـــڊ جو خمـــار هو،
تنهن ڪري تون ستوئي رهين. هو سڏيندو ئي
رهيـو ۽ تون غفلت جا ڪونگهرا هڻندو ئي رهيـن.
ياد ڪر اي مرد خدا جا، ته تو پياري ڪرست سان
واعدو ڪيو ته يا عمر سندس رهبريءَ کان منڪر نه
ٿيندين ۽ هر ڪنهن حالت ۾ سر جي سٽ ڏيڻ لاءِ
تيار ٿيندين پر انهيءَ انجام جي خلاف تو پنهنجـي
حياتيءَ ۾ ٽي دفعا هن کان منهن موڙيو ۽ هن ڪـــي
رسول ڪري مڃڻ کان انڪار ڪيو. اي درويش،
منهنجو پڻ ساڳيو حال پي ٿيو آهي. ياد ڪر منهنجا
سردار ته جڏهن ڪڪڙ بانگ ڏني، تڏهن تو باهر اچي
پڇتاءَ جا ڳوڙها ڳاڙيا ۽ زارزار رنـــو. مونسان به
ساڳي ڪار ٿي آهي. جي الله تعاليٰ تنهنجن عيبـن
ڏانهن نه ڏسي توکي سوري هنج ۾ وهاريو ۽ پيار
جا هنڊوڙا ڏريا ته تون وري مان ٻاڏائيندڙ مسڪين

کي ڪيئن ٿو ٺڏين؟"

هنجي پڪار جو جواب صرف خاموشي ئي مليو. ڪجهه پلڪ پهرڪي وري ٻيو درڪڙ ڪيائين ۽ ليلائڻ لڳو، ڇو ته ايهو سبق ياد هوس ته

"جي ليلائي نه لهين، تان پڻ ليلائيج؛
آسروم لاهيج، سڄڻ سڀا جهو گهڻو."

اندران نئين آواز ساڳيا سوال پڇيا ۽ ٻاسي واري آواز ساڳيو سندس گناهن جو وستار ڪيو. آخرين فرمان به ساڳيو سندس نيڪالي جو ئي نڪتو.

ويچاري وري پڪاري پڇيو ته سائين پلائي ڪري پنهنجي نالي کان ته آگاه ڪر.

جواب آيو: "مان پيغمبر بادشاه **دائود** آهيان."

پاپيءَ پير نه ڇوڙيو، نماڻي آواز ۾ چيائين: "او بادشاه دائود، مون تي ترس ڪر. ياد ڪر اي منهنجا سائين، ته انسان خطا جو گهر آهي ۽ پرماتما لطف جو ساگر آهي. ڏٺيءَ توکي پيارو گهريو ۽ توکي ٻين انسانن کان اوچو درجو عطا ڪيو. توکي پڳوان جي پلائيءَ سان بادشاهي هئي، شان شوڪت هئي، مال ملڪيت هئي، سلڇڻي ناري ۽ ٻچا ٻار هئا ۽ ڏڌ پت خواه عيش عشرت جي توٽ ڪمي ڪا نه هئي، انهيءَ هوندي به هڪڙي ڏينهن تو پنهنجي ڪڏ تان غريب پاڙيسريءَ جي زال تي بريءَ نظر سان نهاريو ۽ پاپ تنهنجي پندي ۾ پيهي ويو. تو پرائي زال

زوريءَ ڪنئين ۽ انهي مڙس کي بـــي رحميءَ سان
مارائي ڇڏيو. تون شاهوڪار هئين، مال متاع جي
ٿوٽ ڪمي ڪا نہ هئي ۽ هزارين نوڪر تنهنجـي
بگهار تي تي پليا، تہ بہ هڪڙي غريب ماڻهوءَ ڪان تو
گهيٽي ڪسي ۽ بيگناهہ انهيءَ مسڪين کي ڦـاسيءَ
چاڙهيو. ايترين خطائن ڪرڻ بعد بہ جڏهن تو پڇتاءُ
ڪري پرارٿنا ڪئي تہ مان پنهنجا عيب قبول تـو
ڪريان ۽ منهنجي پاپن جو نقش اکين اڳيان ڇٽو پيو
ڦري، تڏهن ڪيئن نہ سرشٽيءَ جي سائينءَ تو تي رحم
ڪيو. اي درويش! مونسان بہ ائين ئي ٿيو آهي.
مان برابر ڪجھ ئي ڪج پي سود يو آهـــي، پر انت
سمي منهنجي دل کي بہ ڌڪو آيو ۽ بـدو هوم تہ
پرماتما جي رحمت مان اميد لاهيندڙ ڪافر ۽ شيطان
جو مريد آهي، تنهنڪري پڇاڙيءَ جي پرارٿنا ڪري
چولو ڇڏيم ۽ آسن اميد ن پر يو تي اڇي هٿ پهتو آهيان.
اي سڀاڄها سائين، ڇا تون مون کي لوڌي ڪيڻدين؟"
چوڌاري سنا ٽو ڇانئجي ويو. منت ماٺ ۾ ملي.
ويئي. اندريون آواز خاموش ٿي ويو. نااميدي
جا لوءِ واروواٽ ڦاڙيو تي ڳوڪا ئڻ آئي پر
" مونہ مرد منجهن مٿي آراوڙاهہ جي."
سهٺي سائينءَ جو سبق پڪو هوس تہ
" ووءِ ووءِ ڪندي وٽ، جمور ڇي ڇڏئين؛ "
سو گهڙي پهو گهاري، وري وجي ٽيون درڪڙ ڪاياءِ.

وري بہ اندران آواز، سا ڳيا سوال ۽ سا ڳيا جواب. واقفيت ڏيندي آواز وراڻيو: ”مان ديوتا جان آهيان ۽ ڪرست جو شش آهيان جنهن کي هن پيارو تي گهريو.“

گنهگار جي دل ۾ سرهائي اچي ويئي ۽ وڏي هيبج مان چيائين: ”تون مونکي ڇو نہ اندر اچڻ ڏين؟ پيٽر ۽ دائود کي انسان جي خطائي تميز ۽ ايشور جي اڇائي رحمت جي خيال ڪان مونکي اندر اچڻ جي اجازت ڏيڻ کپندي هئي، پر تون مونکي اچڻ ڏي، ڇاڪاڻ تہ تنهنجي پوتر دل ۾ پريم ساگر جون لهرون پيئون اٿن. اي ديوتا سروپ جان! ڇا، تو پنهنجي پاڪ پستڪ ۾ هٿن سان نہ لکيو آهي تہ ’ايشور آهي پيار- جنهن کي قلب اندر قرب ڪونهي سو ايشور کي نٿو سڃاڻي‘. ڇا، تون پنهنجي پوئين عمر ۾ ماڻهن کي ايها سکيا نہ ڏيندو رهين تہ ”ٻارو، هڪ ٻي کي پيار ڪريو. انهي سکيا جا سائين! پوء مونکي تون ڪيئن ٿو تڪاري ياهڪالي ڪڍين؟ يا تہ مونکي جهولي ۾ جهل ۽ پيار ڪر يا وري پنهنجي ڏنل سکيا کان عاري ۽ انڪاري ٿيءُ.“

بهشت جا دروازا يڪدم کلي ويا، جان اڳيرو اچي گنهگار منش کي ڇاتيءَ لاتو ۽ هٿ کان وٺي بهشت جي آنند محل ۾ داخل ڪيو.

# ٽي سوال

۱- ڪو به ڪم ڪهڙي وقت شروع ڪجي؟
۲- ان وقت ڪهڙي ماڻهوءَ سان تعلق رکجي؟
۳- ڪهڙو ڪم گهڻو فائدي مند ٿيندو؟

هڪڙو هو راجا. ڪنهن ڏينهن پور پچائيندي خيال ڪرڻ لڳو ته جي مونکي خبر پوي ته ڪو به ڪم ڪهڙي وقت شروع ڪجي، ڪهڙن ماڻهن سان ملي ڪم ڪجي، ڪهڙن کان ڪنارو ڪجي ۽ سڀني ڪمن کان وڌيڪ ڪارائتو ۽ لاڀدائڪ ڪم ڪهڙو ٿيندو ته پوءِ جيڪر ڪڏهن به گهٽتائي نه ٿئي ۽ هميشه جيڪر فائدو ۽ فتح ماڻي. هڪدم پنهنجي ملڪ ۾ اعلان ڪيائين ته جيڪو انسان مونکي ٻڌائيندو ته ڪنهن به ڪم جي شروع ڪرڻ جو وقت ڪيئن ڄاڻجي، سڀني کان وڌيڪ ضروري انسان ڪهڙا سمجهڻ گهرجن ۽ ڪيئن پتو پوي ته فلاڻي ڪم ڪرڻ سان گهڻي ۾ گهڻو فائدو حاصل ٿيندو ته ان کي دل وڻيا دان ڏيئي راضي ڪندس.

هڪ راجائي اعلان، ٻيو انعام جي آڄ، سو هر ڪنهن جو وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳو. چوڌاري

مناکٿ شروع ٿي ويئي. هرڪو جواب ناهي دربار ۾ پيش ڪرڻ لڳو. هيٺين قسمن جا جدا جدا جواب بادشاه جي اڳيان اچي موجود ٿيا:-

## پهرين سوال جا جواب

(۱) ڪنهن به ڪم جي پوري وقت جاڻڻ لاءِ ضروري آهي ته ساليانو، ماهيانو ۽ روزانو پروگرام تيار ڪجي ۽ پوءِ ان تي اکر به اکر عمل ڪجي. تڏهن سيني ويچار يل وقت تي ڪم ڪرڻ مان ضرور فيض رسندو.

(۲) ڪنهن به ڪم ۾ هٿ ڳنڍڻ لاءِ پوري وقت جو اڳواٽ پتو پوڻ محال آهي. انسان کي گهرجي ته صرف عيش عشرتن ۽ موجن ۾ پاڻ کي مشغول ڪرڻ جي بدران اکيون کولي چوڌاري چڪاسيندو رهي ۽ هرهڪ ٿيندڙ واقع نظر مان ڪڍي. پوءِ جنهن وقت موقع ڏسي ان مهل ڪم کي جنبي وڃي.

(۳) راجا ڪيترو به خيال ۽ غوض ڪندو ۽ اکيون کولي هلندو ته به اڪيلي سر پوري فيصلي تي پهچي ڪو نه سگهندو. تنهن ڪري کيس کي سياڻا صلاحڪار نزديڪ رکڻ گهرجن، جي وقت بوقت کيس صلاح ڏيندا رهن ۽ سندن مصلحت موجب هو ڪم ڪندو رهي.

(۴) ڪنهن به ڪم جي وقت جاڻڻ لاءِ صلاحڪار

يا وزير ڪنهن به پوري فيصلي ڪرڻ ۾ مدد ڏيئي
نٿا سگهن، ڇا ڪاڻ ته ڪيترا دفع اهڙا وقت آڏو
ٿا اچن، جن تي اوچتوئي اوچتو بنا ترسڻ جي ترت
فيصلو ڪرڻو پوي ٿو. انهيءَ ڪري اڳواٽ ڄاڻڻ
جي ضرورت آهي، نه ته مونجهاري جو امڪان آهي.
راجا کي ڪي جوتشي دربار ۾ رکيا ٽڪيا هجن،
جي حساب لڳائي اڳڪٿي ڪن ۽ پوءِ راجا سندن
هدايتن تي عمل ڪري.

مطلب ته جيترا وات اوتريون ڳالهيون. ٻي سوال
جا به انيڪ جواب آيا.

## ٻي سوال جا جواب

(۱) راجا جي لاءِ بلڪل ضروري ماڻهو سندس
صلاح ڪار وزير آهن.

(۲) راجا کي صرف جوتشين سان ئي تعلق رکڻ
گهرجي.

(۳) راجا جو نيتا رو حڪيمن مان ٿيندو.

(۴) راجا کي گهرجي ته ڪي بانڪا بهادر جنگي
جوڌا پنهنجي چوڌاري موجود رکي ۽ انهن سان
واسطو رکڻ ئي ڪيس فائدو پهچائيندو.

مطلب ته ڪوبه ڪوبري مت نياري هئي. ٽين
سوال جا جواب وري هيٺينءَ ريت آيا:-

## ٽين سوال جا جواب

( ۱ ) دنيا هلي ٿي سائنس جي آڌار تي. وگيان

جي وسيلي کان سواءِ ڪا بہ ترقي ٿي نہ ٿي سگهي. تنهنڪري راجا کي پنهنجو سمورو خيال سائنس ڏي رجوع ڪرڻ گهرجي.

(٦) اڄ ڪالهہ دنيا ۾ جيڪو ڏاڍو سو ڳا بو. ڏاڍي جي لٺ کي آهن بہ مٿا، تنهنڪري ڏاڍائيءَ ۽ جنگ کان سواءِ بادشاهہ جي بادشاهي نہ قائم رهي سگهي ۽ نڪي وري وڌي سگهي. انهيءَ ڪري راجا کي جنگي فن وڌائڻ ۾ وقت صرف ڪرڻ گهرجي. انهيءَ جهڙو فائديمند ڪم ٻيو ڪوبہ ٿي نہ ٿو سگهي.

(٣) ڌڻيءَ جي نالو جو جنهن انسان کي ٻل آهي تنهن جي سدائين فتح آهي. مالڪ جي عبادت ڪلپ برڇ آهي، جو تکيءَ تاوريءَ ۾ چانو ڪري ٿو ۽ مهر جو مينگهہ آهي، جو رڄ ۾ امرت ورکا ڪري ٿو. ايشور پرارٿنا مان اوهي فائدا ملن ٿا جن جو انسان سپني ۾ بہ اندازو لڳائي نہ ٿو سگهي. تنهن ڪري راجا کي گهرجي، تہ لاڳاپا لاهي دنيا جا فاني ڪم ڪار ترڪ ڪري الاهي محبت کي ڇهڻي پوي جو ايهوئي امولڪ رتن آهي.

جواب جدا جدا هوا. راجا جي خيال کي ڪوبہ نہ وڻيو. ڪنهن کي بہ انعام نصيب نہ ٿيو. راجا تمام ماندو ۽ مايوس ٿيو. سندس اندر ۾ آنڌ ماندڻ پيدا

تي، جنهن سندس سمورو سک ڦٽائي ڇڏيو. نيٺ ڏس ملڻ نه پوي جهنگ ۾ هڪڙو درويش رهي ٿو جو بلڪل دانشمند ۽ گيانوان آهي. هو ڪنهن ڏي به اچي وڃي ڪونه ۽ ملاقات جو وجهه به صرف عام غريب لوڪن کي ڏيندو آهي. شاهوڪار سردار کي ونس پهچڻ جو وجهه ملي نٿو سگهي. راجا کي اها ڳالهه ٻڌي دل ۾ اميد پيدا ٿي ۽ مسڪيني پوشاڪ پهري لشڪر وٺي روانو ٿيو.

درويش جي جهوپڙيءَ کان ميل کن پنڌ اوري راجا لشڪر کي ترسايو ۽ گهوڙي تان لهي اڪيلو پيادل سنت ڏانهن هليو. نزديڪ پهچي ڏٺو ته اهو سنياسي هڪڙي ننڍڙي باغيچي ۾ ويٺو کڏون کوٽي. راجا کي ڏسي هن منهن مٿي ڪيو ۽ کيڻڪار ڪري وري پنهنجي ڪم کي لڳي ويو. مڙس هو ضعيف سنهڙو، سو کوٽيندي کوٽيندي سهڪيءَ ۾ پڄي ٿي ويو. راجا سندس اوڏو وڃي چيو:-

”اي مرد خدا جا، مان تو وٽ سوالي آيو آهيان. مهرباني ڪري مون کي منهنجي ٽن سوالن جا جواب ڏي. هڪڙو ته اهو وقت ڪهڙو آهي، جو دل ۾ ڌارڻ گهرجي ۽ جنهن جي بي خبريءَ ۾ گذري وڃڻ تي ارمان ۾ هٿ ملڻا نه پون. ٻيو ته ڪهڙا ماڻهو ضروري آهن جن جو سنگ ڪجي ۽ ڪهڙن

سان تورو رلجي ملجي ۽ گهڙن سان گهٽو. ٽيون ته
تمام ضروري ڪم ڪهڙا آهن جي جيڪر بيا سڀ
ڏيئي ٻن، اول ڪٽجن هٿ ۾.“

درويش راجا جا لفظ سانت ڪري ٻڌا، پر ٻنا
ڪنهن به جواب ڏيڻ جي هٿن ڪي ٽڪ مهٽي وري
به ڪوڏر ڪٽي پنهنجي ڪم ڪي جنبي ويو. راجا چيو،
”سائين اوهان بلڪل ٿڪل آهيو. مونکي ڏيو
ڪوڏر ته گهڙي ڪن مان تو ڪم ڪريان ۽ اوهان
ٿيسين ساهي پٽي وٺو.“ درويش سندس شڪرگذاري
ڪندي کيس ڪوڏر هٿ ۾ ڏني ۽ پاڻ تورو پرڀرو
ڌرتيءَ تي ويهي وسرام وٺڻ لڳو. راجا به ڪڏون
ڪوٽي وري ساڳيو سوال پڇيو پر هن ڪنهن به جواب
ڏيڻ کان سواءِ هٿ ڊگهيري ڪانئس ڪوڏر گهري ۽
چيو ته هاڻي تون آرام ڪر ته مان تو وارو وتان.
راجا ڪوڏر نه ڏني پر وري به ڪم ڪي لڳي ويو.
ٻلڪن مان پهر ٿي ڏينهڙو گذري ويو. سج، جو ڪم
وڻندڙ ڪاريگر آهي، سو ڪڇهري برخواست ڪري
ٽوپلو مٿي تي رکي راهي ٿيو ۽ بيا ڪمي پڻ سندس
وجهڻ کان پوءِ ٽپڙ سهيڙڻ لڳا. روشنائي غائب ٿي
ويئي. رات پنهنجو ڊيرو جمائڻ شروع ڪيو. پکي
پکڻ وچي آکيرن ۾ آرامي ٿيا. راجا ڪڏون ڪوٽي
ڪوٽي بيحال ٿي پيو ۽ سنت جي سامهون اچي عرض

ڪيائين: ” هي مها پرش، مان تو وٽ ٿي سوال کڻي آيس. عرض ڪيم، ليلايم، پورهيو ڪيم پر تو ڪو به جواب نه ڏنو. جي انهن سوالن جي جواب ڏيڻ جي توکي ڪا سامرٿي نه هجي ته ’سخيءَ ڪان شوم ڀلو، جو تــرت ڏئي جواب؛‘ وهلي ورائي ڏيئي روانو ڪرينم ته چڱو.“

درويش کيس جواب ڏيڻ کا نسواءِ چيو: ”هو نه ڏس، ڪير پڇندو پيو وڃي. ڪنهن سوڙهيءَ گهٽيءَ نو ڏسجيس. هل ته هلي کيس واهر ڪريون ۽ ڏسون ته ڪهڙيءَ ماجرا ورتو اٿس.“ راجا منهن ورائي ڏنو ته برابر هڪڙو ڏاڙهيءَ سان مرد بيلي وچان ڊوڙندو ٿي ويو. سندس همٿ پيٽ تي هوا ۽ اُنهن جي هيٺان رت ٿي وهيو. راجا جي نزديڪ پهچي هو ڌرتيءَ تي ڪري پيو ۽ اکيون ٽمڪائڻ لڳــو. سندس چپ بند ٿي ويئي ۽ صرف وات مان جهيڻو ڪنجهڻ جو آواز بڌڻ ۾ ٿي آيو. راجا ۽ سنت سندس ڪپڙا لاٿا. ڪين هڪ وڏو زخم نظر آيو. راجا پنهنجي بڌيءَ آهو سندس زخم ڌوتو؛ يڪدم پنهنجو رومال ۽ سنت جو ٽوال ڪڻي مٿس ويڙهيو. رت جو ڦوهارو بند نه ٿيو. جلدئي ٻئي ڪپڙا بڌي ويا ۽ هن اهي لاهي وري نوان ڪپڙا بـــڌا. اهڙيءَ طرح زخم ڌوئيندي ۽ پٽيون ٻڌنديءَ لاهيندي نيٺ رت کي

جهلو آيو ۽ زخمي تيل منش اکيون کوليون. سامت ۾ اچي هن پاڻي گهريو. راجا ٻوڙندي تازي پاڻيءَ جو گلاس اچي سندس چپن تي رکيو. گهڙي کن گذرڻ بعد تڏي ۽ رات جي شانتيءَ ۾ راجا ۽ درويش گڏجي ان کي کنيو ۽ اچي جهوپڙيءَ ۾ هنڌ تي سمهاريو. يڪدم کيس ننڊ کڻي ويئي ۽ کونگهرا هڻڻ لڳو.

راجا اينترو ته ٿڪجي پيو هو جو چائنٺ تي وينئي وينئي گهري ننڊ کڻي ويس. سڄي رات بيجان لاش جيان پاسو به نه چوريائين. سندس هڏ هڏ چور ٿيا پيا هوا ۽ سمهڻ کان پوءِ جو عضوو جتي سو تتي سڪ تي ويو هو. صبوح جو جڏهن اک کليس تڏهن پنهنجي ٿي پيس ته ڪٿي اچي پهتو آهيان ۽ هو سامهون کٽولي تي سهيل منش، جو چمڪندڙ اکيون کڻي نهاري رهيو آهي، سو ڪير آهي.

زخمي مرد جڏهن ڏٺو ته راجا جاڳي پيو تڏهن ضعيف آواز ۾ چيائين، "معاف ڪر." راجا چيو، "مان ته توکي ٻنه ڪو نه سڃاڻان. تو منهنجو ڪهڙو قصور ڪيو آهي جو مان توکي معاف ڪريان."

زخميل منش چيو، "هي راجن، تون موکي ڪو نه تو سڃاڻين پر مان توکي سڃاڻان ٿو. مان تنهنجو اهو دشمن آهيان جنهن جي تو ملڪيت کسي آهي ۽ جنهن جي ڀاءُ کي تو قتل ڪيو آهي. مان

توکان بدلي وٺڻ جو قسم کنيو هو. جڏهن مونکي
خبر پيئي ته تون درويش ڏانهن اڪيلو آيو آهين
تڏهن مان سهي سنيري نڪتس ۽ اچي رستو جهلي
ٻوڙن ۾ لڪي ويٺس ته جيئن تون موٽين تيئن توکي
راهه عدم رسايان. سارو ڏينهن لنگهي ويو پر تنهنجو
پتو ڪو نه پيو. تنهن ڪري ٻاهر نڪري نهارڻ لڳس.
ڏڪر پنڌ مس ڪيم ته تنهنجا جسم-رکيڪ سوار ڳڏيا،
جن مونکي سڃاتو ۽ مونتي وار ڪيو. مان وٺي
ڀڳس ۽ رت وهائيندو اچي هتي پهتس، جتي جيڪڏهن
تون تڪليف وٺي منهنجا زخم ڌوئي آرامي نه ڪرين
ها ته جيڪر هن کان اڳي پورو ٿيو پيو هجان ها.
مان توکي ڪهڻ ٿي چاهيو پر تو منهنجي جان بچائي
آهي. هينئر مان زنده آهيان ۽ جي تون موڪل
ڏيندين ته باقي عمر جا ڏينهن تنهنجي خدمت ۾ بسر
ڪري پنهنجن پٽن ۽ اولاد لاء پڻ وصيعت ڪري
ويندس ته پيڙهيءَ به پيڙهيءَ تنهنجي چاڪري ڪندا
رهن. اي مهربان سائين، مونکي معاف ڪر."

بادشاهه وائڙو ٿي ويو. سندس اندر ۾ اجهل
آنند جي اتل اڇلون ڏيڻ لڳي. توريئي ۾ چٽي ويو.
سندس رواجي خدمت سندس جگري دشمن کي
دوست يا اڃا به چڱي ۽ خادم بڻائي ڇڏيو. عمر
جو اونو لهي ٻيس. ڪلدم زخميل منش جي ويجهو وڃي

کيس مٿي ۽ مرڪ سان معافي ڏنائين ۽ چيائينس،
”دلجاءِ ڪر. مان نه فقط تو ڏانهن پنهنجو شاهي حڪيم
علاج لاءِ نوڪر توکي شهر ۾ پهچائڻ لاءِ موڪليندس،
پر تنهنجي اچڻ تي تنهنجي سموري ڪسيل ملڪيت
تنهنجي حوالي ڪئي ويندي.“

ائين چئي ڪانئس رخصت وٺي ٻاهر ميدان ۾
آيو جتي درويش کي ڪڏن ۾ رڙهندو ۽ پاڻين جو ٻج
پوکيندو ڏٺائين. اڳتي وڌي بلڪل نيزاري ۽
نماڻائيءَ سان چيائين، ”اي مولائي مرد، مان هي
آخرين دفعو همت ادب جا ٻڌي سوالن جا جواب
تو پنان.“ درويش ڏانهنس نهاري وراڻيو: ”توکي
جواب ته اڳيئي ملي چڪا آهن. اجا باقي ڇا
گهر جيئي.“

راجا- جواب ڪيئن مليا؟ مونکي ته سمجهه ۾
ڪجهه نٿو اچي.

درويش- ڇو، سڄي ڳالهه صاف پڌري پيئي
آهي. جيڪڏهن ڪالهه تون منهنجي ضعيفائيءَ تي
رحم ڪونه کائين ها ۽ سارو ڏينهن ڪڏن کرڻ جي بدران
جواب وٺي پنهنجو مطلب پورو ڪري پوئتي موٽين
ها ته هو تنهنجو جاني دشمن توکي ماري ختم ڪري
ڇڏي ها ۽ پڇاڙيءَ جي پساهن ۾ تون همت مليندو
رهجي وڃين ها ته ڇونه ويهي ڪڏون کوٽيم ۽ کنهنجو
ڀلو ڪيم. تنهنڪري

(١) پورو وقت اهو هو جنهن وقت تـو ڪڏون ڪونڻ شروع ڪيون.
(٢) مان ئي تنهنجي لاءِ تمام ضروري ماڻهو هوس جنهنکي مدد ڪرڻ توتي لازمي هئي.
(٣) سڀني ۾ سٺو ڪم تنهنجي لاءِ هو مونکي مدد ڪرڻ.
وري جڏهن هـو زخميل منش تو وقت ٻ وڙندو آيو تڏهن
پورو وقت اهو هـو جڏهـن تو هنجي خدمت ۾ هٿ ڳنڊيو. ڇاڪاڻ تـہ جي هو بنا ڇٽڻ ۽ بنا توسان ڳالهائڻ جي مري وڃي ها تہ تنهنجي لاءِ ويو سندس اندر ۾ ئي رهجي وڃي ها ۽ تنهنجي دل پيئي ساري عمر ڪاجي ها.
مٿين سڀ جـي ڪـري ان وقت ضروري ماڻهو وري اهو زخميل منش هو جنهن کي تو مدد ڪئي.
ان وقـت تمام ضروري ڳـالهہ تنهنجي لاءِ هئي ڪيئن مدد ڪرڻ ۽ سندس خدمت ڪرڻ.
مٿيون ڳالهيون خيال ۾ رکي ياد رک تہ
(١) تمام ضروري وقت صرف هڪڙوئي آهي يعني 'حـال' (هاڻي). جيڪي ڪرڻو هجي سو هاڻي ڪر گذريل يا ايندڙ وقت جو ويچار نہ ڪر، دنيا ۾ ڪنهن ماضي مـن ۾ ڪيئن مستقبال

پر حيف تنهن جي حال جن وساريو حال کي.

هاڻوڪي وقت کي غنيمت سمجهه، ڇو ته گذريل وقت وڃڻ کي ويو؛ اُنکي تون موٽائي نٿو سگهين. ڏتو ڏٺين ڪو نه پوندو. جيڪو وقت اچڻو آهي انتي تنهنجو باور ڪو نهي. نکي پنهنجي دم تي ڀروسو رکي ٿو سگهين. تنهنجو قبضو صرف چالو وقت تي آهي ۽ ان ۾ ئي ڪجهه ڪرڻ جو تون مختيار آهين.

(۲) ضروري ماڻهو جنهن سان تعلق رکجي ۽ جنهنکي ويچار ۾ آڻجي سو اهو آهي جيڪو انهي ۽ هلندڙ مدت ۾ اکين سامهون موجود آهي؟

(۳) تمام ضروري ۽ فائديمند ڪم آهي ان مدت ۾ ان شخص سان چڱائي ڪرڻ.

مٿيون سونهري سبق پڙهي، راجا پنهنجي راجدانيءَ ڏانهن موٽيو ۽ پنهنجي باقي حياتي خلق جي خدمت ۾ گذاريائين. جيڪو جنهن وقت منهن چڙهندو هوس، انجي ان وقت شڪتيءَ آهر خدمت ڪندو هو.



بولچند وسومل راجپال بي - ايس - سي، ”راجپال“ بجلي پرنٽنگ پريس شڪارپور ۾ ڇپيو ۽ سندو ساهت منڊل شڪارپور پاران پڌرو ڪيو.

## ڀاڱو ٽيون

(آدرشي آکاڻيون)

# فهرست

نمبر | آکاڙي | صفحو

# احمق ايون جي کهاڻي

عرف

# شيطان کي شڪست

# احمق ايون جي ڪهاڻي

## عرف

## شيطان کي شڪست



شيطان صرف انهن تي ئي قابض ٿو ٿئي، جيڪي توبن ۽ تلوارن ۾ اعتبار رکن ٿا؛ جن کي لشڪر ۽ بارود کاڌي جي ضرورت آهي؛ جن کي بنا ڪمائي ۽ ٻين جي پگهر جي پورهئي منجهان جاوا ڪرڻ ۾ خوشي پاسي ٿي ۽ جن کي اندر ۾ هميشه ڪنهن نه ڪنهن چيز جي تمنا آهي ٿي آهي. شيطان ويچارو آهي انهن جي اڳيان. جن پنهنجون ڳهرجون گهٽ ڪري رونئي ۽ لنگوٽي تي پاڻ کي راضي رکيو آهي؛ جي ٻي تي حڪومت ڪرڻ مان جاڻن ئي نه؛ جن کي چاندي ۽ پاسون جي لوڙ ٿي ڪانهي ۽ جي ائي جي مڏي ۽ يا مفت جي مال کان هڏن جي ڪمائي ۽ لي وڌيڪ راضي رهي "ڏني ڏکوئيا ۽ اڻ ڏني راضي ٿيا" واري اصول تي هلي جهان ۾ هو ڪنهن سان مٺ محبت سان پيا ورتن. هو هميشه ڏيڻو مل آهن، وٺو مل واري وات جي وپڇو ٿي نه وڃن. سندن چپن تي "انڪار" "جنهن ۾ تون خوش" وغيره لفظ آهن ۽

سندن منهن ۾ ڪهنج پويٺي ڪونه. هن مهمان سراءِ
دنيا ۾ هو ڪهٽيءَ ڇڪ ڏيڻ مان ڇاڻن ٿي ڪونه. دنيا
انهن کي بيوقوف ٿي سڏي پر حقيقتاً هو ڪل عقل
جا استاد آهن.

* * * * *

( ١ )

ڪنهن سمي هڪڙي ملڪ ۾ هڪڙو شاهوڪار
زميندار رهندو هو، جنهن کي ٽي پٽ هئا. هڪڙو
سائمن بهادر، ٻيو تارس مضبوط ۽ ٽيون ايون بيوقوف.
کيس هڪڙي ٻوڙي ۽ گنگي ڌيءَ پڻ هئي. سائمن
شاهي لشڪر ۾ نوڪري ڪئي ۽ جنگين ۾ جوهر
ڏيکارڻ لڳو، تارس هڪڙي واپاريءَ جي سنگ ۾
تجارت ۾ رڌي ويو ۽ ايون پيءُ سان گڏ پيءُ جي
زمين تي ڪم ڪرڻ لڳو.

سائمن وڏي درجي تي پهتو ۽ جاگير حاصل ڪري
هڪڙي سکر ماڻهوءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين.
پگهار به جهجهو هوس، زمين به وڏي هئس، پر انهيءَ
هوندي به پورانو ڪونه ٿي پيس. پنج پنجوءَ جا
ڪٺا ٿي پيا هوندا هئس. پلا "مڙس ڪٺي، زال چٽي،
سو واٽيو ڇا وٺي؟" چوندا آهن ته قندار جو ڪٽيو
۽ گهر جي قناعت، پر هتي هن شوقين زال جي
هٿن پئسي سان جيسي راند ٿي ڪئي. سائمن زمين

ني ويو ته من ڪجھ اتان پڙهي جنهن مان پاندي
پوري ٿئي پر ائي به سو ويو جواب ڏنس ته ڀوڻائين
جيسين ڪجھ پئسو نه خرچيندين تيسين آمدني جي
اميد نه رک. اسان کي رکڻو ئي ڇا آهي جنهن جي
وسيلي آبادي ڪريون. رڳو اٿئون چوپايو مال،
نڪي اوزار، نڪو گهوڙو نڪا ڳانءِ نڪي وري
ڪو ٻڪر وغيره ئي اٿئون. پنج پئسا سيڙائڻ ڌاران
پنجاه ڪمائڻ جي اميد نه رک. سائين اهڙي خشڪ
جواب لاءِ تيار نه هو. هن سمجهيو هو ته ٻني کا
ڪپلا ڳانءِ يا ڪا مڏينو آهي، جنهن کان جيڪي
گهڻو سو لهبو پر هتي ته قصو ئي ٻيو نڪري پيو.
سرويو جي ورائڻ طاقت ئي ميڙي ڇڏيس. پيءُ واه
نه ڏسي ٻچو پيءُ ڏي ڇيائينس ته بابا، تون شاهوڪار
آهين، پر مونکي ڪجھ نه ڏنو اٿئي. منهنجو ٿيون
حصو ملڪيت ۾ لڳي، سو ڏي ته وڃي پنهنجي جاگير
سدارايان. پٽس چيو ته پٽ، فقط گهر جي ملڪيت
جو حصو ياد اٿئي يا ان سان لاڳو جي فرض آهن
ان جي به ڪا پچار پوءِ ٿي؟ تون مربي پٽ، هيءَ
گهر جا بار تنهنجا نه آهن ڇا؟ گهر ۾ آندو ڇا اٿئي،
جو ٿيون حصو تو گهرين؟ هو ويچارو غريب ايون جو
ات ڏينهن پيو وهي ۽ هو گگدام چوڪر جا لتيءَ
ڏيءَ پيٽي ٻگهر جو پورهيو ڪري تن کان ڪلهي

لوڪ ڪيئن ڏيندس؟ سائين چيو ته ايون هڪڙو
پاڳل ماڻهو آهي ۽ هو ٻيٺس، سا نه ماڻهن ۾ نه
مرن ۾، تن کي گهڻو ڪپي چا؟ اني ايون جنهن ويني
هنجو گفتگو ٻڌو تنهن چيو ته بابا، پلي ڏينس، اسان
کي ڏٺي گهج ڏنا آهن. سو نيت سائين کي مڏي
ملي ۽ هو وري وڃي پنهنجي ڪرت کي لڳو.

ٿارس ٻه پنسو کهڻو ڪما ٻو ۽ هڪڙي واپاري ۾
جي گهران شادي ڪٿي ٻرهن کي اچان ٻه گهرج
گهٽي ۾ٿي سو اچي پيء اڳيان هٿ ٽنگيا ئين ۽ ايون
جي منظوري ۾ سان ڪيس پڻ ٽيون حصو مليو. هن
حصي ۾ جيڪا مڏي ڪنٿين سا چونڊ هٿي 'سر ڏي
مونکي پيچ ڪرڻ تون' واري ڪار هٿي ۽ ٻو ايون
ويچارو سادو سوڌو بادلو پرش هو تنهن ڪلندي
ڪٽي ڏنس ۽ باڻ هڪ ٻدي ۾ گهوڙي ۽ باقي ٻچيل
توري ۾ پونجي ۾ سان پٽا، ماتا ۽ ٽماٽي ۾ ٻيڻ جي پالنا
ڪرڻ لڳو.

( ٢ )

شيطان جو مکيه هٿيار آهي جهڳڙو. جيڪي ڪنهن
ٻه توري گهٽيء ڏالهه تي جهڳــڙي ڪرڻ لاء تيار
آهن تن تي هن جو قبضو سولو ٿو ٿئي. ٻه جٽا وڙهن،
ٻه پائر قتل يا ٻن مترن جي گهاٽي ۾ ٻريت ۾ گهوٽالو
پوي ته جڻ شيطان جي عيد آئي، ٻر جي وڌا گي

جي سوال تي يا ڪنهن ٻي دنوي معاملي ۾ ٻه ڄڻا
سرچي ڪيو ڪنهن ٿي اٿيا ته هن کي ڄڻ ٽڙو گهمي ويندو.
اندر ۾ پيو سسندو ۽ اهڙو ته مرجهائجي ويندو جو
ڄڻ ڪي هتان ڪري پيو اٿس، يا ڪو جهاز ٻڏو
اٿس، يا جيڪس ڪو اگر تگر ڌوڙي ويو اٿس.

هنن ٽن پاڻن ملڪيت پاڳا ڪري ڪنهين ۽ ڪو
جهيڙو نه ٿيو تنهن ڳالهه شيطان جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي.
بيتاب ٿي پنهنجن ٽن زبردستن کي سڏي حڪم
ڪيائين ته اوهين بيوقوف قصوئي ڪاري ڇڏيو آهي.
هاڻي توهين وڃو ۽ وڃي ڪين اهڙو ته وڙهايو، جو
هڪ ٻئي جو گلو ڪپڻ لاءِ تيار ٿين. پهريائين هرهڪ
کي جدا تباه ڪريو. جڏهن مانيءَ ٽڪر لاءِ سڪن،
تڏهن ڪين ڪنهن طرز سان هڪ هنڌ ملايو ته بيڪسيءَ
جي حالت ۾ هڪ ٻي جو ڇڪين ماس پٽين. بکـ
ٻيڙو ٽول دانهه ديوانا ڪري؛ سو اول ڪين مفلس
بڻايو ۽ پوءِ منجهن رولو وجهو. جي هن ڪم ۾
ڪامياب نه ٿي مونداته جيئري گڏه جي پيٽ ۾
وجهائيندو سانو. ياد رکجو ته منهنجي حڪم جي
پيروي ۾ رتيءَ جيتري به ڪوتاهي ٿي ته اوهان
جي بوه - ڪل پرائيندس. ٽيئي شيطانڙا مالڪ جو
حڪم برچشم ڪري اچي ٻاهر صلاحي ٿيا ۽ هر ڪنهن
هڪڙي ياءَ جي برباديءَ جو سر تي ذمو

كنيو. پاڻ ۾ ايهو پڪ انجام كيائون ته جيڪو اول
ڪم لاهي سو اچي پڻ پيرو تي واهر ڪري ۽ جيسين
سمورو ڪم لهي نيسين هر روز شام جو پاڻ ۾ گڏ جي
حال احوال ڏيندا رهن. تورن ڏينهن کان پوءِ
پهرئين ڪم پورو ڪري آخرين رپورٽ هيئنءَ
ريت پيش ڪئي. ڇي :-

"مون سائمن کي اينتري ته همت بخشي هو هن
پنهنجي بادشاه اڳيان واعدو ڪيو ته جي مونکي
لشڪر جو سپه سالار ڪندين ته روءِ زمين فتح ڪري
ڏيندس. بادشاه ڪيس اهو عهدو عطا ڪري ڪٽڪ
جي مهنداري ڏيئي هندستان تي چڙهائي جو حڪم
ڏنو. لڙائي شروع ٿي. مون هڪڙي پاسي هندوستان
جي بادشاه جو لشڪر کانن جا سولجر گڏي وڌائي
ڇڏيو ته ٻي پاسي وري راتو واه سائمن جو باروت
پسائي پاڻي ڪري ڇڏيو. سو هڪڙي پاسي ٿڌي
ڪٽڪ جي وٽ. وتان ٻي پيئي ته ٻي پاسي سائمن
جون بندوقون ڪم کان جواب ڏيئي بيٺيون. سائمن
موتهار شڪست کاڌي ۽ پشيمان ٿيو. سندس لشڪر
ڪرين ۽ رين جيان ٻي هٿيار ٻڌيو دشمن جي ترار
جو شڪار ٿيو ۽ هو پاڻ به گرفتار ٿي قيد جون هوائون
کائڻ لڳو. اڄا ٿاءِ هو چوديوار اندر بند آهي ۽
سپاهي سندس سر قلم ڪرڻ جو حڪم صادر ٿيو

آهي. هاڻي صرف ڪيس ڪنهن نموني آزاد ڪرڻو آهي. هاڻي صرف ڪيس ڪنهن نموني آزاد ڪرڻو
اٿم ته پڇي وڃي گهر ٻيءَ جي اڳيان هٿ ٽنگي.
اول خير ته سڀاڻي سمورو ڪم سرانجام ڪري اچي
اوهانکي مدد ڪندس."

( ٣ )

ٻي شيطاڻي پنهنجي ڪهاڻي شروع ڪندي چيو:
"منهنجو ڪم به بلڪل ساڳيءَ طرح پورو ٿيو.
تاڙس جو ڪم اڄ تمام ٿورڙي بينو آهي باقي
هفتو به ستت جهلي نه سگهندو. پوريائين ته مان ڪيس
سست بڻايو. سندس بدن ويو سڪندو؛ ڏٺو ٿيندو؛
سندس طمع وڌي ويندي. جيڪا شيءِ اڪ ٿي ٿي
چڙهيس سا ٿي خريد ڪيائين. سمورو پئسو برباد
ڪري ڇڏيو اٿس ۽ سندس ستت اچا ته وڃي ٿي
ويندي. قرض ڪٽڻ ڪان به نه رهيو آهي. انهيءَ
مرض ۾ پڻ ڪيس اهڙو گرفتار ڪيو اٿم جو اميد ته
لقمان جهڙو حاذق حڪيم به ڪيس لاعلاج ٺهرائي
بيوسي ظاهر ڪندو. هفتي اندر سندس قرض جو
مدو پڄندو؛ لهڻيدار اچي در وٺندس. مان به
سندس سمورو مال مٽي چٽو ڪري ڇڏيندس،
تانجو ڪيس لاچار ٿي وڃي ٻيءَ جي اڳيان مهناجيءَ
جو هٿ ٻ ڳهو ڪرڻو پوندو."
جڏهن ٽئين ٻن شيطاڻن سرهائيءَ سان ٿي پنهنجي ڪار
گذاريءَ جي رپورٽ ڪئي تڏهن ٽيون ويچارو ڳل

تي همت رکيو ڪند هيٺ ڪيو مونجهاري ۾ وينو هو. جڏهن سندس وارو آيو تڏهن تمام ڳري آواز ۾ چيائين، "يا ئـــــر و منهنجو حال نه هيٺو اٿو. ايون بيوقوف نه منهنجا حوصلائي خطا ڪري ڇڏيا آهن. مان سندس شربت جي پيالي ۾ تڪ وڌي نه سندس پيٽ ۾ سور پوي ۽ سندس زمين پٽو جهڙي سخت ڪري ڇڏيم نه جئين ڪيڙي نه سگهي، پر هو نامراد اهڙو ڪونجس آهي جو سور سان ڦٽڪندي به اچي هر ڪيڙط لڳو ۽ زور لڳائيندو هلندو هليو. هر جو ٽڪر پڇي ڇڏيو مانس نه جهٽ وچي ٻيو ٽڪون هر گهران ڪٺي آيو. وري هر جي ڇوني ۽ ڪي هيٺ ڌرتي ۽ جي اندر سڪ جهلي قابو ڪري بيٺس نه جئين اڳتي وڌي نه سگهي پر هن سمورو زور ڏيئي هر کي اهڙو نه ڌڪيو جو مورڳو همت ئي ڪڇي ڪڍيائينم. ان ريت مولکي جڏو ڪري ساري زمين اچي پوري ڪئي اٿس، باقي هڪڙو پٽو رهيل اٿس. جي اوهان مدد ڪندا نه شايد اجايه ڪجه ٿي پوي نه نه سيئي جي ڪمائي ٿي ڪٽ ٿي چاڪاڻ نه جي هن بيوقوف جو حال بچڙو نه ٿيو ۽ زمين ڪيڙيندو رهيو نه پوءِ هنن کي ڪائي گهرج ڪانه پوندي ۽ هو ٻين ٻن پاڻن کي ٻط ڪارائيندو رهندو."

پهرين شيطانڙي ٻڌي ڏهن ساڻس شامل ٿيط جو انجام ڪيو ۽ هو هڪ ٻي کان جدا ٿيا.

ايوب باقي ٻچل ٻڌو ڪيڻ شروع ڪيو. پيٽ جي
سور وائڙو ڪري ڇڏيو هوس ته ٻه ڪو مڙس مڙي! تنگ
ڏيئي هر ڪا هڻ لڳو. اڃا هڪ اوڙ ڪيدي پوئتي
تي موٽيو ته هر جي چوٽي ڪنهن پاڙ ۾ اٽڪيل نظر
آيس. حقيقتاً شيطان پنهنجو آخرين وس هلائڻ آيو
هو ۽ هر جي چوٽي جي چوگرد جنگهون وڪوڙي ان
کي پوئتي قابو جهليو بيٺو هو جيئن اڳتي نه چري.
ايوب ويچار ڪرڻ لڳو ته هتي ته پاڙون هيون ئي ڪين؛
هي ۽ وري اٽڪ ڇا جي! ڌرتي کوٽي هٿوراڙيون
هنيائين ته ڪجهه لڳس جو ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين.
نوم ماس جو ويڙهوٽو ڪارو شيطان سندس هٿن ۾
ڦٿڪڻ لڳو. ايوب کي ٻچان وٺي ويئي. مٿي ڪٽي هر
تي هڻي ڇيچلائي تي ماريائينس ته هن کان چيٽ
نڪري ويئي ۽ ليلائي چيائينس ته مونکي مار نه.
جئين حڪم ڪندين تيئن ڪندس.

ايوب پڇيو "تون منهنجي لاءِ ڇا ڪري سگهندين؟."

"جيڪو حڪم ڪندين سو بجاءِ آڻيندس."

ايوب کياڙي کنهي ڇيو، "منهنجي پيٽ ۾ سور
آهي. تون ڇٽائي سگهندين؟"

"واه! انهيءَ ۾ ته مونکي ويرم ئي ڪا نه لڳندي."
ائين چئي هن هڪڙي ٽشاخي ڏاندي ڌرتيءَ مان
کوٽي ڪڍي ۽ ايوب کي هٿ ۾ ڏئي چيائين، "هنن

شاهي ماڻهن مان جيڪڏهن ڪو به بيمار فقط هڪڙي کائيندو
ته بنا دير شفا حاصل ٿيندس.”

ايئن ست ڏيهن ڏاندي ورلي ۽ هڪڙي شاخ
پٽي ڳرڪائي ڇڏيو. بس منٽ ني هڪ جي دير پيئي.
سنڌس سور پاڙون پٽجي ويو جڻ ته ڪو مکر ڪيو
هئائين. شيطان ٽري هٿ ٻڌي وري وينتي ڪئي،
”ڀلائي ڪري هاڻي آزاد ڪر. وري يا عمر تنهنجي
وڇهو نه ايندس.”

”چڱو، خدا حافظ.” خدا جي نالي ٻڌڻ شرط
شيطان ٽڙو ڏڙي ۽ ۾ ٽنگ ڪري ائين گم ٿي ويو جڻ
ته ڪو پٿر پاڻيءَ ۾ ڪريو. صرف ٽنگ سو نشان طور
رهجي ويو.

ايئن باقي به شاخون پٽڪي جي طرح ۾ وجهي
هو ڪجهه ڀور ڪيو ۽ شام جو اچي گهر آرام ٿيو،
جتي پاڻس سان ٽمن قيد مان زال سميت پناهه لاءِ اچي
پهتو هو. سنڌس ڄاگيرون ۽ مال متاع سڀ ضبط ٿي
ويا هوا ۽ جن کي ڪانڌ لاءِ ڳيو ڪونه هو، تڪو رهڻ
لاءِ ڪو اجهو ئي هو. پاڻ کي ڏسي چيائين، ”ايون،
مونکي ۽ منهنجيءَ زال کي توسان رهڻو پوندو، جيسين
وري مان ڪو نوڪريءَ جو ٻلو ڪريان.” ايون
ڪيڪاريس ۽ وڏي هيج ۽ پريم مان چيائينس، ”ادا،
جيءُ آئين ڀلي آئين ۽ گهر پنهنجو اٿئي، مان تنهنجو

خادم آهيان." مائي ڪاڻ جو وقت آيو ته سائين
جي مغرور زال چيو، "مونکي ته ايون جي جسم مان
بد بوءِ پئي اچي. مونکان ساڳيءَ ميز تي روٽي کاڌي
ڪا نه پڄندي." مڙس به ساڳيو سر آلاپيو ۽ ايون
روٽي هٿ ۾ ڪوٽ ڪلهي تي کڻي يڪدم گهوڙو
هلائي ٻنيءَ ڏانهن چڙهي هليو ويو.

( ٤ )

ٻئي ڏينهن پهريون شيطانڙو پنهنجو ڪم پورو
ڪري ايون جي ٻاديءَ لاءِ سنيهو آيو. پنهنجي
سائيءَ کي ڏسي سمجهيائين ته خير ڪونهي، خار
وٺي ويس ۽ وينديئي شرط ايون جي ڳڙب واري
ٻنيءَ پاٽيءَ سان بوڙي ڳپ ڪري ڇڏيائين. ايون
ڳڙب لڻڻ آيو. هڪ به ڏانو وهايائين مس ته ڏاٽي
جا ڏندا ڳڏائي پيا ۽ ڏيک وهڻ کان ٻڙ ڪليائون.
ايون گهڻوئي ٻاڻ ڀتوڙيو ٻر سندس ڪوشش بيڪار
وئي. ليمنه چيائين، "گهر وڃي رواٽي کڻي اچي
ٿو ڏاٽي کي ٽڪو ڪريان ۽ ساڳئي وقت وڃي مائي
ڳچو به ٿو ڪان. کڻي هٿنو نه هٿ رهٽو پيو ته به ڪم
پوري ڪرڻ ڪانسواءِ ته مٺي ماراڻي به ڪين وينديس"

اهي لفظ ٻڌي شيطان جا وڻ ٿي وڃي ويا.
جي:- "وڏي ننڍ نامراد سان اٽڪيو آهيان،
جي انين ڇڙ ٿي لڳو تـه پوءِ منهنجون به پڳڙيون

ڪندو. ڪابه اٽڪل ويڙهائي نصيب آزمائجي."

ايون ڏاڍو تڪو ڪري موٽيو، ۽ جنهن تي ڪم شروع ڪيائين انهيءَ مڙيوئي اٽڪ تي آڏو آيس. هن به دل ۾ قسم کڻي ڇڏيو هو ته جو ڪم هٿ ۾ کڻندس ان کي جيوت جي آخرين دم تائين پوري ڪرڻ کانسواءِ نه ڇڏيندس. شيطانڙو به جنهن ننڍ ڦٽين وٺ، هو ڪنهن قدم تي ڪيس اٽڪائڻ لڳو. هٿ مڇڏواچي چتا پيٽيءَ ۾ پيا، ۽ ايون جي اورچائيءَ ۽ ثابت قدميءَ نيٺ هٽي هنڌ ڪيو ۽ شيطانڙو جيڏو جاڳندو هت پير ڪڍائي اچي سندس پيش پيو. ايون کي ڪاوڙ وٺي ويئي ۽ چيائين، "نامراد، وري اچي پهتو آهين؟" شيطانڙي چيو، "اهو منهنجو پاءُ هو. مان بيو آهيان. آءٌ هن وقت تائين تنهنجي پاءُ سائين وٽ هوس."

"ڪنهن وٽ به هجين، هاڻي ته توکي جهنم پهچائيندس." ائين چئي مٿي کڻي گاڏيءَ تي پڇاڙي پوڙ تي ڪيائس جڏهن هن ليلائي چيس، "يلائي ڪري مونکي معاف ڪر. مان يا عمر توبه ڪئي. جيڪي توکي گهرجي سو ڪري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان."

"تون ڇا تو ڪري سگهين؟"

"مان تيلين ؛ ڪانن مان سولجر بڻائي تو سگهان."

"هان! پر سولجر ڪم ڪهڙو ڪندا آهن؟"

”تون ڪانئن ڪوبہ ڪم وٺي سگهين ٿو. هو سڀ ڪجهہ ڪري ڏيندءِ.“

”ڇا، هو ڳائي سگهندا؟“

”واهہ بيشڪ.“

”ڀلا پوءِ، ڪجهہ ناهي ڏيکار ته ڪا دل جي وندر نہ ڪريون“

شيطان ٽري ڪيس هڪڙو منتر سيکاريو جنهن جي اچارڻ سان يڪدم هڪڙو سولجرن جو سٿو تيار ٿي ويو؛ جنهن جي اڳيان هڪڙو توتاريءَ وارو ۽ پيا بگل باجن وارا هوا. بس ايون جون تہ اکيون ڦرخ ٿي ويئون. واڄٽ ڦاڙي نهارڻ لڳو. چئي ”واهہ، واهہ؛ هي چڱو مزو ٿيو. ڇوڪريون ڪيترو نہ خوش ٿينديون!“

شيطان ٽري وري ڪيس ٻيو منتر سيکاريو جنهن جي اچرڻ سان سولجر گم ٿي ويا. ايون ڪچڙن ۾ ڦولهيو نہ پيو سماڻي؛ ڪڏهيون پيو هٽي؛ وڏيءَ هيج مان چيائين ”اي شيطان جا مرهيد، توکي آزاد ٿو ڪريان. ڏٽي تنهنجو نگهبان ٿيندو؛ وڃ ۽ وڃي سگهين ٿو.“

اچان هن ڏٽيءَ جو لفظ واتان ڪڍيو مس تہ شيطان ٽڙو ڏرتيءَ ۾ ٽپي ڏيئي گم ٿي ويو ۽ باقي نشان رهجي ويو. ايون گهر موٽيو تہ ڀيو پاءِ تارس

منهن ۾ گڏيس . هو پنهنجن قرضن پورڻ جي سمرتي
ڏساري لهڻيندارن کان اُتي پڳو هو . ايون کي ڏسي
چيائين ، " پٽ ، جيسين مان وري پنهنجو ننڍو جاري
ڪري سگهان تيسين موکي ۽ منهنجي زال کي
توکي پالڻو پوندو . " ايون چيو ، " اکين تي . جيڪا
جائي جواري موجود آهي سا لت ڏيڻي وٺي
کانو . لتون اوهانجون ، اکيون منهنجون . "

جڏهن رات ٿي ۽ کانڻ وٺا تڏهن اهنڪار ۾
ٻڏل ٽارس جي زال چيو ، " مان هن بيوقوف سان
ساڳي ۽ جاء تي گڏ ويهي ماني ڪونه کائينديس
منجهانئس پگهر جي بدبوء پئي اچي . " ٽارس چيو
" ايون ، برابر تو منجهان سخت ڌپ پيئي اچي .
وڃ ۽ وڃي باهر کاء . " ايون ويچارو سادو سودو ،
سو ماني ۽ ٽڪر هٿ ۾ کڻي چڪ هڻندو باهر هليو ويو .

( ٥ )

ٽارس جو شيطانڙو پڻ فارغ ٿي اچي ايون کي
لڳو . پنهنجي سائين جو پتو نشان گم ڏسي پريائين
ڪجهه دل پر ڪيس ، پر پوء همت جو سندرو ٻڌي
ڪم کي لڳي ويو . سائمن ۽ ٽارس جي عيال سميت
اچڻ ڪري جاء جي تنگي ٿي پيئي هئي . ان تنگيء
کي لاهڻ جي لاء ايون وڻ تي ڪپيا ڏ کي نيون
جهوپڙيون ٺهن . شيطانڙي اچي سندس ڪم ۾ انڪ

وڏي ٿان جو نيٺ ٿڪجي ٽٽجي ايون آرام لاءِ
ويهي رهيو. جيتري وقت ۾ عيڪو پنجاهه ورهه ڪپي
وڃي، اوتري ۾ صرف ڏهه ٻه وڌي نه سگهيو.
سندس هيءَ حال ڏسي شيطانڙي اندرئي اندر ۾
خوب خوشي ٿي. چي "نيٺ جهائي ڇڏيو مانس.
يا عمر ياد ڪندو." ائين چئي تاڙيون ٺوڪيندو
ڪڙي ٿاري ۽ ٿي چڙهي جنگهون ورائي ويهي
رهيو. اتيو جو ايون، سو پڻ ڪري هڪڙي ڪهاڙي
ٻنهي انهيءَ ساڳيءَ شاخ کي وهائي ڪيائين. شيطانڙي
کي ٻاڻ ڇڏائڻ يا ٽپ ڏيڻ جو وقت ئي نه مليو ۽
هو اچي اوندي ڪنڌ هيٺ ڪريو. ايون جي مٿس
نظر پئجي ويئي ۽ کيس پڪڙي چيائين، "وري آيو
آهين. هاڻي توکي قيام ڪين ڇڏيندس." شيطانڙي
ليلائي چيو، "مان پيو آهيان جو تنهنجي پاءُ ٿارس
وت هوس. پلائي ڪري بچاءِ. جيئدان ڏي. ان
جي عيوض تون جيڪي گهرين سو ڏيان ٿو."

"تون ڇا ڏيئي سگهندين؟"

"مان توکي قارون وارو خزانو ڏيئي مالا مال
ڪري سگهندس." ائين چئي هن ايون کي هڪڙي
وڻ مان ڪجهه پن پٽڻ لاءِ چيو. ايون پن پٽيا ۽ انهن
کي ٽوڙو مهٽو مس ڏنو ته منجهائن سون ڇڻ ڇڻ
ڪندو ڇٽي پيو. پيلا چمڪندڙ سهڻا ٽڪر ڏسي ايون

کي سڀاڻي تي چيائين، ”والد ڪاڻي جي وقت
ڏل وندرائڻ لاءِ هي چيز خاص تي ڏسجي.“
ائين چئي شيطانڙي کي آزاد ڪري خدا حافظ
ڪيائين ۽ هو به ٻين ساٿين جيان ڏرٽيءَ ۾ پيهي ويو.
باقي صرف ٽنگ اتي رهجي ويو.

( ٦ )

لابارا پيا. فصل لٿو. ايون ڳوٺ ۾ هڪ وڏي
مجلس جي دعوت ڏني. ياڻون کي منٿ ڪيائين،
ڀر هنن جي ڪنڌ ۾ هٿي ڪلي، سو هن بيوقوف جي
سڏ ٿي اچڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي ۽ بي عزتي سمجهڻ
لڳا. ايون ڪڙمين ۽ ٻارن کي خوب ٻه وکري ڪارايو
۽ پيارِيو. شادمانو ۽ تماشو لڳي ويو. ڪاڏي ٻيتي
ڪان پوءِ ڳرناٽين زالن کي چيائين، ”هاڻي منهنجي
ساراهه جو ڪو سهرو ڳائي ٻڌايو ته مان اوهان
کي اوها شيءِ ڏيندس جا عمر اکين نه ڏٺي هونديو.“
هنن ڳايو ۽ انعام جي طلب ڪئي. ايون چيو،
”اوهان اتي ڀهو ته مان ڪٺي اچان.“ ائين چئي
ٽوڪري ڪلهي تي ڪٺي جهنگ ڏانهن هليو. عورتن
کيس پاڳل ڄاڻي وساري ڇڏيو. گهڙي ٿي نه گذري
ته سون جون اٺيون ڪٺي آيو ۽ لڳو ورهائڻ. ڳوناٽا
زالين مردين هٿين ٻوڙ لڳا، هڪ ٻئي جي مٿان
ڪرڻ لڳا ۽ اهڙي ته اچي پيهه پيئي جو هڪڙو ٻيو

مڙس ته زري گهٽ ڇپيٽ ۾ ڇٽجي ويو. ايون کان ٽهڪ نڪري ويو. چيائين، "اڙي احمقو! ڇو ٿا ويچاري غريب ڏاڏي کي هلاڪ ڪيو. دم جهليو ته ٻيو ٻڌون." انهن ڇهن منيون سون جون پوري ڏانهن اڇليائين - ماڻهو ويا ميڙاڪو ڪندا ۽ ايون ٻه ويو دهرادان ڏيندو، ٿانجو ٽوڪري خالي ٿي ويئي. پوء ماڻهن کي چيائين، "تو سو مان اوهان کي اهڙو راڄ تو ٻڌايان جو اوهان عمر پور نه ٻڌو هوندو." يڪدم منتر جي برڪت سان لشڪر ٺهجي ويو ۽ بگل باجا وڄائڻ لڳا. ماڻهو واتڙا ٿي ويا. ڏندين آڱريون وجهي ڏانهس نهارڻ لڳا. پاءِ پلڪ جي وندر ڪانپوء لشڪر وري گم ٿي ويو ۽ ايون گهو اچي گهوڙن جي طبيلي جي ٻاهران سمهي پيو.

( ٧ )

سائين جو منيون حقيقتون ٻڌيون سو صبوح ثيرط شرط اهي ايون کي پڪڙ ڪيائين. چي "سچ ٻڌاء ته ايهي سولجر ڪٿان آندءِ ۽ ڪاڏي وڃي لڪايءِ؟"

"ڇو، تون سولجرن کي ڇا ڪندين؟" ايون پڇيو.

"ڇا ڪندس؟ ڇو، سولجرن سان انسان ڇا نه ٿو ڪري سگهي؟ وٽيس ته سڪندر جهڙي شهنشاهت ٻڌي تو سگهي."

ايون واتڙن جيان نهارڻ لڳو. "سچ ۽ سولجرن سان بادشاهي! انهن آهي ته اڳي ڇو نه ٿي چيم ته

لکين لشڪر ڪلاڪن ۾ ڪنا ڪري ڏيائين ها. هاٿي ۾ ويٺي ڪانهي. جيترا گهوڙن ۾ شرط اهو اٿيئي ته انهن کي يڪدم هٿان وٺي هليو وينديون ته اسان جو اتوئي ڪتائي ڇڏيندا. انهن کيڏا اٿن کي ڪير ويهي ڪاڏو ڪارائيندو. "

سائمن قبول ڪيو. ايون مٿئر ٿو ڪيو. هڪڙو باري ڪنڪ اٿ ڪلاڪ جي اندر شهر ڪان ٻاهر ويندو نظر آيو.

گهڙي مس گذري ته آيو ٽارس. چي، " ايون، سچ پڇاءِ ته ايهي سونا ٽڪر ڪتان هٿ لڳئه. بيوقوف اهڙي قيمتي چيز مفت ۾ ماڻهن کي ڏيئي ڇڏيئه. مونکي نه اهتري مايا هٿ ۾ هجي ته جيڪر ساري ءِ دنيا جي دولت آڻي ڪونين ۾ ڪئي ڪريان. چريا، مايا کي ٿي ته مايا ملندي آهي. " ايون لاءِ هيءَ نئين ڳالهه هئي. چي " هان ادا! ڏس مٿان ڪل ڪندو هجين. جي ائين آهي ته، گهر جيڪي گهر جيئي. "

شام جو ٽارس هڪ مضبوط گاڏي ناڻي جي ڀري پرديس واپار لاءِ روانو ٿيو.

ٿوري وقت اندر سائمن ويڙهيون وڙهي ملڪ هٿ ڪيو ءِ بادشاهه بڻجي ويو ءِ ٽارس ڍڳه ناڻي جا ڪنا ڪيا. اتفاقاً هڪڙي ڏينهن اچي هڪ بي سان گڏيا ءِ حالي احوالي ٿيا.

سائين چيو ”اي ادا، لشڪر جي نه ڪمي ڪانهي پر ڏڍ ڏيو ۽ اقبال وڃي ٿو وڌندو، بلڪ وڃي ٿي وڌندي. اهڙي ڪٽڪ کي ڪارائڻ لاءِ پيسو نه کپي.“

ناريس چيو، ”بابا، پيسو نه مون وٽ جام آهي پر ان جي حفاظت لاءِ هٿيار بند پهريدارن جي ضرورت آهي نه ته منهنجون ته او جاڳا ڪري اکيون ٿي سڄي ٻيٺون آهن. ناڻي نندئي اکوڙي جڏي آهي. نيٺ ٺهراءُ ڪيائون ته هڪڙو هلي ايون ڪان لشڪر جي ڪاڏي لاءِ پيسو گهري ته ٻيو وري ڪانس پيسي جي پهريداريءَ لاءِ لشڪر جي طلب ڪري. ايها سٽ سٽي روانا ٿيا ۽ اچي ايون وٽ پهتا. پر ايون چيوي، ”انهيءَ ڳريءَ تيل ٿي نه لڳندو. مان تو اوهانکي سولجرءَ سون ڏيان؟ هرگز نه. گهر ڪنهن جا ٿا پڇو؟“

سائين چيو ”اڙي بيوقوف، تو انجام نه ڪيو هو ته جڏهن اسان لوڪان وڏيڪ لشڪر يا ناڻو گهرندا سون تڏهين يڪدم ڏيندين؟“

ايون چيو ”بابا، مان انجاهن ٻنجاهن مان ڪو نه جاڻان. مونکي خبر هئي ته اوهان وڃي وٺل وٺا ٿيندا؟ مون ٿي سمجهيو ته تون سولجرن جا منا واڳ ٻڌي پاڻ کي شهنشاهه بڻائيندين پر تڏهن ڏيڻهن جڏهن مون هر ٿي ڪاهيو تڏهن ڏٺم ته هڪڙي غريب بوڙهي

ٻائي روئندي ٿي ويئي. پڇيو مانس ته ڪهڙي نانگ
ڏنگيو اٿيئي ته جواب ۾ تنهنجو ڏس ڏنائين. چي
سائمن جي سولجرن منهنجو مڙس جنگ ۾ ماري وڌو
آهي. مان ته جڻ سراپجي ويس. ڇيم جي اهڙي
خبر هجي ها ته سولجر ماڻهو ماريندا آهن ته جيڪر
هڪ ڪين ڏيان ها. مون سمجهيو هو ته سولجر راڳ
ڳائي جاڻن پر هت ته ڪاصاڪي ڪرت ڪري
ويٺي. ٿارس جي ملڪيت پڻ سو جهرو ڪونه ڪيو.
مون ڪيس سونا گولا ڏنا ته وڃي راند ڪري دل
وندرائيندو ۽ پنهنجي خواه پين جي لاءِ رهاڻ پيدا
ڪندو پر هن اٿلندو غريبن جي وات مان وڃي
گره کسيو. تنهن ڏينهن ڪڙمي مڪانيل جا ٻار مون
وٽ ڪير پنڻ آيا. مون پڇيو، ”اوهان جي ڳان ۽
ڪاڏي ويئي؟“ چيائون، ”ٿارس جو بيلدار
آيو ۽ ٿي سونا ٽڪر ٻانهي کي ڏيئي ڳئون ڪاهي
ويو ۽ هاڻي ته پيئڻ لاءِ ڇڪو کير جو ڪونهي.“ منهن
جون وايون ولهڙيون ٿي ويئون، ۽ سمجهي ٿي نٿي
سگهيس ته ٿارس کان ايتري بي رحمي ڪيئن پڳي.
اهڙا جن جا حال تن کي مان ڪجهه به ڏيڻ لاءِ
تيار نه آهيان.“

گهڻو ٿي پنهنجي پانون ڏوراڙيس پر ايون هڪ
ٻي ٿي پنئو ۽ نه مڙي. نيٺ هو ٻئي پوئتي

موٽيا، ۽ صلاح ڪري هڪڙي اڌ لشڪر ۽ بادشاهي ٻي ڪي ڏني ته ٻي وري ڪيس اڌ ناڻي جو ڏنو. اهڙي طرح ٻئي مايادار، لشڪردار ۽ ملڪدار ٿي پيا ۽ ويا ڏينهون ڏينهن آسودا ٿيندا.

( ٨ )

ايون گهر ۾ رهيو. ماءُ پيءُ جي خدمت ۾ ٻنيءَ ۾ گوڏيءَ پيڻ سان گڏ پورهيو ڪرڻ سندس مکيه ڪم هوا. هڪڙي ڏينهن سندس ڪتو اچي بيمار پيو ۽ وات مان ڪف وهڻ لڳس. ايون کي دل ۾ ترس پيو. سو گهران ماني ڳيو ڪٽي ٽوپيءَ ۾ وجهي آيو ڪتي وٽ ۽ اهو ڪٽي هنجي اڳيان رکياءِ. ٻچا ٽا ته ڀرين شيطا نڙي جون ڏنل شفا وارين شاخون جي ٽوپيءَ ۾ اٽڪيل هيون انهن مان هڪ ڪتي جي وات ۾ اچي ويئي ۽ هو نو بنو ٿي پيو. ايون جا مائٽ وائڙا ٿي ويا. ايون کين سمجهايو ۽ ٻڌايو ته اڃان هڪ شاخ ٻچيل اٿم.

ٻ چار ڏينهن گذريا ته بادشاهي ڍڍو گهمي ويو ته هيڪو ماٺهو بادشاه جي بيمار ڌيءَ چڱا ڀيندو تنهنکي اڌ راڄ ڀاڳ جو ملندو ۽ ڇوڪري ٻ سا ٽس پرڻائي ويندي. ايون جي مائٽن پٽ کي تيار ڪيو. چي "ايها هڪ باقي ٻچيل شاخ ٻيءَ ڪهڙيءَ ويل ڪم ايندي. هل ته هلي ٻخت آزمايون."

ايون ڪپڙا ڪري ٿهي سنهري ٻاهر نڪتو ته فقيرياڻي گڏيس جنهن جو هٿ ٽُنڊو هو. هن رڙ ڪري چيو: "اي ايون، مون ٻڌو آهي ته تون بيمار چڱائي سگهين ٿو. آس ڪري آئي آهيان، ڀلائي ڪري منهنجو هٿ ٺاهي ٺيڪ ڪر. ڏاڍي تڪليف اٿم. روٽي گرهه به پاڻ وات ۾ وجهي نه ٿي سگهان."

ايون نه ڪٿي هم نه ٿم. جهٽ ڏيئي باقي بچيل شاخ ڪٽي وات ۾ ڏنائينس ۽ هوءَ سچي هٿين ٿيندي کيس دعائون ڪندي ويئي. سندس ماڻهن جو هيءَ حقيقت ٻڌي سي اچي مڙيا. چي "پاڳل، هڪڙي پينورن جو قدر تو وٽ بادشاهه جي ڌيءَ کان به وڌيڪ آهي؟" ايون کي بادشاهه جي ڌيءَ لاءِ همدردي هئي ۽ هو گاڏي سنبرائي تيار ٿي نڪتو. ٻڌس پڇيس "هاڻي ڪهڙي ڪيپ ڪتڻ هليو آهين؟" چي "بادشاهزاديءَ کي چڱائڻ." هو خارون کائيندا ٿي رهيا، هيءُ يار موج ۾ گاڏي هڪليندو اچي بادشاهه جي ٻنهي پهتو. هن جو چائنٺ ٿي پير رکڻ ۽ ڇوڪريءَ جو درد دفع ٿيڻ. سندس اچڻ ۾ اهڙي ڪا برڪت هئي جو ٻنا ٻڪيءَ جي ٻاجهه ٿي ويئي. بادشاهه کيس پنهنجو نائب بڻائي اڌ ملڪ جو بادشاهه ڪيو.

اهڙيءَ طرح ٽيئي ڀائر جدا جدا ملڪن ۾ بادشاهي
ڪرڻ لڳا.

( ٩ )

ٽنهي ڀائرن جي بادشاهي هلندي آئي. سائمن
بهادر ايون وارن سولجرن کان سواءِ ٻيا ڀڻ ڪيترا
سولجر لشڪر ۾ داخل ڪيا. هر هڪ ڏهن گهرن ٿي
جنگي نوڪري لاءِ هڪ ماڻهو ڏنائين جيڪو سڀني
۾ ڏگهو ۽ بدن خواه منهن ۾ صاف هو. اهڙو وڏو
شاهي لشڪر تيار ٿي ويو جو پاڙي اوڙي جا سڀ
حاڪم هن کان ڊنا ٿي. اڃا ڪنهن چپ ٿي چوريو
ته انگي چماٽ ٿي لڳي. جيڪي ٿي سائمن طلبيو سو
ٿي کيس مليو. دنيا ۾ جي نعمتون سندس پيرن ۾
ٿي رليون.

ٽارس ۾ خوب دولت ڪٺي ڪئي. پنهنجي
سلطنت ۾ امن امان برپا ڪياءِ. هر ڪو شخص
قاعدي کي عزت سان ڏسڻ لڳو. خزانو ٽمٽار هو.
ماڻهن کي گهوڙا، گاڏي وهائڻ ۽ هر ڪنهن قسم جي
مال خريد ڪري ٿي سرڪاري ٻل ڏيڻي ٿي پيئي. پيسو
شاهه آهي. ڳنڍ ۾ ناڻو ته منو جڳاڻو، نه ته ناڻي بنا
نرويڳاڻو. پيسو دنيا ۾ وڏا ڪم ٿو ڪري. انهي ۽
پيسي جي برڪت سان ٽارس وٽ مال متاع جي
ڪمي ڪانه رهي. هر ڪا چيز اشاري وهيٺي هئي.

ايئن به ڏکي ڪونه هو. شهر جي موت ڪان
پوءِ ساري ملڪ جو والي ٿيو پر انهيءَ ڪري ڪو
من وڏي ڪونه ويس. اٽلندو پيڊا چال شروع ڪيائين.
پنهنجا شاهي وستر سڀ لاهي زال کي ڏنائين. چي
”وهي صندوق ۾ سوگها ڪري رک.“ پاڻ وري
اوهو ساڳيو ڪڙميءَ وارو پوش ڪٽي پهريائين. هڪ
هنڌ ويهي سنڌ ساٽا ٽيڻ لڳس. چي ”هن قسم جي
حياتيءَ ۾ ڪهڙو مزو. وڃان ٿو سڄندو. ڇڙاءِ وڃي
ٿي چڙهندي. بک لڳيندي ڪا نه ۽ ننڊ لاءِ نيڻ پيا
سڪن. چار اوگرائيءَ آندو ٿي ساڙي رکيو آهي.
هيءَ سستيءَ ۽ بيڪاريءَ جي حياتي گهڻ مون لاءِ
وڏو جنجال آهي.“ ائين چئي يڪدم ماڻهو موڪلي
پيءُ، ماءُ ۽ گونگيءَ ڀيڻ کي گهرائي ساديءَ جاءِ ۾
گذر ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ اڳي وانگر هٿن جو
پورهيو ڪرڻ لڳو. ماڻهو ڊوڙندا آيا. چي ”جيئندا قبلا
هي ڇا. اوهان شاهه ٿي هيءَ گدائي ڪيئن پيا
ڪريو.“ ورانيائين، ”شاهه ٿيس ته ڇا ٿيو. شاهه کي
به پيٽ روٽي ته کائڻي آهي.“ هڪڙو وزير وٽس
آيو. چي ”سائين، ماڻهن کي پگهارن ڏيڻ لاءِ پيسو
ڪونهي.“ ”جي ڪونهي ته نه ڏيو،“ ايهو جواب
ڏنائين. وزير چيو ”سائين، ائين ته نوڪري ڪوبه
نه ڪندو.“ چيائين، ”موڪل ڏيئي ڇڏينس. اٽلندو

وڃي ٻنين ۾ ڪم ڪندا ۽ ٻارن جي پورهئي تي پاڙ
سگهندا."

ماڻهو ايون وٽ فريادون ڪٺي انصاف لاءِ
آيا. هڪڙي چيو، "حضور انور، منهنجي پاڙيسريءَ
منهنجا پيسا چورايا آهن." ايون چيو، "انهيءَ
مان ظاهر آهي ته هن کي گهرج هئي." ٻي چيو،
"حضرت عاليجاه، فلاڻي شخص خون ڪيو آهي."
ايون وراڻيو، "ايهو ڏيکاري ٿو ته ضرور ڪنهن
پنگتي يا ٻي ظلم کيس پاڳل بڻائي پاڻيءَ کان ٻاهر
ڪڍيو آهي. پهرين جوابداري انهن رڳه تيڙيندڙن
تي آهي." ماڻهو چوڻ لڳا ته بادشاه بيوقوف آهي.
زالهنس چيو، "ماڻهو ٿا چون ته تنهنجي ڪل ڏڍيل
آهي." چي "پيا چون. ڪاندن مان خير." زال
ويچاري ڇا ڪري دل ۾ سو چيائين ته مڙس کان
ٻيءَ طرح ته ڪونه هلندس، اڪي سندس مخالفت
ڪندس. جنهن طرف سٺي ويندي، ڏاڍو به ان
طرف ئي رخ رکندو. انهين ويچاري ويچاريءَ پاڻ
به شاهي لباس لاهي رکيو ۽ غريباڻي پوشاڪ پهري
پورهي ۾ لڳي ويئي. ملڪ ۾ هل چل مچي ويئي.
گونار ۾ غلغلو پئجي ويو. اوچا نفيس ماڻهو ديس
ڇڏي وڃي پرديس وسائي وينا. باقي ٿلهو ڳالهائيندڙ
ٿلهو پهريندڙ، ٿلهو کائيندڙ ۽ ٿلهو هلندڙ دنيا جي

ليڪي پاڳل ماڻهو اچي ملڪ ۾ پهچيا. پيسو ڪنهن
وٽ ڪونه هو. هو ڪم ڪندا ۽ ڪال ڪٽيندا هوا.
پاڻ به ڪانه ٿيندا هوا نه پرديسين، بيواهن ۽ ساڌو
ڀرشن جي شيوا به ڪندا هوا.

( ١٠ )

هيڏاهن هنن ٽن پاڻن جي حڪومت ٿي هلي ته
هوڏانهن بدي شيطان اکيون ڪڍي ويٺي راه نهاري
ته ڪڏهن ٿا شيطانڙا موٽن. ويٺي ورهيه لنگهي ويا
پر پتو ڪونه پيو. سو نيٺ سوڍي وانيو سنيري، ڪوبو
ساهي ڪرو. هليو پاڻ همراهيءَ لاءِ. اچي ڏسي ته
ٽيئي گم آهن، صرف ٽنگ ظاهر آهن. پاڻ به ساڳئي
ماڳ تي ڪين آهن پر اڳلند و اڳي ڪان به سير سرس،
حڪومتن جا حاڪم بڻيا ويٺا آهن. شيطان ڪي باه
وٺي ويئي. چي "اجهو تو سيڻي جي ڏڪ مان ور
لاهيان." پهرپائين جنگي جوڙي جو روپ ڌاري
ويو سائمن بادشاه وٽ ۽ چيائينس، "حضور، مون
ٻڌو آهي ته اوهان وٽ سورمن جو قدر آهي.
مون ۾ سورمائيءَ جي ڪمي ڪانهي جي پاڻ وٽ
رکندا ته ڪنهن ڏينهن روءِ زمين جو تاج اوهان
جي سر تي پيو جهلڪا ڏيندو." سائمن ڏٺو ته هو
حد سياڻو آهي سو ڪيس لشڪر جو مهندار مقرر
ڪيائين. بس، هڪڙي سال جي اندر سمورو ڪارخانو

قوري ويو. جيڪي ٻه ماڻهو ملڪ ۾ بي روزگار هئا
تن کي يڪدم لشڪر ۾ داخل ڪيائون ته انهن اڳي
کان پنجوڻو ڪنڪ تي ويو. نوان ڪارخانا کلي ويا
جتي بارود ۽ بندوقون گهڻي انداز ۾ تيار ٿيڻ
لڳيون. نيون توبون جن منٽ ۾ سو گولا ڇٽڻ جي
گولين جيان تي اڏايا، تفنگا جن ماڻهن خواه ڪنهن
ٻه ٻي سا هواري جو ڪم سيڪنڊ ۾ تمام ٿي ڪيو ۽
زهري گئس جن هزارين ماڻهو منٽ ۾ مورچا ڪيا،
سي سڀ سائنس جي ڪارخانن ۾ شيطان جي هدايتن
هيٺ ٻي تيار ٿيا. سائنس سمجهيو ته هيئنر ڪنهن جي
ونڌ جو نه آهيان سو ويو هڪ ٻي پنيان ٻيو واريون
بادشاهتون ڳرڪائيندو. ليڪ ڳوه کي ڪتي ۽ ڪنيون،
سو وڃي شڪارين جا گهر ڳولهيائين. ايڏي بادشاهي
مان پيٽ نه پيس سو هندستان تي ڪاه ڪيائين
پر ايها خبر ٿي ڪا نه هئس ته هندستان جي راجا
سندس سڀ نوان نمونا اڳيئي نقل ڪري ڇڏيا هوا.
نه فقط ايترو پر انهن کان. وڌيڪ هوائي جهاز ٻه
ٺهرايا هوائين جنهان مٿان ني مٿان هوا منجهان
خوفناڪ گولا ٿي ڪريا. مردن کان سواءِ زالون
ٻه لشڪر ۾ ڀرتي ڪيون هوائين. جنگ جو اعلان
ٿڪتو مس ته يڪدم انهن هوا باز عورتن سوين ميل
اڳڀرو وڃي سائنس جي لشڪر تي گولا وسايا. نتيجو

ايھو نڪتو جو سائمن جي لشڪر هندستاني مردن
جو منهن به نه ڏٺو ۽ ويا ڀڳڙن جيان ڀڄندا، تان جو
سائمن اڪيلو ڀيڄرا ونئي پناهه لاءِ هيڏي هوڏي
ڊوڙون پائڻ لڳو. هيڏي ساري سلطنت پاڻيءَ جي
ڦوٽي جيان لهرين لڳندي اڏي ويئي ۽ هو بيڪس
۽ مفلس رهجي ويو.

هڪ ڪي پورو ڪري شيطان هليو ٻي ڏي. ٿارس
جي ملڪ ۾ وڃي وڏو واپاري بڻجي ويٺو. هر ڪنهن
شيءِ لاءِ گهري قيمت ڏيڻ لڳو. ماڻهو شاهوڪار ٿيندا
ويا ۽ بادشاهه کي خوشيءَ سان ۽ ترت ڍلون ڏيڻ
لڳا. ٿارس ڏسو ته خوش ٿيو ٿي. ڇي "ڪو سڌورو
واپاري آيو آهي." پر هن جلدئي محسوس ڪيو
ته ايها سندس ڀل هئي. هڪڙي محلات جي تيار ٿيڻ
جو حڪم ڏنائين پر ڪاٺ ۽ پٿر ملڻ درلڀ هوا،
چاڪاڻ ته واپاريءَ پهريائين ئي سمورو ڪاٺ
۽ پٿر خريد ڪري ڇڏيو هو. تلاءَ تي نهريائين سو سڀ
مزور پڻ ونس رڌل هوا. جي بادشاهه ڏي اٺ
آنا روز، ته واپاري ڏي روپيه. اهڙيءَ طرح واپاريءَ
جي ڀَسي جي لٽ سڀ سامان ۽ مزور خريد ڪري
ڇڏيا ۽ بادشاهه جي ڪم اڻيئي ڏوڙ ٿي هاٿي. شاهي
باغ نهڻ جو درباري حڪم نڪتو پر ڪمي ڪم تي
ڪونه آيا، چاڪاڻ ته سيني واپاريءَ جي ڪمن

ٿي ٿي ڪم ڪيو. بادشاهه کي گهوڙن جي گهرج هئي
پر سڀ گهوڙا واپاريءَ وٽان اگهن تي خريد ڪري
ڇڏيا هوا. انوپت جيڪي ٿي گهرايائين تنهن کان
جواب ٿي مليس. صرف ٻلون سو جام ٿي مليس.
پئسو ويو وڌندو ۽ خزانا وها پربا، تانجو رکڻ جي
جاءِ نه رهي. بادشاهه ڏاڍو دکي ٿيو. ڪوچوان،
بورچي ۽ نوڪر چاڪر واپاريءَ وٽان وڏن لوازمن
ملڻ ڪري سڀ بادشاهي نوڪري ڇڏي هڪ هڪ
ٿي وڃڻ لڳا. ماٺو گهري نه ماٺو نه ٿهي، جي ڪا
چيز گهري ته اڳتي خريد ٿي پئسي هجي. صرف
پئسو سو جام ٿي مليس. ٽارس جو منهن ٽامڻي هٽي
ويو. غصي ۾ لعل ٿي هڪڙي ڏينهن واپاريءَ کي
ديش نيڪاليءَ جو حڪم ڏياري موڪلايائين.

واپاري به حڪم اکين تي رکي پر واريءَ بادشاهيءَ
۾ وڃي سرحد تي ويهي رهيو. ساري مخلوقات
سندس پوئتان پڄندي ويئي ۽ ٽارس کي ملڪ جنسي
کائڻ تي آيو. نوڪر نه لڀيس جو ڪٽي ٻيڪ پاٽيءَ
جا پيارِيس، اهڙي پريشان حال ۾ سائمن اچي وٽس
پهتو ۽ سور روئي مدد گهريائين پر ٽارس چيس ته

اڇو سورن واريون، ڪريون سور پچار؛
ڪني گهٽا، ڪني ٽورا، ڪانهي سورن ڪان ڪاڙار.

"ادا، آءٌ اڳيئي ڏٺو ويٺو آهيان. ته ڏينهن
ٿيا آهن جو گرهه به نصيب ڪونه ٿيو اٿم، پئسو اکين

جو ڏٺو، سو ٻڌائين ڏيو پيو آهي، ليڪن هر هڪ
سون جو سڪو پٿر جيان بيڪار آهي.“

( ١٠ )

پن پائرن جو ليکو لاهي شيطان تنهن ايون ڏي
آيو. سپه سالار جي صورت اختيار ڪري اچي
ايون کي لالچايائين. چي ”بادشاه ته لشڪر، نه ته
بادشاه وري ڇا جو. مونکي اجازت ڏي ته تنهنجي
رعيت مان سولجر ڪٺا ڪري لشڪر ٺاهيان.“
ايون چيو، ”بيشڪ، وڃي لشڪر گڏ ڪر پر سولجرن
کي منا راڳ ڳائڻ سيکارج ڇو ته مونکي اهي وڻندا
آهن.“ سپه سالار ويو. ماڻهن کي ڪئين قسمن جون
لالچون ڏنائين چي ”اچو ته اوهان کي شراب پياريان
۽ ڳاڙهيون ٽوپيون ڏيان.“ پر ماڻهن چيو، ”اسان
کي شراب گهر ۾ ئي گهڻو آهي جو اسان پاڻ ٺاهيندا
آهيون. ٽوپيون به اسان جون زالون قسمين قسمين
پتا پتي ڪنهن سان تيار ڪنديون آهن جي ٽوڏ نيون
به نه هونديون.“ جڏهن چٽ مان نه وريو تڏهن لٺ
ڪنيائين. چي ”جيڪو لشڪر ۾ داخل نه ٿيندو ان
کي قتل ڪيو ويندو.“ پر ماڻهن چيس، ”جي
سولجر نه ٿينداسون ته ٽون قتل ڪندين. پر ايهو
نه ٻڌاءِ ته سولجرن جو ڪهڙو حال ٿيندو آهي.
چوندا آهن ته هو پڻ جنگ ۾ مرندا آهن.“ ”هائو،
ائين ته آهي.“

"نه پوءِ ڇو پر تخت مرڻ ڇو پر روئي خاڪ"
(تخت لئي مرڻ جي ڳالهه، جي پٽ لئي ته ڳالهه). مڙيوئي
ٿيو مرڻو تنهنڪري پنهنجي گهرن ۾ ڇو نه مرون."

"اوهان وڏا بيوقوف آهيو. جنگ ۾ لازمي نه
آهي ته ڪو اوهان مرندا. وقتي ٻچي به وڃو ۽
بيءَ حالت ۾ ته موت جي تلوار صاف اوهان جي
سر تي پيئي چمڪي."

ماڻهو منجهي ويا. ٻڳا ايوَن ڏي. پڇيائونس،
"ڳالهه ائين آهي ته جي اسان سولجر ٿينداسون ته
تون اسان کي مارائي ڇڏيندين؟"

ايوَن کان ٺهڪ نڪري ويو. چيائين، "مان
هڪ جڻو، اوهان سڀني کي ڪهڙيءَ طرح قتل ڪري
سگهندس؟"

"نه پوءِ اسان نوڪري نه ڪنداسون."

"ڀلي نه ڪريو. جيئن اوهانجي مرضي."

شيطان ڏٺو ته هت دال نه ڳري سو ويو ٽڙاخان
جي بادشاهه وٽ ۽ وڃي کيس چيائين، "جي تون
مونکي پاڻ وٽ نوڪري ڏيندين ته مان توکي ايوَن
بادشاهه جو سارو ملڪ فتح ڪري ڏيندس."
بادشاهه قبول ڪيو ۽ مهيني کن بعد هڪڙو وڏو
ڀاري لشڪر مٿي اڏائيندو واچوڙي جيان ويندو
نظر آيو. بادشاهه پاڻ ڪنڪ سان ڪنو هو. جلدئي

اچي ايون جي حد اندر داخل ٿيا. ماڻهو پڇندا
ويا بادشاه ايون وٽ. ته "غنيم چڙهائي ڪري
آيو آهي."

"پلي آيو؛ اچڻ ڏيوس،" ايون چيو. ترا خان
جي بادشاه پنهنجا اسڪائوٽ (جنگي جاسوس)
موڪليا ته ايون جي لشڪر جو حال احوال وٺي
اچن. گهڙو رليا پر پتو ڪونه پين ته ڪو لشڪر آهي
يا نه. بادشاه لشڪر کي ڳولڻ هٿ ڪرڻ جو حڪم
ڏنو. سولجر ڪاهي پيا واهڻن ۾. واهڻي ويچارا
زالين مردين ٻاهر نڪري ڪين گهور ڪري ڏسڻ
لڳا. سولجر سندن ان ۽ مال ڪٽڻ لڳا پر ماڻهن اڪو
به نه چيو. ڪيترا ڳوٺ اهڙيءَ طرح گهميا پر جتي ٿي
ويا اتي ساڳي ڪار ٿي ڏٺائون. جيڪي ڪٽڻ، انهيءَ
لاءِ اڪو به ڪين ڪير ڪونه پيو چوي. اٽلندو هر ڪو
ڪين آدرياءُ ڪري ماني پيو آڇي، ڏڌ پيو پياري
۽ ائين پيو چوي، "ادا، جي پنهنجي ملڪ ۾ اوهان
اهڙا دکي آهيو ته مور ڳوئي هتي چو نه اچي ويهو.
هتي اوهان کي مانيون موڪ ڏينداسون. اتو ۽
لسيءَ جو وٺو ۽ ٿلهو هٿ جو لٽو جيترو اوهان کي
گهربو سو محنت سان مٿو پيو ملندو." انهيءَ روش
سولجرن کي ڪڪ ڪري ڇڏيو. پلاهو جنگ جا
ڪوڏيا، تن کي ايهي منيون ڳالهيون ڪيئن وڻن.

سو موٽي ويا پنهنجي بادشاهه ڏي ۽ چيائون:
"حضور جنگ چڱي، پر هيءَ عجيب جنگ آهي جتي
تلوار مياڻ مان نڪريئي ڪانه." بادشاهه ڪاوڙجي
ويو ۽ سولجرن کي حڪم ڪيائين ته ڦريو، لٽيو ۽ نه
ڇڏيو. گهرن کي باهه ڏيو، ڳوٺن کي تباهه ڪريو ۽
مال کي قتل ڪريو. جي انهيءَ حڪم جي ادائيءَ
۾ ڪوتاهي ڪندا ته اوهان کي قتل ڪيو ويندو.
سولجر ڀڄي ويا ۽ وڃي ڦرمار ڪري لڳا. ماڻهن تڏهن
به جهيڙو فساد ڪونه ڪيو. اُلٽندو ٻاهر ٻهي زالين
مردن ۽ ٻچين ٻارن روئڻ لڳا. نماڻو منهن ڪري ڪين چوڻ
لڳا، "جو تا حق ناحق اسان کي نقصان پهچايو ۽
چڱيون شيون زيان ڪريو. انهيءَ مان اوهان کي
هٿ ڇا ٿو اچي. جڏهن جيڪي اوهان کي گهرجي
سو ڏيڻ لاءِ تيار آهيون ته پوءِ هيءَ اجائي تباهي
ڇا لاءِ؟" سولجر ايهو حال ڏسي وڌيڪ دل جهلي
نه سگهيا ۽ بادشاهه جي پرواهه نه ڪري نوڪريءَ
کان پڙ ڪڍي هليا ويا.

شيطان ڏٺو ته لشڪر ڪم نه ڪيو سو هڪڙي
شاهوڪار سکر ماڻهوءَ جي صورت وٺي اچي ايون
جي ملڪ ۾ وينو. صبوح ٿيو ته سون جون ڳوٺڙيون
ڀري هڪڙو پنو ڪٺي اچي چوسول ۾ ويٺو ۽ ماڻهن
کي سڏي چيائين، "اوهان جهنگلي زندگي پيا

گذاريو. اڇو تہ مان اوھان کي سوڍي رھت
سيکاريان. اڇو اچي موتوت ڪم ڪيو ۽ ھن نقشي
موجب جاءِ تيار ڪري ڏيو تہ مان اوھان کي سونا
گولا ڏيان.“ انين ڇٽي ڳوٺڙيون ڪولي اهي چمڪندڙ
سونيون آنيون ڪين ڏيکاريائين. ماڻھو عجب ۾ پئجي
ويا. منجھن پئسي جو رواج ڪونہ ھو. جنس هلندي
ھٽي ۽ ھڪ ٻي لاءِ پورھيو ڪري عيوض پورو ڪندا
ھوا. سون جي سڪن، آنين ۽ گولن کي اکيون ڦاڙي
ڏسڻ لڳا. ڇي ”کھڙيون نہ عمديون نئڙيون
شيون آھن!“ ھرڪو شيون ڏيئي اھي گولا وٺڻ
لڳو. انھن جي عيوض ماڻھو ان سکر ماڻھوءَ وٽ
محلات ۾ ڪم ڪرڻ لڳا. شيطان جي من جي مراد
پوري ٿي ٿي. ڇيائين، ”ھاڻي ڪاڏي ويندو.
اجھو تو رسا تل رسايا نس.“ ماڻھن ايھي سونا سڪا
۽ گولا وٺي زالن کي ڏنا جن ڳچيءَ ۾ ھار ڦاھي پاتا
۽ وارن ۾ ڳنڍا. نئڙا بار انھن سان رانديون
ڪرڻ لڳا. ھر ڪنھن جي گھر ۾ سونين آنين جو ڍير
لڳي ويو. شيطان جو محلات اڃا اڌ مس تيار ٿيو ھو
جو ماڻھن وٽس اچڻ بند ڪيو. سونا سڪا آڇي ھر
ھر ڪنھن جو من پرائو ٿيو ھو. وقتي ڪو غريب
نئڙو ڇوڪرو ڪڪڙ جو آنو ڏيئي سونو سڪو
وٺي ويندو ھو باقي نہ تہ عام ماڻھن وٽڻ بند ڪري ڇڏيو.

هڪڙي ڏينهن ڳوٺڙي ڪٺي هڪڙي گهر ۾ آيو؛ سونو سڪو ڏيکاري هڪڙو جوڙو گهريائين، پر اندر ويٺل عورت جواب ڏنس. "اهڙا ته اڳيئي ڪوڙ پيا آهن." هڪڙيءَ ٻيءَ زال کي ننڍڙيءَ مڇيءَ جي عيوض سونا سڪا آڇيائين، پر هن جواب ڏنس "اي نيڪ مرد، مون کي انهن جي ضرورت ڪانه آهي. مونکي ٻار ڪين آهن جي ويهي انهن سان راند ڪن. باقي نموني طور ته اڳيئي پيا اٿم." هڪڙي ڪڙميءَ جي دڙي وٽ سوني سڪي جي عيوض ماني گهريائين پر هن چيس، "اهي مونکي ته گهرجن، پر جي واسطي خدا جي ڳيو گهرين ته ڏيانءِ." شيطان خدا جو نالو ٻڌي وٺي ڀڳو. خدا جي نالي تي ٻيک پنڻ نه ٻري رهي پر خدا جو صرف نالو ٻڌڻ جي لاءِ جڙ ته اجگر نانگ جو ڏنگ هويا ترار آبدار جو گهاءُ هو. اهڙيءَطرح ان ڏينهن مانيءَ کان محروم رهيو. هرڪو ٻيو چويس، "سون نه گهرجي. ڪا شيءِ ڪٺي اچ، يا اچي ڪم ڪر يا نالي خدا جي ڪجهه گهر." پر شيطان کي پئسي کان سواءِ ٻيو هوني ڇا جو ڏئي؟ ڪم ڪرڻ نه هو يا ڪم سکيو ئي نه هو. واسطي خدا جي مرندي مري وڃي ته به وٺڻ وارو نه هو.

شيطان جي ڪاوڙ جي حد ئي نه رهي. چيءِ "اي احمقو! اوهان کي ناڻو ٿو ڏيان، ٻيو ڪهڙو ٿا هو ڏيان.

ناڻي سان اوهان ڇا نه خريد ڪري سگهندا ۽ ان ڪان گهڻو ڪم نه وٺي سگهندا؟" پر هنن صاف جواب ڏنس ته اسان کي ناڻي جي ضرورت ڪانهي. ڪي رقمون ڪيئن ڏيڻيون اٿون، نڪي وري ڪي پئلون ڏيڻيون آهن سو اهي سونا سڪا اسان جي ڪهڙي ڪم جا؟" شيطان بڪيوئي وڃي سمهيو.

ٻه ٽي ڏينهن گذريا، شيطان ويو پڙ ڪندو. ماڻهن کي توس اچي ويو ۽ وڃي بادشاه ايون کي ٻڌايائون ته هن ريت هڪڙو سڪر ماڻهو ڪم کان عاري آهي ۽ پيو بک مري. ايون چيو، "ڪيس ناراڻو نه پوندو. هر ڪو گهر ڪيس هڪڙو ڏينهن کارائي." انهي فيصلي موجب شيطان روز هڪ گهر کان ٻي گهر ڦرندو رهيو ۽ پنهنجي پيٽ پاليندو رهيو. نيٺ واري ڦيري سان ايون جي گهر پهتو. گونگيءَ جو ڪو وٽني ماني تيار ڪئي. ڪيترا دفعا سست آدمي وٽس پنهنجي مليل ڪم جي پوري ڪرڻ کان سواءِ ٽي اچي ملاهون ۽ مڪرڻ کائيندا هوا. تنهن ڪري هن ٻڌڪ جي لاءِ هڪڙي آزمائش مقرر ڪري ڇڏي هئي، مانيءَ جي وقت هر ڪنهن جا هٿ کولائي ڏسندي هئي. جنهن جا هٿ ڪم سبب سخت هوندا هئا يا مٽي ڦوڪٽا هوندا هوا تن کي ماني کارائيندي هئي باقي ٻين کي سيٺي جي ڪاني الڪ

کان پوء بچيل پور ڏيندي هئي. شيطان اچان ميز
تي وينو مس ته گونگي آئي هٿ ڏسڻ. هن جا نرم
۽ لسا هٿ ڏسي ته کي پاسي کيائينس. مڙس کي
باه وني ويٺي پر بين سڀني سمجهايس ته هٿن هي ۽
اصل جو نيم آهي. ٽورو ٽوس ته ٽوکي به ماني ملندي.

شيطان جي هيٺئر حد بي عزتي ٿي رهي. کٽن
واريءَ جوت ملڪ جي آڇ کيس آگ لائي چڏي.
ايون ڏي منهن کري چيائين، "اي بادشاه، هيءَ
کهڙو بيوقوفيءَ جو قاعدو؟ چا کم فقط هٿن سان
ٿيندو آهي کيٽن؟ سياڻا ماڻهو، بڏاء ته چا
سان کم کندا آهن؟" ايون جواب ڏنو، "اسان
کي کهڙي خبر سياڻن جي. اسان واهڻي ته بابا
هٿن جي هاج جاڻون، باقي ٻي خبر اسان کي کابه
کانهي." شيطان چيو، "چاکاڻ ته اوهان وٽ
عقل جي کوٽ آهي. اچو ته مان اوهان کي سيکاريان
. مغز سان کيٽن نه وڌيڪ کارائتو کم ٿي سگهيتو.
وهان سمجهو ٿا ته شايد تکليف وارو کم ٿيندو ئي
ٿن سان آهي، پر ياد رکو ته مغز واري کم ۾ هزار
ر وڌيڪ تکليف آهي. وقتي مغز ڦسي ڏري
ندو آهي."

ايون ويچارو ٻڌجي ويو. نيٺ چيائينس "دوست،
ي انهن آهي نه پوء عذاب سهڻ جي پلا ضرور س

کھڙي؟ پلا مغز ڏارائڻ بہ ڪا سورھيائي آھي ڇا؟
انھيءَ کان ھٿن پيرن جو سولو پورھيو وڌيڪ سٺو."
شيطان چيو، "سياڻا ماڻھو ايھي عذاب نہ سھن، تہ
اوھان جھڙا ماڻھو دائمي بيوقوف رھجي وڃن.
اچو تہ اوھان کي ڪم سيکاريان." ايون چيو،
"چڱو پلا سيکاري تہ ڇڏ، متان ڪنھن مھل ھٿ
تنبائي پون تہ پوءِ مغز تہ ماني ڪارائي."

شام جو شاھي پڙھو گھمي ويو تہ ھڪڙو سڪو ماڻھو
عام رعيت کي مغز سان ڪم ڪرڻ سيکاريندو ۽
ڏيکاريندو تہ مغز سان ڪم ڪرڻ وڌيڪ ڪارگر ۽
فائديمند آھي، تنھن ڪري سڀ ماڻھو اچي ان جو
فائدو وٺن ۽ علم پرائين.

ايون جي بادشاھيءَ ۾ ھڪڙو اڏاھون برج ھو
جنھن جي چوٽيءَ ڏانھن ھڪڙي ڏگھي شيخ جيان
سڌي ڏاڪڻ ٿي ويئي. ايون شيطان کي اتي چوٽيءَ
وٽ بيھاريو، جتين ھرڪو کيس بلڪل چڱيءَ طرح
ڏسي سگھي. اتان بھي ھن واعظ شروع ڪيو. واھٽي
ويا مڙئدا، جي ڏسو تہ ڪيئن ٿو ھٿن ھلائڻ کان سواءِ
مغز سان ڪم ڪري. پر ھت ڪم تہ ھو ڪونہ، صرف
ھٿي تقرير سو ويچارا واھٽي نيٺ ڪڪ ٿي پيا ۽
سندس بڪ بيسود سمجھي وڃي پنھنجي پورھئي کي لڳا.
ھڪ ڏينھن، ٻہ ڏينھن گذريا. شيطان کي بڪ وانڌو

ڪيو. سائنده ڳالهائڻ اٿلندو ڪيس وڌيڪ عاجز
ڪيو. واعظين کي ڪيس مٿي ماني پچائڻ جو ضرور
ني نظر ڪونه ٿي آيو. هنن سمجهو ٿي ته جڏهن هو
مغز جو وڏيڪ ڪارائتو ڪم ڪري سگهي ٿو ته روٽي
۽ سڄي بندوبست لاءِ پڻ ڪنهن جو محتاج ڪونه
ٿيندو. ٿيون ڏينهن لنگهي ويو ۽ هو ڳالهائيندو ۽ تقرير
ڪندو ٿي رهيو پر ماڻهن سندس ڪو خيال ڪونه
ڪيو. فقط ايون پڇا ڪئي ته ڪيئن هن سڪر ماڻهوءَ
مغز سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو آهي يا نه؟ جواب
مليس ته اڃا ته صرف هڪ لڳائي ويٺو آهي. ڪم
جو نشان به ڪونهي.

چوٿين ڏينهن شيطان جو سر پير لو ٿيڻ لڳو ۽
سندس مغز هڪ ۽ هڪ وچان چڪر کائڻ لڳو. هڪڙي
اوچتي چڪر سان سندس مغز وڃي پاسي واري
ٿنڀيءَ سان لڳو. يڪدم بيٺلن مان هڪڙو ڊوڙندو
آيو بادشاهه ايون وٽ. چي ”سائين، هاڻي جوان
مغز سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو لوڏ سڄي.“ ايون
”هان!“ چئي گهوڙي جي واڳ ورائي اچي برج
وٽ بيٺو. سارس گڏ هزارين آدمي ڊوڙندا آيا.
شيطان هن جي اچڻ تائين ڏيڍي وٺي رهيو هو ۽
خوب ئي هيڏي هوڏي ٿنڀين سان لڳي ڌڪ کائيندو
تا نچو بيحال ٿي ٿابا کائيندو ڪريو ۽ هرهڪ ڏاڪي

سان متو نڪرائيندو اچي ڌو هيٺ ڌرتيءَ سان لڳو. ايون منجهي ويو، ڇه ”اشراف ڇيو سچ ته وقتي مغز ڏڍي پوندو آهي. ايهو به سچ ته جيائين ته هتن جي ڪم ڪان وڏيڪ سخت آهي. هتن جي ڪم ۾ نه فقط ڦوڪٽا تي پوندا آهن پر هيٺ ته لوبهه زاري لڳي پيئي آهي. ڀهڙي سختي مٿا ڪٽيءَ ڪان پوءِ مغز سڄندو نه ته ٻيو ڇا ڪندو.“

شيطان اچي هيٺ زمين تي ڪريو؛ آخرين نوڪر سندس مغز هيٺ ڌرتيءَ تي ڪاڍي. ايون ڏانهنس ڏ ڪندو ويو، پو اڃا پهتو مس ته ڌرتيءَ ۾ ٽنگ تي پيو؛ شيطان پنهنجي مريدن جيان اندر ٽبي ڏيئي پاتال ۾ پيهي ويو. صرف ٽنگڙو رهجي ويو. ايون ڪان وڏ نڪري ويئي. ڇي ”ڇا هي نامراد به ساڳيو هو ڇا. نه، نه؛ هيءَ ضرور هنن جو بابو هوندو. ڪهڙو نه ڀڪڪيو هو.“



# انسان کي پنهنجي ضرورت

لاء

# کيتري زمين کپي ؟

# انسان کي پنهنجي ضرورت
## لاءِ
## ڪيتري زمين کپي؟

وڏي پيڻ ننڍيءَ پيڻ کي گڏجڻ لاءِ شهر مان کهي ٻهراريءَ ۾ آئي. وڏي شهر ۾ هڪڙي دوڪاندار سان پرڻيل هئي ۽ ننڍي ڳوٺڙي ۾ هڪڙي ڪڙميءَ سان. ويٺيون چانهه پيئڻ، ته گفتگو به شروع ٿي. وڏيءَ جي لٻار ٻهي ٿي ڪانه؛ چي "اسانجي زندگي شهر ۾ جڻ ته بهشت ۾ پيئي گذري؛ ڪل خوشيءَ ۾ وقت جو ته پتو ئي ڪونه ٿو پوي، ته الائي ڪيئن پورو ٿيو وڃي؛ اسانجون جايون هوادار ۽ ڪمرا ڪشادا؛ اسان جا- ننڍن خواهه وڏن جا- ڪپڙا پيا ٻهڪن ۽ ٽجلا ڏين؛ ڪاڏي خوراڪ جي ته ڳالهه ئي نه پڇ؛ چٽيه ڀوڄن تيار ۽ هر وقت هڪيا ٽڪيا ملن. تنهن ڪانسواءِ وري ناٽڪ، سئنيمائون، ناچ، گانا ۽ بجانا وغيره ته هيڪاري رهيو ڪهيو غم به ميساريو ڇڏين. مطلب ته

اگر فردوس بر روئي زمين است
همين است و همين است و همين است

جيڪڏهن دنيا ۾ جنت آهي ته شهر جي شغلن ۽ شادمانن ۾، محلن ۽ مڪانن ۾ ۽ روبن ۽ راڳن ۾ آهي."

ننڍيءَ کي خاروني ويا. واپارين جي زندگيءَ تي ٽيڪا ٽپڻي شروع ڪيائين ۽ لڳي پنهنجي ڪڙميءَ جي حياتيءَ کي ساراهڻ. چي "مون کي ڪو لک ڏئي ته به سيٺ نه مٽايان سون سين ۽ جيڪر ٻهراڙيءَ جي حياتي ڇڏي شهري حياتي اختيار نه ڪريان. اسان جو گذران بيشڪ غريباڻو آهي، پر ڪو ڀؤ ڏر ته ڪونه اٿئون؟ توهان وڌيڪ سکيو ٿا کائو پيئو، پر اوهان کي گهڻي ۾ گهڻو ٿو گهرجي، نه ته اهو اڳيون گهڻو به جيڪر جڻءَ نه ڪريو. اڄ اوهان تونگر آهيو، سڀاڻي شايد گهٽين ۾ پنندا نظر اچو. اسان جي جهنگ جي حياتيءَ ۾ ايهي لاها ۽ چاڙها ته ڪين آهن. گهڻو ڏکري قصو يڪسان پيو هلي. اسان ڪڙمي ٿلهو پيٽ ڪونه رکون، پر اسان جهڙن سنهن پيٽن جي جناءَ شڪتي وڌيڪ آهي. ائين آهي ته اسان شاهوڪار ڪڏهن ڪونه ٿيندا اسون، پر گهرج جي گهاٽي ۾ به ڪڏهن ڪونه پيڙبا سون."

وڏي ڀيڻ ڳالهه اڌ ۾ ڪپي ڇڙٻ ۽ ننڍيءَ سان چيس، "ٺهيو ٺهيو ۽ گهڻو ٿيو. هائو، بيشڪ اوهانکي هميشه ڪتن ۽ مرون جيان ڪافي هوندو پر ڪاٿي اٿو مزا ۽ عيش، ڪٿي اٿو سنگيس ۽ وندر، يا ڪٿي

آهي ڪو اوهان ۾ ڪر ۽ ڏکڙو؟ ڪيترو به تنهنجو گهوٽ
ڪٽي ٻاڻ ماري مٺي ڪري ته به اوهان جو چيٽي
۽ گند ۾ گذر ٿيندو، چيٽي ۽ گند ۾ ساهه ويندو ۽ توهان
جا ٻار ٻچا پڻ چيٽي ۽ گند ۾ پيا ليٽڙبا."

ننڍيءَ وراڻيو، "پوءِ انهيءَ ۾ ڇا هي؟ اها آهي
اسان جي زندگي، پر گهٽ ۾ پؤ ته ڪونه اٿئون.
سلامت ته آهيون نه؟ اسان ڪنهن جي اڳيان سر
ڪونه جهڪايون ۽ ڪنهن کان ڀڄون ڪونه. اوهان
شهر ۾ ڪيترن لالچن جي وچ ۾ ٿا رهو. اڄ اوهان
خوش ٿا گذاريو پر سڀاڻي مڙسن جي مغز ۾ اچي
شيطان واسو ڪري ۽ ڪيس ڀلائي وڃي جوئا يا شراب
يا ويچار ۾ اچلي ته پوءِ ته ڀنگوئي ڀيري. پوءِ ڪٿون
ئي هڪو. ائين نه آهي؟"

سندس مڙس پاخوم پريان ٽڏي تي ليٽيو پيو
هو ۽ ٻنهي سهورو گفتگو ڪن لائي سڻيائين. اتي
ڪانئس رهيو نه ويو ۽ چيائين، "سچ ٿي چئين. اها حق
جي گفتگو آهي ته جڏهن ڪوئي انسان ننڍي لاڪر
ئي هڏ هڻي پورهيو ڪندي ٿو اسري ۽ وڏو ٿئي ته
ان جي مٿي لي ۾ ڪا به شرڪت يا حرڪت نٿي
جاڳي سگهي. اسان جي مصيبت صرف اها آهي
ته اسان کي زمين ٿوري آهي. اسان کي نه جيتري
زمين وٺي اوتري ملي، ته پوءِ مان جيڪر ڪنهن
کي پڇان به ڪونه. خود شيطان کي به جيڪر نه ليکيان."

ڳالهيون ٻڌائي ٻولهائي ٻور ڪيو ۽ وڃي آرامي ٿيو.

پر شيطان هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ لڪي ويٺي ايها لباڙ ٻڌي ۽ خوشي ٿيس جو هنن ڪڙميءَ کان ايهو پڇ هٽايو ته زمين سو جهجهي هجي پوءِ شيطان به منهنجي اڳيان تڇ آهي. يڪدم چاتي ٺوڪي، ڪنڌ سيڌي، اکيون ٽمڪائي، پنهنجي منهن چيائين، ”هاڻي يار توسان چڱو ليکو لاهبو. زمين ته ايتري ڏيندو سانءِ جو ستن پيڙهين جو ڏيڍ. باقي پوءِ نه بارن سان حساب ٿيندو. اهڙو قابو ۾ ايندين جو جڳهه وڃو ڏسندو. ايها جهجهي زمين ته تنهنجو خانو خراب ڪندي.“

ڳوٺ جي پرسان هڪڙي شريف عورت رهندي هئي جنهنکي ٽي سؤ ايڪڙ زمين جا هوا، جي ٻين ڪڙمين جي زمين جي ٻنه پڪ ٿي هئا. هنجو ڪڏهن به ڪڙمين سان تڪرار نه ٿيو ۽ نه ڪڏهين منجهائن ڪنهن سان به کهري مٺي پيئي. هڪڙي ڏينهن هن هڪڙو پينشن بردار سولجر پنهنجي زمين جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيو. بس انهيءَ ڏينهن کان ڪڙمين جي قسمت جو چڪر ڦريو. ڪين سختيون سهڻيون پيئون ۽ ڏنڊ ڏيڻا پيا. پاڄوم ويچارو گهڻيئي خبرداري ڪري، پر ڪڏهن ڍڳي وڃي پرائي زمين ۾ پوي

۽ ڪڏهن گهوڙو ڏڳيو وڇي وغيره. مٿس چٽي ۽
پٺيان چٽي پوڻ لڳي. ويچارو ڏٺائين ته پوري پيو ڏئي، پر
گهر ۾ ٽڪڻ گنجي ٿي ٿيس. جوءِ جا پاڙ ۽ دڙڪا
روز نت نوان سندس سر تي ٿي ڪڙڪيا. سو جڏهن
سيارو آيو ۽ مال ٻڌڻ جي اندر قابو ٿيو، تڏهن
وڇي ويچاري کي پيٽ ۾ ساهه پيو. ڏاڙو سو ڏيڻو
ٿي پيس، پر ڪت پٽ کان ته آجو ٿيو.

جلد ئي خبر ڦهلجي وئي ته عورت پنهنجي زمين
وڪڻي ٿي ۽ سولجر اها زمين خريد ڪرڻو ڪري.
ٻڌندڙن جون واڇون ٻٽال ٿي ويون ۽ سندن ڇهه
ڇڄي پيا. هوڏي اڳيتي نڪتي، ويتر پيس گهنڊڻي.
اڳيتي هوراڪاس هو، باقي جو نهي نڪي مال
جو مالڪ ٿي وينو پوءِ ته برڻ باڪاس ٿي پوندو. ڏٺائين
۽ جهي وجهي سموري رت ست سڻن جي چوسيندو.
زمين به آهي چٽن ٿي پاسن کان، سوان کان سواءِ ڪيتن
ڪنهن جي پورائي پوي؟

ڳوٺ جا پنج سب اچي مڙيا ۽ پهه پچائڻ لڳا.
صيت گڏجي انهيءَ عورت وٽ ويا ۽ کيس چيائون
زمين انهيءَ سولجر کي نه ڏي، پر اسان کي ڏي.
اسان وٽ ڪيڪ قيمت ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. عورت
قبول ڪيو. ڪڙمين خيال ڪيو ته سيپٽي گڏجي
سموري زمين ڪٽي خريد ڪريون، پر هڪ ٻيو مڙيوئي

ڪم پيو وڃي. ڪئين لڳا ميڙ ڪنا ڪيائون، پر ڪنهن
فيصلي تي پهچي نه سگهيا. شيطان جي چار اهڙي ته
پکڙيل هئي، جو هر ڪنهن دفعي حساب مڙيوئي تنگ
ڪٽي تي بيٺو. نيٺ صفائي تي ته هر ڪنهن کي جيتري
مرضي پوي ۽ توفيق هجي اوتري زمين خريد ڪري.
ويچاريءَ شريف عورت ايها ڳالهه قبول ڪئي. پاخوم
بدو ته هڪڙي پاڙيسريءَ ٦٠ ايڪڙ تي خريد ڪيا ۽
عورت کيس ايها سهوليت ڏني هئي ته اڌ پئسا يڪدم
ڏئي، باقي اڌ پيل ته ٻن قسطن ۾ ٻن سالن جي اندر
پهچائي. هن کي ٻه ريس ٿي. خيال ڪيائين ته ائين
ته هي سڄي زمين وٺي ويندا ۽ مان سکڻو ئي رهجي
ويندس. تنهن ڪري ويهي سموري ڳالهه زال سان
ويچاريائين. چي سيڪو تو زمين خريد ڪري؛
اسانکي پيو نه ڏه به ٽيهارو کن ايڪڙ ته ضرور وٺڻ
کپن، نه ته هو سولجو ته ڏند وڃي بيحال ڪري
ڇڏيندو. نيٺ فيصلو ڪيائون. سؤ کن روبل (ڏهاڪو
پائونڊ) گڏيل هئن. وڌسن جيڪو ٻهاڻ هو سو به
وڪيائون ۽ ماڪيءَ جي مکين جا ماناراٻ اڌ ته ڏيئي
ڇڏيائون. پٽ کي ڪٽي پگهار تي نوڪري وٺي
ڏنائون ۽ ڪجهه پگهارون اڳوات وٺائون. اهڙيءَ
طرح پنج سئي مڙيوئي اڌو ڳاٻري رقم ڪئي
ڪيائون.

ان ريت رقم هٿ ۾ ڪري ٻاخوم پنجاهه ايڪڙ
سٺيءَ زمين جا چونڊيا ۽ سؤدي خاطر عورس وٽ
ويو. صفائي ٿي ۽ ٻيا نو ڏنائين. ٻوءِ شهر ڏي ويا،
جتي دستاويز لکيو. ٻاخوم اڌ رقم اڳيئي ڏني ۽
باقي اڌ ٻن سالن جي اندر ڏيڻي ڪئي.

ڪم لڳو. ٻاخوم وڃي نئينءَ زمين تي رهيو. ٻيجو
اڌارو وٺي پوکي ڪيائين ۽ چڱو لاڀ ٿيس. هڪڙي
ئي سال جي اندر هن پنهنجو سمورو قرض ادا ڪيو.
عورس سان ٻه سنمڪ ٿيو ته پنهنجي سالي ڪان ورتل
رقم ٻه پهچايائين ۽ زميندار ٺڪي پيو. پنهنجي زمين
تي ڪيڙيائين، ٻج ٿي ڇٽيائين، پنهنجو مال پنهنجن چراگاهن
تي ٿي چارايائين، فصل ٿي لڻيائين ۽ پنهنجا وڻ
ڪپي زمين ٿي صاف ڪيائين. جڏهن ٻاهر نڪرندو
هو ۽ ڦولهاريل فصل تي نظر پوندي هئس، تڏهن
پنهنجن ڪپڙن ۾ نه ماپندو هو. دل پيئي ٽپا ڏيندي
هئس. هينئر ٻني اها ٻني ئي نه هئي، جا اڳي
ڏسندو هو. اڳي ٻني مڙئي ٻني هئي ۽ هڪ ۽ ٻيءَ
جي وچ ۾ فرق ڪير ڪونه ڏسندو هو، پر هاڻي نه
پنهنجيءَ ۽ پرائيءَ جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق
ٿي نظر آيس. پنهنجي پوکي پسي نيڻ ٿي ٺريس، ۽
دل بهار ٿي ٿيس.

( ٣ )

پاڇوم پنهنجو وقت مزي ۾ گذارڻ لڳو. جيڪڏهن
ڪڙمي ۽ ٻيا پاڙيسري سندس زمين ۾ دخل نه ڪن
ها ته سندس حياتي سکي گذري ها. هن گهڻوئي ڪين
چتايو پر هنن ڪيس نه ٻڌو. وقتي ڳنوارن جون ڳئون
سندس زمين ۾ اچي پونديون هيون ته ڪڏهن گهوڙا
اچي سندس ڪڻڪ جا سلا لتاڙيندا هوا. پاڇوم ڪين
باهر ڪڍي ڇڏيندو هو ۽ ٻـي ڪا به قاعدي جي
ڪارروائي ڪا نه ڪندو هو. نيٺ ڪڪ ٿي وڃي
ضلع ڪورٽ ۾ فرياد ڪيائين. سمجهيائين ٿي ته
ڪڙمي چاڙي واڙي ڪونه ٿا دخل ڪن پر ڪين زمين
آهي ٿوري، سو وقتي دخل ٿيو وڃي. پر هي ۽
ڪيترو وقت ايها گستاخي سهي سگهندو؟ ائين ته
ڪنهن ڏينهن ايڪوئي لاهي ويندس. سو پڪو ايرادو
ڪيائين ته ڪين سبق سيکاريندس. ڪيترن ڪڙمين کي
سزائون مليون ۽ ڏنڊ پيا. پوءِ ته هو به چڙي
پيا ۽ ساڻس ضد ٿي پيا. اڄ رات جو وڃي جهڳٽن
جا جهڳٽا وڻن جا ڪپي ڦٽي ڪندا هئس. هڪڙيءَ
رات جو لڪي جهنگ ۾ ويو. ڇا ڏسي ته مار،
هٿ ته ڍينگوئي ڍيري ٿيو پيو آهي. نامرادن ڪو
هڪڙو وڻ جو ڪنهن به جهڳٽي ۾ ڇڏيو هجي ته به
نهيو. جهڳوئي جهڻ ڪري ڇڏيو هئائون. مڙس لڳي

تا مٽي تي ويو. ڪو اڳيان بيٺو هجيس ها ته جيڪر
اُن ڪرڻ کان سواءِ نه ڇڏيس ها. گهڻائي خيال پچايائين
پر نالو سجهيس ڪونه ٿي. نيٺ چيائين ته ايهو نياڳو
سُمن هوندو. هاڻي جو هاڻي وڃي ٿو لاڪ لاهيائنس.
سڌو ئي وڪيندو سُمن جي اڳڻ ۾ آيو. گهڻوئي
چوطرف نهاريائين، پر وڻ نه ڀري رهيو. مورڳو ڇوڏو
به نظر ڪونه آيس. هاڻي اندر جي باه ڪيئن ٺاري؟
سو نه فقط حق به ناحق سُمن کي ننڊ مان اٿاري
ساڻس ٻه ٻاٽي ڪيائين، پر ڪورٽ ۾ پڻ فرياد داخل
ڪياءِ. پلاهجي ثابتي نه سزا جڙي، سو سُمن نه ڪٽي ڇٽي
اچي گهر پهتو. باقي ٻاخوم منهن مٿو پٽڻ لڳو. ڇو
هي جج ۽ منصف وري کهڙا اشراف آهن؛ چورن
جا پاڻيوار ڳنڍي چوڙ. هٿ وٺي پيا لچن جي حمايت
ڪندا. اهڙيءَ طرح انهن اشراف نيڪ مردن سان
به ڏٺيون ٻاٽيون وڃايائين. پاڙيسري نه اهڙا
بيزار ٿي پيس جو خود سندس گهر ۽ جهنگ کي باهه
ڏيڻ تي سنبريا.

ٻاخوم کي زمين نه جهجهي هئي پر پير ٽپي پيا
هئس. جيڏا انهن وڃي اوڏا انهن ڪٽ پٽ. سنڌون
منهن ڪو ڏئيس ئي ڪونه. هيڏيءَ ساريءَ دنيا ۾
هيتريءَ ملڪيت هوندي به هنجي رهڻ لاءِ شانتيءَ
وارو ٽڪرو ڪونه هو. اهڙيءَ بيزاريءَ جي وقت

هن ٻڌو ته ماڻهو لڏي ڪنهن ٻئين بستيءَ ڏانهن
پيا وڃن. پڇيائين ته دل سر ڪيس ته هن ڏئن ڏئن
کان ته هليو وڃجي ته چڱو؛ پر پوءِ سوچيائين ته نه،
پيل پيا وڃن ته مون لاءِ ميدان خالي ٿي پوندو ۽
جهجهي زمين ملي پوندي.

هڪڙي ڏينهن پاخوم پنهنجي زال سان گهر ويٺو
هو ته هڪڙو مهمان اچي سانگي سان اتي نڪتو.
هنن سنڌس آدرياءَ ڪئي ۽ پهراڙيءَ جي رسم
موجب کيس ماني پاڻي ڏيئي آرامي ڪيائون.
ڪجهه وقت کان پوءِ حال احوال ورتائونس. هن
چيو ته مان ڏکڻ کان وولگا ضلع مان آيو آهيان.
اتي منهنجو ڪم ڪار آهي. هاڻي ته ڪٿان ڪٿان
جا ماڻهو پيا اتي اچن. پلا زمين آهي پلي، جيڪو اچي،
انکي ٽيهارو ايڪڙ ملي. بس پوکڻ جي دير
آهي. عمر جا اولاهي ڇڏي. ان جو ٻڪ ٻج جو
وجهه ته ٿو ريٺي ٻرعي ۾ ادن جيڏا سلا نڪريو پون.
پنج مٺيون ڪر، ته بند ٿهي پوي. هڪڙو ماڻهو سڃين
هٿين آيو، پائي به پلي ڪانه هئس. هاڻي ته سچا سارا
ڇهه گهوڙا ۽ ٻه ڳئون اٿس ۽ آسودو ٿي پيو آهي.

پاخوم جي اندر ۾ ٻجلي گهمي ويئي. آرام ڦٽي
پيس. چي اهڙي مزيدار زمين ڇڏي جو هت نت
لڱون پنبڻ اڏي ويهان، تنهن مان ڪهڙو سود؟

ڇو ته سڀ ٻچا وڪڻي، پئسا ڪري، اتي آرام ۾
هلي گهاريان. هت ڳاهت ۾ مرڻ کان اتي زندگي
وڌيڪ فرحت جي گذرندي. ٻيو هڪ دفعو هلي
ڏسي اچجي.

بهار آيو ۽ پاخوم ڪوچ ڪيو. آگبوٽ ۾ چڙهي
وڃي سامارا ۾ پهتو. اتان وري ٽي سؤ کن ميل
پيادل پنڌ ڪري نيٺ اچي ٻڌايل بستيءَ ۾ پير پاتائين.
جيڪي ٻڌو هئائين، ان کان ويهه ويسوا وڌيڪ
ڏٺائين. ڪڙمين آرام ۾ ٿي گذاريو ۽ هر هڪ کي
ٽيهه ايڪڙ زمين جو ٽڪر هو. ڳوٺ جي ماڻهن ٻاهران
آيل جي چوکي مرحبا ٿي ڪئي ۽ وڏي چاهه سان کين
پنهنجي برادريءَ ۾ ٿي ڳنڍيائون. ٽيهه ايڪڙ ته دستوري
ٿي مليا پر جي ڪنهن کي پئسو هجي ته ڪيتري به
ڪٺي خريد ڪري ته وس وارو هو. ايڪڙ جا فقط
ٻه شلنگ.

پاخوم سوري سڌ سماءُ لهي وطن وريو ۽ لڳو ٻچا
سهيڙڻ. زمين، ڍڳ، مال ۽ گهر وغيره سڀ چڱي
اگهه وڪڻي ٽڪا ڪيائين ۽ سڀ لاڳاپا لاهي آئينده
بهار لڳي، ڪٽنب سوڌو اتي هليو.

( ۴ )

پاخوم نيٺ اچي ٽئين ماهه رسيو ۽ هڪ وڏيءَ برادريءَ
۾ شامل ٿيو. پنهنجن کي مجلس ڏنائين ۽ ڪاغذ پت

ناهي پائن جهڙو ڀاءُ ٿي وينو. گهر ۾ ڪل پنج پائي هوا سو ڪين ٽيهن ايڪڙن في ماڻهو جي حساب سان جملي ڏيڍ سؤ ايڪڙ زمين جا مليا. چراگاه انکان سواء هئس. هن رهڻ لاء هڪ سٺي جهوپڙي اڏي ۽ ڪجهه مال پڻ خريد يو. هيٺئون اڳي کان ٽيڻي زمين هئس ۽ وڏيڪ اُپتائتي. سندس رهڻي بہ اڳي کان اوچي هئي. ان لاء خواه گاه لاء ٻنيءَ جي ڪمي ڪا نہ هئس ۽ انهيءَ ڪري جيترا وڻيس اوترا گهوڙا وغيره خريد ڪري ٿي سگهيو.

پر چوندا آهن تہ ” نئين ڪنوار نو ڏينهن، ڏهون ڏينهن پيس تہ عزمان ويس. “ سو هي بہ ڪجهہ ڏينهن تہ ڪپڙن ۾ قوليو نہ ٿي سمايو، پر جلد ئي ڪک ٽيڻ لڳو چاڪاڻ تہ هتي پڻ وڃي ٿي ٻيهہ پوندي. اها خلاصگائي، جنهن لاء هڪ ڏيس ڇڏي ٻيو وسايو هئائين، سا هتي بہ ڪا نہ هئي. پهرين سال جو فصل سنو ٿيس سو ٻئي سال وڌيڪ زمين لاء واجهائڻ لڳو تہ ڪي ان جا گدام پريان. پر اهڙي پلــي زمين گهڻي ڪا نہ هئي. نيٺ هڪڙي واپاريءَ کان زمين ٺڪر نيڪي تي ورتائين ۽ پلو فصل لڻيائين. پر هن جــو پيٽ تہ کو ساڻ ٻيلــي جو ٻيٺ هو. ايشور پريس. واپاري ڪڙمين جا سنا گهر ڏسي ڇوڙ لڳو تہ جي مان بہ سموري زمين جو خود مالڪ هجان،

تہ چوڻ ھنن جھڙو سھڻو جھڳو ھجي ۽ پوءِ جيڪر ٻي
ڪا بہ گھرج ڪا نہ پوي. انھيءَ خيال اچڻ کان پوءِ
پچت کي چورائي ونئي ويس تہ ڪيئن بہ ڪري وڌيڪ
زمين خريد ڪري وڏو زميندار بڻبس.

ٽي سال ٻيا بہ گذري ويا. سال بسال پاخوم
زمين نيڪي تي وٺندو رھيو ۽ ڪڻڪ جا فصل لڻندو
رھيو. جلد ئي آسودو ٿي پيو. جيتوڻيڪ سندس
حياتيءَ جي گھرجن لاءِ سڀڪي ميسر ھو تہ بہ ڪيس
پنھنجي زمينداريءَ ۽ زمين جو خيال منان مور نہ
لٿو. ڇي سال بسال ھيءُ نمونو زمين نيڪي تي وٺڻ
جو نہ ٿيو. پيو تہ نيڪيدار بہ اچي ٿا مکين جيان
مڙن. جيڪو اڳي سو ٿڳي واري ڪار لڳي پيئي
آھي. پنھنجي زمين ھوندي، تہ اھي رولا تہ نہ ٿيندا.
ھڪڙي دفعي ھڪڙي واپاريءَ سان شراڪت
ڪيائين پر فصل لڻڻ مھل، اچي ڪڙمي پاڻ ۾ ٽڪريا،
سو سڄوري ڪئي ڪمائي ڪٽ تي وئي. پاخوم ڪڙمن
تي ھٿ ھڻي چيو تہ جي زمين پنھنجي ھجي، تہ چو
ائين برا حال ٿين ۽ سو لڳو ڪا زمين ڳولھڻ. نيٺ
ھڪڙو ڪڙمي گڏيس، جنھن کي (١٥٠٠) ايڪڙ زمين
جو ھئا ۽ اچي ڪنھن سوڙھيءَ ۾ ڦاٿو ھو. ھن جي
مشڪلات جو فائدو وٺي پاخوم ساڻس ڳالھيون
شروع ڪيون. نيٺ ڪيس ١٥٠٠ روپيا اڌ روڪ ۽

اڌ اوڌر تي ڏيڏا ڪيائين. ڳالهيون پوريون ٿيون،
باقي لکپڙه ٿيڻي هئي.

ايتري ۾ هڪ ٻاهريون سوداگر اچي پاخوم وٽ
پهتو ۽ ڪائنس ماني گهريائين. هن سندس آدرڀاءُ
ڪئي ۽ مهمانداريءَ جا فرض بجا آندا. چانهه پي
ڳالهيون ڪرڻ وينا. سوداگر چيو ته مان بشڪيرن
جي ملڪ مان آيو آهيان جتي مون تازو هڪ هزار
روبل ڏيئي پنج هزار ايڪڙ ٻني ورتي آهي. ايهي
لفظ ٻڌي پاخوم جون ته واڇون ئي ٽڙي ويئون ۽
سوالن مٿان سوال پڇڻ لڳو. سوداگر چيس ته يار
ڳالهه مڙيوئي سولي آهي. فقط مکيه ماڻهن کي پنهنجو
ڪرڻو آهي، پوءِ هڙئي تنهنجي. مان ته ائين ڪيو.
هڪ سؤ روبل خرچي ڪين وڳا ۽ پوشاڪون وٺي ڏنم،
ٻه ٽي غاليچا سوکڙيءَ طور نذرانو رکيم، هڪ چانهه
جي پيتي ڏنم ۽ ڪجهه شراب ڪباب اڏايم. بس،
پوءِ ته پنج ئي گيهه ۾. ويهين ڪوپڪين (اٽڪل پنجين
آني) ايڪڙ زمين جو مليم. سموري زمين هڪڙيءَ
ننڍيءَ نديءَ جي ڪناري تي آهي ۽ سائي گاهه جي
چادر مٿانس ڇانيل آهي. ائين چئي سوداگر دستاويز
وغيره ڪڍي ڏيکاريس. پاخوم کي اچي اُڻ تڻ
لڳي. دم به مشڪل سان ٿي کڻيس. پڇيائين، اجا
ڪا زمين بچيل آهي، ڪيتري آهي، ڪهڙي قسم

جي آهي، ڪنهن جي آهي وغيره. سوداگر وراڻي ڏني تہ اُتي
زمين جو اتو مٿو ئي ڪونهي. بيحد لڳي پيئي آهي. سارو
سال وڪڻو ڦيريون ڏئي تہ بہ پوري نہ ٿئي. اُتي بہ
سموري بشڪيرن جي، جيڪي تمام چِٽ سادا آهن.
اهڙا ڇسا جهڙيون رڍون. جتہ تہ زمين مفت ۾ ملي
پوندءِ. اهڙا مت جا موڙها پيا ڪٿي ڪو نہ ڏسندين!

بس پاخوم اڳيون ايراد و هڪدم بدلائي ڇڏيو.
ڇي پندرهن سؤ روبل خرچي قرض جو طوق بہ پنهنجي
گردن ۾ وجهان ۽ ملن بہ فقط پندرهن سؤ ايڪڙ،
تنهن کان ڇو نہ هزار روبل ڏيان ۽ مرضيءَ موجب زمين
هٿ ڪريان.

( ٥ )

بس سوداگر ڏني پٺ تہ پاڻ بہ چڙهيا اٺ. پاخوم
سارو ڪاروبار گهر ڌياڻيءَ جي حوالي ڪري هڪڙو
ماڻهو ساڻ وٺي مسافريءَ تي روانو ٿيو. واٽ تي
هڪڙي شهر ۾ دابو ڪيائون ۽ شراب، چانهہ وغيره
سوکڙيون پاڪڙيون گهڻي انداز ۾ وٺي اڳتي هليا. ويا
وڃندا تانجو ٣٠٠ ميل لتاڙي ويا. نيمنہ ستين ڏينهن
اچي بشڪيرن جي ملڪ ۾ پهتا. جيڪي ڪنين سٽيو
هتائون، سو اکين ڏٺائون. ماڻهو نديءَ جي ڪناري
تي مڙي ۾ رهيا پيا هوا. نڪا کيڙيندا هوا
زمين، نڪا چڱنا هٿن ماڻيءَ جي. گهوڙا ۽ بيو مال

اُتين ٽولا ڪيو ٻي چراگاهن ۾ ڦريو ۽ چريو. ڀاڻ
گاڏين ۾ پوئتان ٻڌا پيا هوندا هوا، جتي ٻه دفعا
ڏينهن ۾ گهوڙين کي نيندا هوا. زالون کير ڏهنديون
هيون ۽ ان مان مکڻ ۽ ملايون ڪڍنديون هيون.
مرد سارو ڏينهن اوهي مکڻ ۽ ملايون کائيندا،
شراب ڪباب لٽائيندا ۽ ٽڙ ۽ مرليون وڄائيندا
بيڪار ڦرندا وتندا هوا. ڪاڏي لاءِ مٿوهون ۽ دل
اندر خوشيءَ جو خزانو هون. سارو اونهارو ڪم
جو سپنو به نه لهندا هوا. پڙهي لکي ڪو نه ڄاڻندا
هوا. روسي ٻولي پوري ڳالهائڻ نه ايندي هئن.
مهمانواز، خوشمزاج ۽ نيڪدل ته جهڙن ڪو ڳولهيو
لهي. رهندا گهرن ۾ نه هوا پر گاڏين ۾.

اڇا ٻاخوم تي سندن نظر پيئي مس، ته ڪيس
وڪوڙي ويا. جلد ئي هڪڙو ترجمان ڳولي لڌائون
جو وچ ۾ بيهي ٻنهي ڌرين کي هڪ ٻئي جي ڳالهه
سمجهائڻ لڳو. ٻاخوم ڪين دل جو راز ٻڌايو. ٻشڪير
سندس احوال ٻڌي ڏاڍا خوش ٿيا. ڪٽي ڪيس
ٻاڪر ٻالائون ۽ وٺي ويس سڀني ۾ ڳاڏيءَ ۾،
جتي ڪيس رلين ۽ ڪنين جڙيل گاديلن تي ڪٽي وهاريائون.
بوءِ نه چوطرف ويهجي ويس ۽ چانهه ۽ کير جا وٽا آڇڻ
لڳس. هڪ رڍ ڪهي ڪيس گوشت جو ٻوڙ ڪرايائون.
ٻاخوم به آنڊل سوکڙيون ڪڍي منجهن ورهايون ۽

چاره پڻ تقسيم ڪئي. بشڪير ته تمام سرها ٿيا ۽ اچي
سندس ڳچيءَ ڳائڻ ۾ چنڊڪيا. نيٺ ترجمان جي معرفت
کيس چيائون ته اسان توکي ڏسي نهايت ئي خوش
ٿيا آهيون. اسان جو رواج آهي ته مهمان جي هرطرح
خاطري ڪريون ۽ سندس ڏنل سوکڙين جو پورو
عيوض ورايون. تو اسان کي عمديون شيون ڏنيون
آهن. هاڻي ٻڌاءِ ته اسان جي ڪهڙي شيءِ توکي
وڻندي؟ پاخوم چيو ته مونکي ڪجهه زمين ڏيو ته
احسان. مونکي زمين آهي پر توري ۽ نڪمي.
اوهان کي بيحد گهڻي زمين پيئي آهي ۽ ايها تمام پلي
آهي. انهيءَ جهڙي مون اڳي ڪڏهن ڪانه ڏٺي
آهي. ترجمان بشڪيرن کي ٻڌايو ته هن کي ڇا
گهربل هو. هو پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ ۽ گهمسان مچائڻ
لڳا. پاخوم سمجهي ته ڪجهه نه ٿي سگهيو پر سندن
رخ مان ائين ٿي پروڙيائين ته هو گهڻو راضي آهن.
هنکي ڏسي کلڻيا ۽ خوش ٿي ٿيا. نيٺ ترجمان کيس
چيو ته تنهنجي مهربانيءَ جي عيوض هو توکي جيتري
زمين وڻي، اوتري ڏيڻ لاءِ تيار آهن. تون فقط
هٿ سان اشارو ڪندو وڃ ته هيءَ زمين کپي ته
وها تنهنجي ٿي چڪي.

( ٦ )

اڃا هي انهيءَ گفتگوءَ ۾ هوا ته هڪڙو ماڻهو لومڙ
جي کل جي ٽوپي ويڙهيون ڏانهن ايندو نظر آيو.

اُلٽي ڏسي ٻشڪير سڀ خاموش ٿي ويا ۽ عزت
سان اُٿي بيٺا. ترجمان چيو، "هي آهي اسان جو
مکي صاحب." پاخوم يڪدم سامان جو بنڊل
کولي انمان عمدي ۾ عمدو وڳو ۽ اڍائي سير چانهه
ڪڍي مکيءَ کي نذراني طور ڏني. مکيءَ سوکڙي
قبول ڪئي ۽ پرسان پيل صندل تي ويهي رهيو.
ٻشڪيرن ڪيس سمورو احوال سڻايو، جو هن ڪيترو
وقت وٽني سانت ۾ ٻڌو. نيٺ ڪين اشاري سان
ماٺ ڪرائي پاخوم کي روسي ٻوليءَ ۾ چيائين ته
بيشڪ جيتري زمين وٺڻي اوتري ڪڻ. هتي ايشور
جا گنج لڳا پيا آهن. پاخوم دل ۾ خيال ڪيو ته
ايها ته هنن جي وڏي مهرباني، پر ائين ڪيئن ڪڻان؟
ڪا ته لکپڙهه هئڻ گهرجي يا ڪو نشان يا سند وغ ته
ته اڄ زمين مونکي ملي ۽ مان پوک ڪريان، پوءِ
سڀاڻي وري چون ته ايها اسان جي آهي ته پوءِ
ڪهڙيءَ وهه ويندس؟ قصوئي گول مول ٿي پوندو.
سو مکيءَ ڏي منهن ڪري چيائين ته اي نيڪمرد،
مان تنهنجن مٺن لفظن لاءِ تنهنجو ٿورائتو آهيان.
ائين برابر آهي ته اوهان وٽ زمين بيشمار آهي ۽
مون کي گهرجي تمام ٿوري. فقط مون کي ڪجهه
ٺاهي ڪو ٺڪر مقرر ڪري ڏيو ۽ دستاويز لکو ته
چڱو. مرڻ جيئڻ مهاراج جي وس آهي سو اوهان

تہ گھڻوئي مهربان ٿيو پر پوءِ اوهان جا ڀڄا وري مون
کان ڪسي نہ وٺن ۽ تنهنڪري پوئين ڦڪت کان پهرين
پڪائي چڱي آهي. مڪيءَ جواب ڏنو تہ پهرين چئين
سورهن ئي آنا سچ ٿو. لکپڙھ ڪيڻن نہ ڪبي. پاخوم
چيس تہ مونکي خبر آهي تہ هڪڙو واپاري اوهان
وٽ آيو هو ۽ اهو زمين وٺي لڪائي ويو. مان بہ
ائين ڪرڻ ٿو چاهيان. مڪي قصو سمورو سمجھي ويو
۽ چيائين تہ ايهو تہ سڀ سولو ڪم آهي. مونکي
منشي آهي اوهو لکندو ۽ پوءِ شهر ۾ هلي رجسٽر
ڪرائبو. پاخوم پڇيو تہ پئسا زمين جا ڪيترا وٺندا؟
مڪيءَ چيو تہ اسانجي زمين جي قيمت مقرر ٿيل
آهي. ڏينهن جا هڪ هزار روبل يعني هڪ سؤ پائونڊ.
پاخوم منجھي ويو: چي ڏينهن وري ڪهڙو ماپو آهي؟
ڏينهن ۾ ايڪڙ گهڻا؟ مڪيءَ چيو تہ پائي اسان ماپ
باپ مان نہ ڄاڻون. اسان ڏينهن پيري زمين وڪڻندا
آهيون. جيتري بہ زمين هڪ ڏينهن ۾ تون گهمي
سگهين اوها سڀ تنهنجي ۽ ان لاءِ هزار روبل اسانجا.
پاخوم وائڙو ٿي ويو. عقل چرخ کائي ويس. سمجهيائين
تہ هيءُ ماڻهو تہ اپٽ چٽ چئبا. ڏينهن جي پارهن
ڪلاڪن ۾ جا تہ زمين اچي ويندي! سو چيائين
تہ ايها بس آهي. ڏينهن ۾ جهجهي ٿي ملي پولدم.
مڪيءَ کلي چيو تہ بس پوءِ اها سڀ تنهنجي. صرف شرط

اُٿيڻي تہ جي ساڳئي ڏينهن ساڳيءَ شروعاتي جاءِ
وٽ نہ پهچين، تہ رقم ضبط. پاخوم پڇيو تہ اوهان
کي ڪيئن خبر پوندي تہ مان ڪهڙو رستو ٿو وٺان؟
مکيءَ وراڻي ڏني تہ جنهن جاءِ تان شروع ڪرين،
اسان اتي هلي وهنداسون. پوءِ تون ڪڍ ڪوڏر.
گهمندو بہ وڃ ڪوڏر سان کڏ کڻندو گاهہ ذرو بہ اُن
۾ وجهندو وڃ. پوءِ اسان هر کڏي توکي يڪو تلهو
ليڪو ڪڍي ڏينداسون. پر ياد رکہ سج لهڻ کان
اڳي اصلوڪي جاءِ تي پهچي وڃ. پوءِ جيتريءَ
زمين کي ليڪو ڪڍي آئين، سا تنهنجي ملڪيت
ٿيندي.

پاخوم ڏس تہ ڪيترو نہ پيو ماپي. سمجهيائين
تہ هاڻي ويهہ ئي گيهہ ۾ آهن. نيٺ فيصلو ٿيو تہ سويل
صبوح جو ايهو چڪر شروع ٿيندو. صفائي ڪري
سيپٽي کائڻ پيئڻ کي لڳا. خوب شراب ڪباب چاڙهي
پاخوم کي بہ يڏِ ڪرائي هڪڙي کنبن جي نرم هنڌ
تي کٽي سمهاريائونس.

( ۷ )

بسترو تہ نرم ۽ ڪومل، پر پاخوم کي ننڊ نيٺن ۾
ڪٿي! سڄي رات تارن ڳڻيندي ۽ گيهہ جا دلا پرينديي
گذريس. پي هوائي قلعا اڏيائين. مغز ۾ زمين ئي
زمين ٿي ڦريس. ڇي سياٽي جيترو گهمي سگهان،

اوترو گھمان. پنجنيھ ميل واھ جو گھمي ايندس.
ڏينھن ٿو ٽي سال جيڏو. الائي پنجنيھن ميلن جي
گولائيءَ ۾ ڪيترا ايڪڙ اچي ويندا. جيڪي خراب
ٿڪرسي يا ڌو ڪٽي ڇڏيا، يا ڪڙمين کي ڪٽي ڏيا؛
باقي سنا ڇونڊ جيڪي هوندا تن تي پاڻ ويهي رهبو.
ٻه جوڙا ڏاندن جا ڪٽي هر جي لاءِ ونبا؛ ٻه ماڻهو
ڪٽي روز تي رکبا. پنجاھ ايڪڙن ۾ پوک ڪبي؛ باقي
زمين کي ڪٽي مال لاءِ چراگاھ ڪبو.

ساري رات پاخوم ڳِرٽ تور ڪندو ڪٿ ڪٽيندو
رهيو. اسرويل کو جھوٽو اچي ويس. اک پوٽيائين مس،
تہ خواب شروع ٿيو. سپني ۾ پيو ڏسي تہ هو سا ڳٺي
هنڌ سمهيو پيو آهي؛ ٻاهر کو ماڻهو ٺهڪ پيو ڏئي.
ڀيٺو پائي ڏنائين تہ بشڪيرن جي مکيءَ ٿي ٺهڪ ڏنا.
سڄو ڪل ۾ اوندو ٿيو پيو هو؛ ايتري قدر جو پيٽ
کي ڪٽي ٻئي هٿ ڏنا هئائين؛ ڪل؛ پوڪن سبب
سڄو ڏڪيو ٿي. پاخوم اڳتي وڌيو؛ ڇي پڇان تہ
سڻي تہ رولو ڪھڙو آهي. ويجھو اچڻ تي ڏنائين
تہ ڪلندڙ آدمي مکي نہ هو، پر اهو واپاري هو، جنھن
پيس بشڪيرن جو ڏس ڏنو هو. اڃا ڪانئس احوال
پڇڻ تي هو تہ نظر آيس تہ هو واپاري تہ نہ هو، پر
ولگا وارو ڪڙمي هو، جو اچي وٽس رات رهيو
هو؛ ڪيس زمين جو نشان پتو ڏنو هوائين. ڪڙميءَ

مان بہ بدلجي وري ٻن سڱن ۽ ٻن ڪرن سان شيطان
ٿي پيو ۽ ٻي ٺهڪ ڏنائين. وڌيڪ چا ڏسي ته اُن
شيطان جي پيرن وٽ هڪڙو پيرين اگهاڙو بيچان آدمي
صرف خميس ۽ سٿڻ پهريل پٽ تي پيو هو. پاخوم
ويجهو ويو ۽ ڏنائين ته اهو مئل ڪو ٻيو نہ هو پر سندس
(پاخوم جو) لاش. حوصلائي خطا ٿي ويس. ڇرڪ
ماري ننڊ مان اُٿيو. ڪجهہ وقت تہ مغز جاءِ نہ هوس.
نيٺ دل ڏاڍي ڪري چيائين تہ سپنا هميشہ
واهيات ٿيندا آهن. ٻاهر نڪتو. پرهہ ڦٽيءَ جي ويل
هئي. وقت اچي ٿيو هو. پنهنجي ساٿيءَ کي اٿاريائين
۽ چيائينس تہ گهوڙو تيار ڪر. پاڻ لڳو بشڪيرن کي
جاڳائڻ. "اٿو، پائي، جاڳو؛ زمين ڪڇڻ جو ويلو
اچي ويو آهي." بشڪير اٿيا ۽ تياري ڪيائون.
مکي ٻاهر نڪتو. سڀيئي چاهہ پڻ پيئڻ لڳا. پاخوم کي
گهڻوئي چيائون پر هن هڪ ڍڪ بہ نہ پيتو. سندن
ويهڻ وهہ ڪري چڙيائين - ٿپائي ڪنيائين. پاٽيءَ
ڪان ٻاهر ٿي نڪتو؛ چي دير ٿي ويندي. هلو تہ هاڻي
هلون، نہ تہ مونکي نقصان ٿيندو.

(٨)

سڀ سنبري هليا. ڪي گهوڙن تي تہ ڪي گاڏين
۾. پاخوم ۽ سندس ساٿي بہ هڪڙيءَ گاڏيءَ ۾
چڙهيا. ڪوڏر ساڻ کنئي هئائون. ميدان تي پهتا

۽ ڏينهن ٻه قنڊ تي اچي ٿيو. سڀ سوارين تان
لهي هڪڙيءَ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي اچي مڙيا.
مڪي ٻاغوم جي وڇڻو هٿ چوگرد ڦيرائي اشارو
ڪري چيو ته هيءَ ساري زمين جيستائين تون ڏسي
سگھين ٿو، اسان جي آهي. ڪن جيتري ڪٽڻي اٿيئي.
ٻاغوم جون اکيون ٻي ٽڙي ويئون. پهڻ جهڙي سائي
ٻوڪر ڏسي دل ٻپا ڏيڻ لڳس. گاهه جا سلا ٻه ماڻهو
جي ڇاتيءَ تائين تي آيا. ڏسي نيڻ ٿي ٺريس. مڪيءَ
پنهنجي ٽوپي لاهي ڪٽي زمين تي رکي ۽ چيائين ته
هن جاءِ کان شروع ڪر ۽ ورئي هن جاءِ تي اچج.
جيڪا زمين تنهنجي چڪر ۾ اچي ويئي سا تنهنجي.

ٻاغوم پنهنجي رقم ڪڍي ڪٽي ٽوپيءَ ۾ وڌي.
اوورڪوٽ لاهي صدريءَ سان تيار ٿي بيٺو. پٽو
چڪي ٻڌائين. مانيءَ جي ننڍڙي ڳوٿري هڪڙي
پاسي لٽڪايائين، ۽ پاڻيءَ جي بوتل ٻي پاسي. بوٽن
کي ڪسي ٻڌائين. ڪوڏر ڪٽي ڪلهي تي رکيائين.
بس تياري ٿي چڪي. باقي ڳڻتيون ڪانه لڳو ته
ڪهڙي پاسي اول وڃان. نيٺ چيائين ته سڌو ئي
سڌ وسج جي طرف ٿو هليو وڃان. سج ڪني ڪڍي
ٿي هيءَ جوان ٻه ٽڪريءَ تان هيٺ لٿو. جي صبوح
جو پهر آهي ٿڌو، سو سيڪنڊ ٻه وڃانڻ نه گهر جي.
پهريان ته آهستي ٿي هليو. ڪجهه پنڌ بعد ڪڏ ڪوڙي

گاهه جي مٿ پوکيائين. ان کان پوءِ وڪ ٽڪري ڪٽڻ
لڳو ۽ ويو گاهه جا ڍڳا پوکيندو. گهڻي پنڌ کان پوءِ پوئتي
نهاريائين ته ساڳي ٽڪري ۽ ساڳيا ماڻهو سج جي
روشنيءَ ۾ چمڪندا نظر آيس. سمجهائين ته اٽڪل
٣-۴ ميل پنڌ ڪيو اٿم. مٿس گرمي ٿي ويو هو، سو
صدري به لاهي ڇڏيائين. ڏٺائين ته نيرن جي مهل
اچي ٿي آهي. دل ۾ خيال آيس ته چوٽيون پٽي
ڏيٺهن ته موڪلائي هليو. پر چا ٿيو ۽ اڃا ته انهيءَ
جو ٽيٽون بچيو پيو آهي. اڃا ساجهر چٽبي. ڦرڻ
جو وقت اڃا پوري آهي. ڪٽي بوٽ به لاهي ٿو
سٽيان. ائين چئي ويهي بوٽ لاٿائين ۽ لاهي ڪمر
ٽٽي ۾ اٽڪائي اڳتي هليو. هاڻي پير هلڪا ٿي پيس
۽ فرحت سان هلندو ويو. چيائين ته اڃا ٣-۴ ميل
ٻيا به سڌو هلان، پوءِ ڦيرو ڪائيندس. ڏوڪيندو
ويو، تانجو ٽڪري به نظر کان غائب ٿيڻ لڳي. اتس
جي ماڻهو هواسي، ماڪوڙين جيان پئي نظر آيا ۽ گاڏين
جي ڦيٿن جو چمڪو پڻ تمام جهڪو ٿي ڏنو. اتي پاخوم
جي حرص کي البت بنجو آيو ۽ ڦرڻ جو ويچار ڪيائين.
نيي ويو هو ۽ اُج به سٽايو هوس. وڏي ڪڏ ڪٽي ان
۾ گاهه پوکيائين ۽ يڪدم ڦريو. گاهه ويو گهاٽو ٿيندو
۽ هن جون جنگهون ويٺون سٽ ڇڏينديون. ڪجهه
ٿڪ معلوم ڪرڻ لڳو. سج ڏانهن نهاري وقت

جا چيا ئين. منجهند جو ويلو هو. روٽيءَ جو وقت هو.
ڳيهو ڪانه پئي ڪري پاڻي پيتا ئين. سمهڻ تي دل گهڻي
ٿي ٿيس پر ڊنو ٿي ته متان ننڊ نه ڪٽي وڃيءَ ۽ پاڳهه ڪي
ڏک نه اچي، سو ڪجهه منٽ ويهي اٿي هليو. ڪاڏي
ڪجهه ٻل ڏنو هوس، پر ڏينهن ويو ٿي تپندو ۽ هو
ويو ٿي ٿڪبو. ننڊ اکڙو به هو، پر حرص جو ڀوت
سرتي سوار هوس سو ڪٿي ٿو ڇڏيس. خيال آيس ته اڄ
من، اڄوڪو ڏينهن ڏکن جو اٿئي؛ پوءِ عمر ڀيو کائيندين
۽ مزا ماڻيندين. ڳچ پنڌ ڀيو به ماري ويو. قوت تي
هو ته هڪڙي وڏي ڪڏ ڏنائين. چيائين ته هن جهڙي
ڪڏ ڇڏڻ محض بيوقوفي ٿيندي. هن ۾ سٺي جام
ٿيندي. سو اوها به سموري پنهنجي حد اندر ڪري
ڪڏ ڪنيائين ۽ ٽئين پاسي ڦريو. ٽڪريءَ جو پتو پورو
نه ٿي پيو. ٻيو پاسو تمام ڏگهو ڪيو هئائين، تنهن
ڪري ٽئين پاسي گهٽ ڻ جو ارادو ڪيائين، منجهند
لڙي رهي هئي ۽ هن ٽئين طرف جا صرف ٻه ميل به
نه ڪيا هوا. اڃا چوڏهن پندرهن ميل جڏهن ڪري،
تڏهن مس ٽڪريءَ تي پهچي پويس. سو خيال ڪيائين
ته هاڻي سڌو رخ رکڻ گهرجي. زمين چورس ٿئي سا ڳالهه
محال آهي. ايتري ته ايهائي سهي. سک سان ته پهچان.
۽ قسمت نه وهامي وڃي. لڳي ته ايهائي بس آهي. انهن ويچاري
ين وڏي ڪڏ ڪوٽي سڌو ٽڪريءَ طرف منهن ڪيائين.

( ٩ )

هاڻي ته چلڻ چڪي رهيا هئس. پنڌ اڃا جهيس ئي
نه ٿي. پگهر ۾ ٻڏي ويو هو. اگهاڙيون جنگهون ۽
اگهاڙا پير ڦٽجي پيا هئس. لڦون پٽجي ويئون هئس.
هلڻ لاشڪ موت برابر هوس. ڪجهه منٽ آرام
ڪرڻ گهرياءِ، پر همت نه ٿيس. جي ٿورو ئي وقت
ويو ته منزل مقصود تي پهچڻ محال هوس. ائين ئي
شڪ پئي پيس ته الائي پهچندس يا نه. اڻ ترڻ پئي
ڪاڏس ته گهڻو پري ته نه هليو آهيان. پر پوءِ ڇا
ٿيندو. ڪيئن ڪندس. هاڻ ته ٻه ٻه ويندءون ته ڇهه ٻه
ويندءون. ٽڪريءَ ڏي ڏسي سج ڏانهن پيو تڪي. ٽڪري
دور هئي ۽ سج ويو ٿي افق ڏانهن لهندو. دل ڌڙڪڻ لڳس.
ٽڪڙا قدم کڻڻ لڳو پر پورائيءَ جو چاڙهو نظر ڪونه آيس ۽
سو نيٺ ٻڪ پائڻ شروع ڪيائين. صدري، بوٽ،
ٽوپي، مانيءَ جي ڳوٿري، پاڻيءَ جي بوتل وغيره
سڀ ٽپڙ ويو هڪ ڪري اڇلائيندو. فقط ڪوڏر
رکيائين جنهن جي آڌار تي هلندو ٿي هليو. جيئن
سج وڃي هيٺ ٿيندو تيئن ڇاتي وڃيس ڇڄندي.
ڪرمن ئي همت هٽي ڇپائين ته گهٽي جي لالچ مٿس،
هاڻي ته ڏاڍا ٿا نڪرن ۽ سڀ ٿو وڃي. ڏپ ۾ ساهه
گهٽجڻ لڳس. پگهر ۾ ڪپڙا آلا ٿي ويس ۽ بدن کي
چنجڙي پيس. وات سڪي خشڪ ٿي ويس. جوش

وڃان ڇاتي ڦاٽڻ لڳس. دل متڪي جيان هيٺ
مٿي ٿڙڪڻ لڳس. جنگهون نہ ڄڻ اٿاريون
ٿي نظر آيون ۽ ٻي ڏڪيون. پاڻو مر پاڻي ٿي ويو.
اندر وارو ڪنبڻ لڳس. ڇي ائين ٿي ڀڄي مري نہ
وڃان. مرڻ جو پورو پڪي ٿيس. سمجهيائين ٿي تہ
ضرور ڪٿي نہ ڪٿي ڪري پراڻ ڏيندس، پر انهيءَ
هوندي بہ ڀڄڻ محال هو. هلندو هليو. ڇي هاڻي ٿو ڀڪڻ
بند ڪريان، تہ جيڪر جنيون ڪندم. سڀيون نديون
لتاڙي، اڏ ٿي اٽڪي ڀڄڻ مرد جو ڪم نہ آهي.
ڀ ڪندو رهيو. ٽڪريءَ تي بشڪير ڇيڻون ٿي
ڪيون، سي هيٺ ڇنيون بڌڻ لڳو. پر انهن اٿلندو
ڪيس وڌ ٿي وڌاءِ وڏيڪ ڪمزور ٿي ڪيو. سج
اڃي هيٺينءَ ڪناريءَ تي پهتو هو. رهي ڪهي سگهہ
سنڀاري ويو ڀ ڪندو. ٽڪري ويجهي اچي ويئي،
پر سورج پڻ اچي سيڪنڊن جي عرصي تي بيٺو.
ڪنهن بہ سيڪنڊ ۾ ڪم لهي وڃي. بشڪير ڪيس هٿن
سان سڏڻ لڳا. پَهِسن سان پريل ٽوپي اکين جي ڪوپن
اڳيان ٿي ڦريس. مکيءَ کي ڌرتيءَ تي وينو ڏٺائين.
ٻئي هٿ پيٽ کي ڏيئي وينو هو. خواب واري حالت
ياد آيس. زمين تہ هيٺ جهجهي اٿم، پر نصيب ٿيندي
سهين؟ هاءِ ڪم نصيبي، منهنجو خانو خراب ٿي ويو!
پريل ٻيڙو غرق ٿي ويو! آخرين جاءِ تي پهچڻ جو
ڪو چارو نظر نہ ٿو اچي. وري سج ڏي نڪيائين.
هينئيون ٽڪر پيهي چڪو هو. اڳيان پويان سنڀاري
هڪ ٿي اچل اهڙي ڏٺائين جو اچي ٽڪريءَ جي

پاڻي وٽ ڪيو. پاڻ جهلي نه سگهيو ۽ ڏو اچي هيٺ
پيو. اوچتو ڌرتيءَ تي ڪارائڻ جا نڪجي ويٺي. چوگرد
نهاريائ. سج ڪو نه هو. ڪنجهي چياءِ ته سڀ وڃايم.
بس، آسون اميدون وڃائي ٻهڻ تي هو ته ٻشڪيرن
جا آواز ٻڌائين جن ڪيس همٿايو ۽ سڏيو ٿي. سمجهياءِ
ته مٿي ٽڪريءَ تي اڃا شايد سج جي ڪني نظر اچي
رهي آهي. پاخوم اٿي مٿي چڙهيو. سج جي آخرين
ڳاڙهاڻ ٽڪريءَ تي اڃا نظر ٿي آئي. ٽوپي ناڻي جي
پريان رکي هئي. مکي صاحب ساڳيا هٿ پيٽ کي
ڏيئي کل ۾ اونڌو ٿيو پيو هو. پاخوم کي خواب ياد
آيو ۽ ڪنجهڻ لڳو. جنگهون ٻهي ويس. وڏيءَ اُڇل
سان پاڻ اڳتي اڇلايائين. منهن پر اچي هيٺ ٻٿون تي
ڪريو ۽ هٿ ڊگهو ڪري ٽوپيءَ تائين پهچايائين.

مکيءَ کان رڙ نڪري ويئي. چي شاباس جوان
جا پٽ، آفرين! شل پاڳ پلو ٽمٽي. ٻنيءَ جو ٽڪر ته
واه جو ڪنيو اٿئي. پاخوم جو نوڪر اڳتي وڌيو ۽
اچي مالڪ کي مٿي ڪنيائين. جا ڏسي ته پاخوم صرف
هڪ بيجان جسم هو ۽ سندس وات مان رت ٿي وهيو.
ٻشڪير ارمان ۾ ڪنڌ ڌوڻڻ لڳا. پاخوم جي ساٿيءَ
سندس ڪوڏر کڻي قبر کوٽي، جا اٽري هٿ جنهن ۾
هو سولائيءَ سان پئجي ٿي سگهيو. پورا ست فوٽ، گهٽ
نه وڌ. نيٺ ڪيس دفن ڪيو ويو. سندس من جي مراد
من ۾ ئي رهجي ويئي. البت سڄي ٻڄي گهرج سندس پوري ٿي.
گهربل زمين ڪيس نه ملي، ته سندس لاش کي ته بيشڪ ملي چڪي.

**انسان ته گهڻوئي ڦٿڪي ته روءِ زمين جي بادشاهي ملي ۾ پر سندس حقي ضرورت آهي صرف ست فوٽ.**

# شبـــوا



هن دنيا جا ماڻهو جنهن کي نيڪي ٿا سڏين، تنهن ۾ هڪ جا ٽول ڌ خود- ثنائيءَ (اهنڪار) جا سلا موجود آهن. خلق جي خير خواهن ۽ ايماندار ماڻهن ۾ لاشڪ اعليٰ درجي جون اخلاقي خصلتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون؛ پر آهي خوبيون اهي پنهنجيون ڪري ٿا سمجهن ۽ چاهين ٿا ته انهن لاءِ دنيا کين عزت ڏئي ۽ منجهن پورن وشواس رکي. دنيا به موت ۾ کين اعليٰ پد جو انسان ڪري سمجهي ٿي. هوڏانهن وري بهشت جي بادشاهت ۾ ائين نه آهي. آتي خود- ثنائي وڏو پاپ سمجهي وڃي ٿي ۽ سڀ ڪنهن قسم جو گڻ خواه پوتر تائي ايشور جي ذات جا ئي وڃي ٿي. اتان جا رهاڪو سمجهن ٿا ته اسان جيڪا به چڱائي ٻين سان ڪيون ٿا، سا انهيءَ پري پورن پرماتما جي ئي مهربانيءَ ۽ هدايت جو نتيجو آهي. تنهن ڪري ڦل به سمورو انهيءَ جوئي آهي. ڪنهن به نيڪ ڪار لاءِ پاڻ کي جس جو ڀاڳي سمجهڻ يا ان جي ڦل پوڳڻ جي خواهش ڪرڻ آهي شهنشاه جي امانت ۾ خيانت ڪرڻ ۽ ان جي دربار ۾ اخلاقي چور بڻجڻ.

لنهن کري جي جيو چاهي ته انهيءَ بي ايمانيءَ
جي الزام کان آجو رهان ته ڪوشش ڪري ڪج
جي ذريعي شيوا ڪرڻ کي ترڪ ڪري سڀ ڪرم
جي دوارا خلق جي خدمت ڪندو رهي. هڏ هلائي،
جسي کي جفا ڏيئي، ننڊ ڦٽائي، لتيءَ تڏيءَ وهي
ته جيڪا شيوا ڪندو، سا سندس من کي نماڻو ڪندي
۽ کيس پنل رکندي. نه فقط ايترو پر منجهس محبت
جو مچ مچائيندي جو شيوا سان لاڳو ضروري اسم
آهي. شيوا ته محبت، نماڻائي ۽ لاطمعي نه ته پيو
مڙيوئي ڪوڙ. مايا جي پدارٿ لي جيڪي شيوا جا
آڏاڻا ٿا اڏ جن سي اهي ضروري اثر نه پيدا نه ٿا
ڪن، پر اُتلندو اندر ۾ اهنڪار جو سلو اوپاري
ايشور کان علحدو ٿا ڪن. انهيءَ ڪري ساميءَ جيو
آهي ته —

پينهن چڪي، پوءِ پاڻي، محبت مٽيون پر،
ته دوس لنهنجي در پيهي اچيئي پاڻهي.

* * * * *

ڪنهن سميءَ جيرو سلم ۾ ۽ پاڻ رهندا هوا. وڏي
جو نالو دئود ۽ ننڍي جو جان هو. اهي ٻئي شهر
کان ٻاهر هڪڙي پهاڙ تي جدا جدا رهندا هوا.
شهري ماڻهو کين جيڪي ڪجهه ڏيئي ويندا هوا،
ان تي هو پنهنجو گذران ڪندا هوا. روز صبح جو

سوير هو ٻاهر نڪرندا هوا ۽ سارو ڏينهن پراپڪار
۽ غريبن جي سيوا ۾ گذاري، رات جو پنهنجي پنهنجي
جاءِ تي موٽندا هوا. ڪٿي به ڪو ٽڪو ماندو، بيمار،
نرآڌار، وڌوا يا اناٿ ٻالڪ نظر چڙهندو هون ته
هي ٻئي ان جي سيوا ۽ سهائتا ۾ لڳا رهندا هوا.
هفتي جا ڇهه ڏينهن هو ائين گذاريندا هوا. پهاڙ
کان لهي شهر جي جدا جدا ڀاڱن ۾ وڃي پنهنجو
سيوا-ڪاريه ڪندا رهندا هوا. هنن ٻنهي جي فقط
آرتوار جي ڏينهن پوڄا جي وقت گهر ۾ ملاقات
ٿيندي هئي. ان ڏينهن ديودت اچي کين آسيس
ڏيندا هوا. سوموار ڪانو تي وري پنهنجي روزاني
پروگرام کي شروع ڪندا هوا ۽ جاڏي جيءُ چاهيندو
هون، تاڏي رخ رکيو هليا ويندا هوا. انريت ڪيترائي
ڏينهن گذري ويا ۽ ديودت به آرتوار ڏينهن نت نيم
موجب کين آسيس ڪندا رهيا.

هڪڙي سوموار ٻئي ڀائر گهر مان ٻاهر نڪتا.
ٻنهي پنهنجو پنهنجو رستو پڪڙيو. پر ان ڏينهن ڏئوڊ
کي جان کان جدا ٿيڻ اليبت ڏکيو ٿي لڳو. ٿورا
قدم هلي هو ڪجهه گهڙين لاءِ چپ چاپ ٻهي ڪ
ٽڪيءَ ڀاءُ کي ڏسندو رهيو. ٻي طرف جان سو
جهڪائي هلندو ئي ويو. هن هڪ دفعو به پوئتي نظر
ڪري نه نهاريو، پر ٿورو اڳتي وڃي هو هڪدم ٻهي

رهيو. انهن پڻ ڏسڻ ۾ آيو ته جڏهن ڪنهن شيءِ کي
گھور ڪري ڏسي رهيو آهي. ٿوري دير کان پوءِ
هو ان شيءِ جي ويجهو ويو. پر ان جي پرسان پهچڻ
شرط انهن وٺي ڀڳو، جڻ ته ڪو جهنگلي جانور ڪيڏ
لڳو هوس. اِهو ڏسي ڏئوڊ واڙو ٿي ويو. جان
جي ڊ جي وهڻ جي سبب جاٽڻ لاءِ هو ان جاءِ تي
ويو. ويجهو وڃي ڏٺائين ته گاهه جي ميدان مٿان
سونهي جو مها ڀاري ڍير پيو آهي. پاڻس جو سون
ڏسي انهن چرڪ ماري وٺي ڀڳو هو، انجو مطلب
نه سمجهي هو وسميءَ ۾ پئجي ويو.

ڏئوڊ ويچار ساگر ۾ غوطا کائڻ لڳو. ڇي جان
سون کان ايترو ڇو ڊڄي ويو؟ سون ۾ ته ڪوئي
پاپ ڪونهي. پاپ آهي ته منشن جي هردي ۾ آهي.
سون جي ذريعي جتين برا ڪم ٿي سگهن ٿا، تتين
چڱا ڪم پڻ ٿي ٿا سگهن؛ ڪيترين نرآڌار وڌوائن ۽
ڪيترن نه بيواهن ٻچن کي ڪاڏو پهچائي سگهجي
ٿو، ڪيترن نه اگهاڙن کي ڍڪي سگهجي ٿو؛ ڪيترن
نه ڪنگالن کي ڌن ۽ روڳين کي دوا دارون ڏيئي
سگهجي ٿو. اسان ٻين جي شيوا ۾ لڳا ته رهون ٿا
پر اسانجي وصيت ڪيتري آهي؟ هن وقت جيڪا
شيوا اسان ڪريون ٿا، ان کان سوين دفعا وڌيڪ
جيڪر سون جي ملڻ سان ڪري سگهون.

ڊئوڊ جي مرضي هئي تہ جان سان اهي ڳالهيون ڪريان، پر هو تمام دور نڪري ويو هو. نيٺ جيترو سون ڪٺي سگهيو، سو ڪپڙي ۾ ٻڌي شهر ڏانهن روانو ٿيو. اتي پهچي اوها ڪُنڊ هڪڙي هوٽل واري وٽ رکي باقي ٻچيل سون ڪٺي اچڻ لاءِ ٻوپان پير ڪيائين.

سڀ سون ڪٺي اچي هن زمين خريد ڪئي ۽ مزور لڳائي ٿي مڪان جوڙايا. هڪ وڏو واٽن ۽ يتيمن جو آشرم ٿيو، ٻيو روڳين دردپلن جو اسپتال ٺهيو ۽ ٽيون غريب پرديسين جي لاءِ آرام شالا ٺهيو. ٽن ساڌو پرشن کي انهن مڪانن جو بندوبست سونپيو ويو.

انهيءَ هوندي بہ "ڊئوڊ" وٽ اڃا ٣ هزار اشرفيون ٻچيون، جي پڻ هن انهن ٽن نيڪمردن جي حوالي ڪيون تہ غريبن ۾ ورهائي ڇڏين. ٽيئي مڪان پنهنجي قسم جي ماڻهن سان پرجي ويا. اهڙي نيڪ ڪرم جي ڪري سڀ ماڻهو ڊئوڊ جي ساراه ڪرڻ لڳا. هن جي هوڏي ۾ آنند جون لهرون اٿڻ لڳيون ۽ شهر کان ٻاهر وڃڻ تي دل ٿي نہ ورندي هئس. هن پنهنجي لاءِ هڪ پيسو بہ نہ رکيو هو. جيڪي ڪپڙا پهري هو شهر ۾ آيو هو، اهي ئي ڪپڙا بدن تي هئس جڏهن هو گهر ڏانهن موٽيو. هلندي هلندي واٽ تي ويچارڻ لڳو تہ ڇا، سوني کي ڏسي جان کي پڇي وڃڻ ڪپندو هو؟ ايهـا هنجي لسوري پئي هئي. مون انهيءَ سوني مان ڪيترو نہ چڱو ڪم ڪيو آهي! اهي ويچار ڪندي هن ڏٺو تہ ديو دوٽ سامهون رستي ۾ بيٺل آهي ۽ لعل لعل اکين سان پيو ڏانهنس نهاري.

ڊئوڊب جي ويو ۽ چيائين، "هي پريو، ائين چو؟"
ديودوت- پري هٽي وڃ هتان. تون پنهنجي
ياءِ سان گڏ رهڻ جي لائق نه آهين. سون ڪٽي جيڪو
ڪم تو ڪيو آهي، ان ڪان سون جو تياڳ هزار وار
وڌيڪ سريشٽ آهي.
ڊئوڊب- انهيءَ سون جي دواران ڪيترا غريب،
يتيم ۽ بيواها ڪاڌو ڪائي رهيا آهن ۽ ڪيترن اناٿ
بالڪن ۽ ڪيترن ودوائن جي پالنا ٿي رهي آهي.
ڪيس وچ ۾ روڪي **ديودوت** چيو، "جنهن راڪس
(شيطان) توکي ٻو غلائڻ جي مراد سان سون ميدان
۾ وڇائي ڇڏيو هو، اهوئي راڪس تنهنجي واتان
ايهي لنبيون چوڙيون ڳالهيون ٻولائي رهيو آهي."
هاڻي **ڊئوڊب** جو ويڪ ڪيس ڇهنڊڙيون پائڻ لڳو.
سندس اندر ۾ پڇتاءُ پيدا ٿيو ۽ هو ٻالڪن جيان روئڻ لڳو.
**ديودوت** هن جي سامهون انتر ڌيان (غائب)
ٿي ويو. ڏنائين ته پريان **جان** سندس انتظار ڪيئي رهيو آهي.
ڊئوڊب جي جياتيءَ ۾ ڦيرو اچي ويو. هن جي
اندر مان وڪار نڪري ويو. آپي جا خيال دور
ٿي ويس. هن پورڻ روپ (ڪامل درويش) ديودوت
کان سمجهي ڇڏيو هو ته پرماتما جي پوڄا يا منش شيوا
سون سان ٿي نه ٿي سگهي، پر فقط نيڪ ڪمن ڪرڻ ۽ بيداغ
زندگي رهڻ سان ئي اها شيوا ٿي سگهي ٿي. سون ڪيس
ٻکين جي ٻک لاهڻ، دکين جي درد دفع ڪرڻ ۽ محتاجن جون
گهرجون پوريون ڪرڻ جو وجهه بيشڪ ڏنو هو، پر اندر ۾ اهو
خيال پڻ پيدا ڪيو هو ائينس ته هو چڱا ڪم ڪري رهيو هو.

**اهو خيال ئي دربار مان ڌڪو ٿو ڪارائي**
**۽ پربن ڪان پري ٿو ڪري.**

جو پوش آتما کي اپنا سي، نتيه، اجوني ۽ آدي تو سمجهي ۽ نشچيه کري تو جاڻي ته ڪوڙين ڪايائن اندر ساڳيو جيو آتما موجود آهي، جنهن ماڻهن جي مٽين اندر ساڳيو سڳو تو وسي، سو ڪنهن کي ماريندو يا ڏک ڏيندو؟

* * * *

اسيريا ۾ ڪنهن سمي **اسرڏن** نالي هڪ نامور راجا راڄ ڪندو هو. ملڪ گيريءَ جي موهه وچان هن پرواريءَ بادشاهت تي ڪاهه ڪئي. سندس زبردست لشڪر کي فاتح حاصل ڪرڻ ۾ ويرم ڪا نه لڳي. مغرور فاتح جيڪي ڪاسائڪا رستا اختيار ڪيا، تن ڏسندڙ جي ڏڙن ڪنبائي. ويو ملڪ کي تلف تاراج ڪندو. شهرن جا شهر جلائي رک ڪري ڇڏيائين. ماڻهن کي ويو جبلن ۽ جهنگلن ڏانهن هڪاليندو. سندس تبر جي ڌار وڏا وڏا سورويو تمام ڪري ڇڏيا. سندس تيز تلوار ڪيترن سرڪردن ۽ مهندارن جو سر قلم ڪري ڇڏيو. ڪن کي آڳن توهن ۾ ساڙائي ڇڏيائين، ڪن جي جيئري کل لهرايائين ۽ سندن راجا لئليءَ کي گرفتار ڪري ڪاٺي لوهي پڃري ۾ ڪٽي بند ڪيائين.

ساري ڏينهن جي خونريزيءَ بعد راجا **اسرڏن** اڄو اچي هنڌ تي ليٽيو، پر اهڙي خونخوار ڪار

# راجا اسرڌن



ٻائي ڪان ڪمان ۾، ميان مارُ ۾ مون،
مون ۾ آهين تون، مڇڻ تنهنجوئي توکي لڳي.
(شاهه)

* * * *

سو ھي، سو ھو، سو اجل، سو اللّٰه،
سو پرين، سو پساهه، سو ويري، سو واهرو.
(شاهه)

* * * *

ڪوڙين ڪايائون تنهنجون لکين لک هزار،
جيءَ سڀڪنهن جيءَ سين ڌرسن ڌارون ڌار.
(شاهه)

* * * *

نه هو جمي ٿو نه مري ٿو ڪڏاچ؛
هئو ۽ وري نه هوندو ائين به ناهي؛
اهو اڄونو، نتيه، آدي ۽ پراڻو آهي؛
سرير جي ناس ٿيڻ لي هو ناس نٿو ٿئي.
(گيتا)

* * * *

گذاريءَ کان پوءِ نيڻن کي ننڊ ڪيئن نصيب ٿئي؟
هو اها ڳڻ تور ڪندو رهيو ته راجا ليليٰءَ کي ڪهڙيءَ
طرح پورو ڪجي. پٺي پور پڇايائين ته کيس نباهڻ
جو ڪهڙو طريقو اختيار ڪجي. ائين ويچاريندي
پاسي کان ڪنهن جي اچڻ جو آواز ڪنن تي پيس.
ڪمزور دل پاپي ڇرڪ ڀري اٿي کڙو ٿيو. ڏٺائين
ته هڪڙو صفيد ريش نماڻن نيڻن سان پرنم - صورت
بزرگ پڻ بيٺو آهي. راجا همت ڇڏي پٽ تي ٿي
بيٺو ۽ درويش کانئس پڇيو:

"اي راجن، ڇا تون ليليٰءَ کي مارڻ جو خواهان آهين؟"

راجا - هانو، انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي. صرف
انهيءَ لاءِ ترسيل آهيان ته ڪو سنئون رستو سجهيم
جنهن وسيلي سندس انت آڻيان.

درويش - پر ليلي ته تون پاڻ آهين. تنهنجو ئي ٻيو
نالو ليلي آهي.

راجا - ائين ڪيئن ٿيندو؟ مان مان آهيان ۽
ليلي ليلي آهي. اسين ٻئي ٻه جدا انسان آهيون.

درويش - سچڻ تون ڀلل آهين. سچ پڇين ته ليلي
۽ تون هڪڙي ئي وستو آهيو، پر فقط ٻاهرين جدا جدا
صورتن سبب ائين پيو ڀاسي ته نڪي تون ليلي آهين
۽ نڪي وري ليلي اسر ڏن آهي. حقيقت ڪري ته
سائي صورت عين (ع) جي، سائي صورت غين (غ)
سمورن نقطو دور ڪر، ته سوئي عين (ع) جو عين (ع).

انهيءَ نقطي جي وچاندر ويچو وٿ و آهي ۽ بيائيءَ ۾ ٻڌي هڪ انسان ٻاڻ کي ٻئي انسان کان جدا ٿو سمجهي. پر سچ نه

چيز مڙيوئي هڪڙي، تنهن ۾ قمد نه قير.

راجا. اي بزرگ، جيڪي تون چوين ٿو، ان تي مان ڪيئن اعتبار ڪريان؟ اکين سان جيڪي ڏسان وينو ان تي ويسهه نه ڪري، تنهنجي خيالي دليلن کي وزن ڪيئن ڏيان؟ هتي مان سيج پلنگ تي ستل آهيان؛ چوڌاري فرمانبردار نوڪر ۽ نوڪرياڻيون هٿ ٻڌي خدمت ۾ حاضر بيٺل آهن. جنين اجوڪو ڏينهن شراب پيئڻ ۽ ڪباب کائڻ ۾ گذاريو آهي، ليڪن سپاٽي ۽ شغلن ۽ شادمانن ۾ گذاريندس. هوڏانهن لتلي پکيءَ جيان پڃري ۾ ٻاندي وينو آهي ۽ سپاٽي هو ڦاسيءَ جي تختي تي چڙهندو، جتي سندس زبان وات مان ٻاهر نڪري لڙڪندي، سندس بدن پيو ڦٿڪندو جيسين پساهه پورا ٿين ۽ دم لبن کان ٻاهر نڪري؛ آخر جڏهن پران پرواز ڪندا تڏهن بگهڙ ۽ ڪتا سندس لاش کي پرزا پرزا ڪري چڪين ماس کائيندا. چا، انهن ٻن حالتن ۾ جيڪو راتڏينهن جو تفاوت آهي، ان کي نظر انداز ڪري مان صرف هوائي متو ڪٽي قبول ڪريان ته مان لتلي آهيان ۽ لتلي اسر ڏن؟ نه، نه؛ ائين هرگز ٿي نه ٿو سگهي.

هڪڙي عاليشان عالمگير بادشاهہ ۽ ٻي خوار ذليل قيديءَ جي وچ ۾ جو تفاوت آهي، سو سچو آهي ۽ ڪي بہ پرماڻ ان کي ميساري نہ ٿا سگهن. مان ۽ هو ڪڏهن هڪ ٿي نہ ٿا سگهون.

درويش - پر ياد رک تہ تون هنجي حياتي ڪڏهن بہ ناس ڪري نٿو سگهين.

راجا - پلا هو چوڏهن هزار جوڌا جي منهنجي لشڪر ماس ڪيا آهن ۽ جن جي لاشن جو مون دڙو اڏايو آهي، انهن جي لاءِ اوهان جو چوڻ ڇا آهي؟ مان جيڪو جاڳندو زنده وينو آهيان ۽ هنن جي بوءِ بہ ڪانهي. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ مان ڪنهن جي بہ حياتي ناس ڪري سگهان ٿو.

درويش - ڪيئن ٿو چئين تہ هو مري ويا آهن؟

راجا - ڇاڪاڻ تہ هو نظر ٿي نہ ٿا اچن. انهيءَ ڪانسواءِ هنن عذاب پسيا ۽ مان مزي ۾ پيو گذاريان. هو دک پوڳي پوڳي مري ويا ۽ مان سندن لاشن جي دڙي تي وينو حڪم هلايان.

درويش - ايهو پڻ تنهنجي خيالن جو بدبدو آهي. سچ پچ تہ تو پاڻ کي ئي عذاب ڏنا ۽ نہ ڪنهن ٻي کي.

راجا - مون کي تہ اها ڄڻهارس سمجھ ۾ ٿي نہ ٿي اچي.

درويش - سمجهڻ جي مرضي اٿئي؟

راجا- واه؛ سمجهايو ته عين احسان.

درويش- (هڪڙي پاڻيءَ جي حوض ڏانهن اشارو ڪري)- چڱو پلا اوري اچ؛ لٿا لاهي هن ۾ اندر گهڙي وڃ.

(راجا حوض ۾ گهڙي ٿو.)

هاڻي مان هيءُ پاڻيءَ جو لوٽو جڏهن تنهنجي مٿان ھلٽڻ شروع ڪريان، تڏهن يڪدم اندر ٽٻي هڻج.

درويش پاڻي هارڻ شروع ڪيو؛ راجا ٽٻي ڏني. ٽٻي ڏيڻ بعد هو پاڻ کي اسرڌن جي بدران ڪو بيو ماڻهو وسهڻ لڳو. ڇا ڏسي ته هڪڙي محلات ۾ پلنگ تي ليٽيو پيو آهي؛ هڪڙي خوبصورت استري سندس پاسي کان ويٺي آهي. هن جي اکين کولڻ تي استريءَ چپ چوريا؛ چوڻ لڳي: "پيارا پتارلٿلي، ڪالهوڪن ڏاکڙن؛ جاکوڙ سبب توهان هوندن کان وڌيڪ ستا آهيو، پر مان سمورو وقت ئي نگهباني ڪئي آهي ته جيئن ڪو اوهان کي جاڳائي نه. هاڻي اٿو. اميرامراءُ شهزادا باهر دربار هال ۾ ويٺا اوهان جي راه نهارين- جلد ڪپڙا ڪري هلي کين درسن ڏيو."

اسرڌن مٿين لفظن مان وائڙو ٿي سمجهڻ لڳو ته مار! مان ته لٿلي آهيان. هن وقت تائين پاڻ کي پلي اسرڌن ئي سمجهيو آهي. پنهنجي مورکتا

تي ڪلنڊو ائي ڪڙو ٿيو ۽ پوشاڪ بدلائي اچي دربار ۾ تخت تي براجمان ٿيو. سندس پيو پائرٽ سان سڀني نمي نياز ڪري، ڌرتيءَ سان پيشاني گسائي، سجدو ڪري ۽ هٿ ادب جا بڌي صفن ۾ بيهي رهيا. وزير اعظم ملڪ جو احوال ڏيندي چيو: ”عاليجاه، جهان پناه! راجا اسرڌن ته جنسي رٿ ٻاري ڌنو آهي. سندس عقوبتون سهڻ کان ٻاهر آهن. جنگ کان سواءِ بيو حيلو ڪونهي. ڌندن ڌيڪاريو کان سواءِ هن جو سڌو ٿيڻ محال آهي.“

**لئلي** (حقيقتاً اسرڌن) کي ايها صلاح نه آئڙي ۽ فيصلو ڪيائين ته چار چڱا مڙس ايلچي ڪري **اسرڌن** ڏي موڪلجن ته وچي ساڻس ڳالهيون ٻولهيون ڪن ۽ سندس تتل ردي تي نار جو چنبو وجهن. ائين نهرائي، ايلچي ٽاڪي، دربار برخواست ڪري، گهوڙي تي سوار ٿي، شڪار تي روانو ٿيو. خوب جانور مارياڻين. خاصخيلين جي واه واه پئي بيٺي. شام جو محل ۾ موٽي، مجلسون ڪري، کائي پي، ناچ گانا بڌي وڃي آرامي ٿيو. ٻي ڏينهن دستور موجب دربار ۾ ويهي عرضدارن ۽ فريادين جي عريضين ۽ فريادن جو نيڪال ڪري ڪچهري برخواست ڪري وري شڪار لي روانو ٿيو. اچ ته ڪو وقت وئي نڪتو هو. پويدڙيئي هٿن سان شينهڻ جو شڪار ڪري سندس

۾ ٻچڙا جيئرا ڦاسا پيا ئين. نچند و ٽپند و گد گد ٿيند و پونتي موٽيو. محلات ۾ محفل لڳي ويئي. نچڻيون ناچ ڪرڻ لڳيون، گوئيا سر ملائي مٺا آلاپ ڪڍڻ لڳا ۽ طبلچي ۽ سرندائي پنهنجي غير معمولي تار ۽ ڏڪرن سان جان ۾ جان وجهڻ لڳا. راجا ڏس ته جنسي جهولي پيو. وقت جو پتو ئي نه پيو. ڪنيون ڪر موڙڻ لڳيون ۽ ٿيڙو ٿيئي اپا ٿي رات وهامڻ جو اطلاع ڏيڻ لڳا، جڏهن راجا ننڊاکڙو ٿي وڃي پلنگ تي ليٽيو.

اهڙيطرح صبوح دربار ۾، شام شڪار ۾ ۽ رات محفلن ۾ گذاريندي مهينو گذري ويو، جڏهن راجا اسرڏن ڏانهن ويل ايلچي موٽي آيا. ڪين ذڪر ڪرڻ جو ضروري ڪو نه هو. سندن ماجرا ۽ مصيبت منهن مان ئي پڌري هئي. چوندا آهن ته ويئي سڱن کي ۽ ڪن به ڪپائي آئي، سو هي به ويچارا ويا هوا پر يم وندڻ پر مورڳوئي نڪ ۽ ڪن ڪپائي اچي راجا سان سلام ڪيائون. ڪپيل نڪ ۽ ڪن ڪاغذ ۾ ويڙهي پڙي ٻڌي اچي حضور ۾ پيش ڪيائون ۽ چيائون: ”راجن، راجا اسرڏن فرمايو آهي ته جيسين اوهان ڪيس گهربل سون، چاندي ۽ صندل وغيره ڏين نه ڏيندا ۽ روبرو وڃي تابعداري قبول نه ڪندا، تيسين نه فقط اوهان جي رعيت ۽ سپا جو اهڙو حال ٿيندو جهڙو اسان جو ڪيو اٿس پر اوهان سان پڻ ساڳي تعدي ٿيندي.“

راجا لُڏلي (حقيقتاً اسرڌن) جا ٽپ ٽي ٽري
ويا. ڏند ڀيڙي سنائي ۾ پئجي ويو. نيٺ وزيرن
سان صلاح ڪيائين، جن سڀني يڪي آواز يڪدم
جنگ جو فيصلو ڏنو. جنگي ڪائونسل جو ميڙ ڪٺو
ٿيو ۽ ڪٺڪن جون ڀيرون جنگي ميدان ۾ پلٽجي پيئون.
"رڻ گجيو، راڙو ٿيو، متان ڌم ڌچر؛"
ٻنهي طرفن جا

بهادر گڏيا بهادرين، ڪڙڳ ڪلول ڪن،
وجهن ڌڙ ڌڙن تي هاڪارو هڻن،
ڪرن، ڪنڌ نچن، رڻ گجيو راڙو ٿيو.

لُڏلي جي لشڪر خوب جلوو ڏيکاريو. پاڻ راجا
پنهنجي سر ميدان ۾ نڪري سپاه جو حوصلو وڌايو
۽ آخر انداز بهادريءَ تي غالب پئجي ويو. لُڏليءَ
جو لشڪر سون ۾ هو ۽ اسرڌن جو هزارن ۾. نيٺ
لُڏليءَ (حقيقتاً اسرڌن) جي لشڪر ڀاڄ کاڌي ۽ پاڻ
ڦٽجي گرفتار ٿيو ۽ نو ڏينهن ساندهه رسن ۾ ٻڌل، غنيم
جي ڪٽڪ سان دربدر ٿيندو رهيو. ٿان جو ڏهين
ڏينهن شاهي شهر ۾ آڻي ڪيس ڀڳري ۾ باند ڪيائون.
ٻک ۽ ڦٽن جي ڪيس ايتري چنتا نه هئي جيترو ڪيس
خلق جي خواريءَ ۽ ذلت پي چيرو ڏنا. ڌرتي جاءِ
ڏئيس ها ته جُتري ئي پيهي وڃي ها. سمنڊ يا دورياه
يا ڪوه ويجهو هجي ها ته ٽپو ئي هڻي ڏي ها، يا ڪو
ملڻ ڪاٽ يا چاڪو هٿ ۾ سيڪو هجيس ها ته
چيري چيري چم- هوند وجهي ها ڪا نڪتين.

پر افسوس! هو بيوس هو. سندس چارو ڪونه ٿي
چليو. دشمن کان بديءَ جي بدلي وٺڻ جي ڪيس
ڪا سامرٿي ڪانه هئي. سندس همت ۾ فقط ايترو
هو ته چپ ڪري بنا ڪنجهڻ ۽ ڪيپائڻ جي ويهي
تعديون سهي، ڇا ڪاڻ ته ائين ڪرڻ کان سواءِ هو
ٻيو ڪري ئي ڇا ٿي سگهيو؟ ٻيو ته ائين نه ڪرڻ
ڪري پاڻتي دشمن جي هاسي ڪرائي ها. چوندا
آهن ته

مروان موت ملوڪان شڪار.

ساڳيءَ طرح بيوس ٻانديءَ جي لوڇ، ڦٿڪو ۽
بي آرامي مغرور فاتح جي خوشيءَ جو باعث ٿئي
ٿي. فتح جي اند ۾ اندو انسان پنهنجي ڏٻل دشمن
کي ستائڻ ۽ چتو ڪرڻ ۾ فخر وٺي ٿو. انهيءَ
خيال وچان لڳلي (يعني اسرڌن) ٻڪو ويچار ڪيو
ته ڌرتي اڱلي پوندي ته ٻه منهن مايوس ڪري دشمن
جي دل خوش نه ڪندس ۽ سور سختيون سڀ صبر
سان سهي وقت وليت ڪندس.

ويهه ڏينهن گذري ويا پر هن جي موت جي انتظار
جو خاتمو نه ٿيو. سندس بي شمار مائٽ ۽ دوست
سندس اکين سامهون کي جيئرا جلايا ٿي ويا، ڪن
جون جنگهون ٻانهون وڍيون ٿي ويون ۽ ڪن کي

قاسيءَ ني لٽڪايو ٿي ويو پر هن مڙس ڪڏهن به
رحم يا رنج يا خوف جو اظهار نه ڪيو. جلاد ئي به
ڪدڙا ٻانها ڏنائين جي سندس من موهيٽي زال ڪي
رسو ٻڌيو راجا اسوڌن جي حاضريءَ ۾ گهليو ٿي ويا.
پر انهيءَ هيبت ناڪ نظاري جي سامهون پڻ هن
اکين ڪي ٻي. غيرتيءَ جي پٽي ٻڌي ڇڏي. آخر جڏهن
سندس مٿان بينل پهريدارن مان هڪڙي چيس:
"اي لٽلي، ڪنهن وقت تون تاجدار بادشاهه هئين،
پر هن وقت تنهنجي حالت ڪهڙي نه قياس جوڳي
آهي!" انهن لفظن سندس قلب تي لوڻ ٻرڪيو ۽
سندس چاڪ ٿئين سر چڪايا. اکيون جاهه ۽ جمال
ياد ڪري اندر جلڻ لڳس ۽ سينو سڙڻ لڳس. سياءَ
هٿن مان نڪري ويس. سنڌ ٻڌ وچائي پاڳل ٻڌجي
ٻچري جي شينهن ڪي زور سان جهلي چڪ پائڻ لڳو.
جلد ئي بلڪل زور سان مٿو شيخن سان پڇاڙڻ لڳو ته
من انهن ئي زهري زندگي ۽ دکي جيوت جو خاتمو
ٿئي. پر دڪئي جيو لاءِ موت ڪٿي! بي طاقت هڏ
هيٺو لٽلي رت وهائيندو بيهوش ٿي ڪري پيو.

جلد ئي به جلاد آيا جي سندس هٿ پير ٻڌي،
کيس گهليندا قتل گاهه ڏي وٺي ويا، جتي هن ڏنو ته
چوڏاري رت جا ٿئين پيٺي هئي. اتي پهچي سندس
لٽا لاٿا تون. پنهنجو گل جهڙو نرنڊ ٿر بدن ڪومايل ۽

ڏٻو ڏسي هو ڏهلجي ويو. سندس سامهون نيڙو ڪڙو
ٿيو بيٺو هو، جنهن تان تازو سندس ساٿين جا لاش
لاٿا ويا هوا، ۽ جو هيٺ کيس رساتل رسائڻ لاءِ تيار
هو. جلادن کيس چيلهه کان وٺي مٿي کنيو ۽ هيٺ
نيڙي تي لاهڻ تي هئس جڏهن هن کان ڪيڪ نڪري
ويئي. سڏڪا ڀريندو رحم لاءِ رڙيون ڪرڻ لڳو پر هٿ
ٻڌڻ وارو هوئي ڪير؟ دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته ائين
ڪيئن ٿيندو! شايد مان ننڊ ۾ آهيان ۽ هيءُ سڀ سپنو
آهي. ائين ويچاري اکيون مهٽڻ لڳو. اڌ سجاڳيءَ
جي حالت ۾ سمجهه آيس ۽ چيائين ته مار مان ته اسرڏن
آهيان. اجايو پاڻ کي لئلي سمجهي پيو عذاب پسيا اٿم.

| پنهون ٿيس مان پاڻ، سسئي تان سور هوا.

جڏهن صفا سجاڳ ٿيو تڏهن معلوم ڪيائين ته هو
نڪي هو لئلي، نڪي اسرڏن، پر هڪڙو چوپايو جانور.
حيرت ۾ حيران ٿيڻ لڳو. ڇي مان ڪهڙو نه بيوقوف آهيان
جو جانور هوندي پاڻ کي ڪڏهن لئلي ته ڪڏهن اسرڏن
پئي سمجهيو اٿم. ائين چئي ماٿريءَ ۾ گاهه چرڻ لڳو ۽ پنهنجي
پڇ سان بدن تان مکيون هڪالڻ لڳو. ٽڪن جي چوڌاري
کيس گهوڙا معلوم ٿيڻ لڳي. جلدئي پريان وڇڙو ڀوڙندو اچي
کيس ڇهنبو ۽ ٿڃ پيئڻ لڳو. ٻئي ماءُ پٽ خوشيءَ ۾ قوليا نه
ٿي سمايا ۽ مستيءَ ۾ مست بيٺا هوا، جڏهن پريان هوا منجهان
هڪ قهري تير شرڙاٽ ڪندو اچي ماءُ کي لڳو ۽ سندس

ماس ۾ چهڙي ويو. چيخ ڪندي چيچلائيندي وڇيڙي کان
وڇڙيل وڻي پڳي ۽ وڇيڙي پڻ نه ڇڏيس. توري پنڌ
کان پوءِ بيو ٿيو اچي ۽ وڇيڙي کي لڳو ۽ هو ڍيري ٿي پيو.
ماڻس (حقيقتاً اسرڏن) مٿانس بهي رهي. پلا ماءُ جو
آنبو ۽ پنهنجي لخت جگر کي موت جي چنبي ۾ ڏسي
ڪيئن آرام ۾ رهي؟ پنجن منٽن جي اندر پريان هڪڙو
ماڻهو ڊوڙندو آيو جنهن ڪيندڙي ڪاتي ۽ وڇيڙي جو
سو ڏڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. هن کان ڊانهن نڪري
ويٺي ۽ ويچاريائين ته هي مڙيوئي سپنو هوندو. اهڙي
بيدادي ۾ بي ترسي ڪيئن ٿي سگهندي؟ ائين سوچي
وري اکيون مهٽڻ لڳو. چيت نڪري ويس ۽ ڏنائين ته
پاڻيءَ ۾ اندر بيٺل اسرڏن آهيان. يڪدم مٿو ٻاهر
ڪڍيائين. جا ڏسي ته ساڳيو نماڻي مورت سنسع
لوٽو هٿ ۾ جهليو باقي بڇيل پاڻي پيو اُتس اوتي.

واڙوٽي چيائين: "ڪهڙا نه عذاب پسيا اٿم: ڪيترو
نه وقت!"

درويش - اهو وري ڪيئن؟ اڃا منٽ به نه ٿيو
جو تون ٽبي ڏني. وري جلدئي ڪٽي مٿو ٻاهر ڪڍيئه.
ڏس اڃا لوٽي جو سب پاڻي ئي نه ڪٿو آهي.

راجا اسرڏن اهڙو ڪجهي جهڙي پت. خوف
وچان منهن پيلو ٿي ويس ۽ اکيون ڦرا ڦڙيٺي ويس.
ڊڄندڙ منهن سان سا ڏوءِ ڏانهن يڪ ٽڪ تڪڻ لڳو.

درويش - ڪيئن راجا، ڪجهه سمجهه ۾ آيئه؟ ڏٺئه يا نه، ته ٻڌلي تون پاڻ آهين ۽ هزارين ڪوڙر جي تو ڪٺا سي ۾ تون پاڻ آهين. نه فقط ايترو پر خود اهي جانور جن کي شڪار ڪري تو مجلس ۾ ويهي ڪاٽو سي پڻ تون پاڻ آهين. تو سمجهيو ٿي ته انهن ۾ ڪا جدا هستي آهي پر مون تنهنجي اکيان جو پردو لاٿو آهي ۽ تون ڏسي چڪو آهين ته ٻين سان خرابي ڪرڻ سچ پچ پاڻکي خراب ڪرڻو آهي. زندگي هڪڙي ئي آهي جا سڀني ۾ موجود آهي ۽ تون پاڻ انهيءَ هڪڙيءَ زندگيءَ جو صرف هڪ حصو پسي ۽ ظاهر ڪري رهيو آهين. فقط انهي پنهنجي هڪڙي حصي ۾ تون زندگي گهٽائي يا وڌائي، چڱي يا خراب ڪري ۽ سڌاري يا بگاڙي سگهين ٿو. جيڪڏهن تون پنهنجي حياتي بهتر ڪرڻ ٿو چاهين ته ٻين پشور جي جيون کي پيار ڪري، تنهنجي ۽ انهن جي زندگيءَ جي وچ ۾ جو ظاهري ويڇو نظر اچي رهيو آهي، سو دور ڪر ۽ انهن کي پنهنجي ۽ پاڻ کي انهن جي صورت ڪري سمجهه. انهيءَ رستي تون پنهنجي زندگي زيباور ۽ وسيع ڪري سگهندين. جڏهن تون ائين ٿو وسهين ته تنهنجي حياتي علحدي آهي ۽ ائين وسهي ٻين جو سک ڦٻائي ۾ پنهنجي جيوت جو سک ٿو ڀوڳين، تڏهن يقين ڄاڻ ته سچ پچ تون پنهنجي پاڙ تي ڪهاڙو هڻي رهيو آهين ۽ ائين ڪرڻ سان پنهنجي زندگي زهريلي ۽ گهٽ ٿو ڪرين. ياد رک ته ٻين جيون جي حياتي وڌڻ ۽ ناس

# ٽي پيبـــر مرد

”جڏهن تون پرارٿنا ڪرڻ وهين تڏهن بند-
پوستن جيان اجايا اکر نه اچاريندو رهه. هو سمجهن
ٿا ته جيترا وڏا واڪا ڪبا، جيترو گهڻو گهڻو اوترو
جلد ايشور ٻڌندو ۽ اگهائيندو. انهن جيان نه ٿيءُ،
ڇاڪاڻ ته جيڪي توکي گهرجي سي ان جي پرم پتا
پرماتما کي تنهنجي گهرڻ کان اڳ ئي خبر آهي.“
(انجيل)

ايشور اکرن تي راضي نه ٿو ٿئي پر هو دلين جو
مالڪ آهي. پريم سان ”رام رام“ جي بدران
”مرا- مرا“ اچاريندي رشي والميڪ پرم پد تي پهتو.
ايشور جي پرارٿنا آهي عشق؛

”اکران دي وچ جو ڪوئي اڙيا،
عشق دي چاڙهي مول نه چڙهيا.“

جڏهن دل پويل آهي، تڏهن اکر ٿورا ٿا اکلن.
حقيقتاً ته پرارٿنا معنيٰ چپ؛ يا جئن سامي ٿو چوي
”ڌڻي درن کي ڏک“. ڪوبه خاص مذهب، خاص
ٻولي يا ڪي به خاص لفظ ڌڻيءَ جي درگاهه ۾ قبول
پوڻ لاءِ ڪي پروانا نه آهن، نڪي وري پرارٿنا

جي لنبائي چوڙائي انهيءَ پاڪ پروردگار کي نگهي
سگهي ٿي. جن هڪڙو منتر محبت جو من ۾ ڌارڻ
ڪيو آهي تن جا ٽوٽا ڦوٽا ٻه اکر ٻه واد ووادي
ڦيل ڦال وارن گياني پنڊتن جي ڏگهن منترن کان
وڌيڪ اثرائتا آهن.

* * * * *

ڪنهن زماني ۾ هڪڙو وڏو پادري ٻين ڪيترن
ليوتواسين سان گڏ ڪنهن جهاز تي چڙهيو ڏور ديس
ڏانهن ٿي ويو. واءُ سٺو ٿي لڳو، سڀ چمڪا ٿي
ڏنا ۽ جهاز مزي سان هلندو ٿي هليو. پادري پاڻ
۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيا هوا. ڪي ليٽيا پيا
هوا، ڪي ڪائڻ ۾ مشغول هوا ته ڪي وري چوياري
ناهيو ميڙ ڪيو ويٺا هوا. پير پادري ٻه پسار ڪندو
عام مسافرن واري پاسي اچي نڪتو. ڏٺائين ته
ماڻهن جو انبوھ اچي ڪٺو ٿيو آهي ۽ هڪڙو ماڻهو
ٻئي ڪنهن طرف اشارو ڪري ڪيسن کا ڳالهه
ٻڌائي رهيو آهي، جا هو بلڪل ڌيان ڏيئي چاهه
سان پيا ٻڌن. هو بهي رهيو ۽ نشان جي طرف نهارڻ
لڳو، پر سورج جي ڪرڻن هيناهن چمڪندڙ ساموندي
پاڻيءَ کان سواءِ ٻيو ڪيس ڪجهه به نظر نه آيو. وڏي
ويجهو ٿيو ۽ ڪن لائي ٻڌڻ شروع ڪيائين، پر اچا
مهاڻي جي نظر مٿس پيئي مس ته هن ادب وچان
ٽوپلو لاهي نياز ڪيو ۽ خاموش ٿي ويو. ٻين حاضرين

تما شبيبنن پڻ هنجي پيروي ڪئي ۽ چوڏاري سنا ٽو
چاڻجي ويو.

وڏي بائي (پير پادري) چيو: "منا، چپ
چوتي وئين؟ مان اوڏو آيس ئي انهيءَ لاءِ تہ پين
سان گڏ جي اچي تنهنجيون ڳالهيون ٻڌان."

هڪڙو وايا ري جو پين کان وڌيڪ جريت پريو
هو تنهن چيو: "سائين، هن جوان اسان کي ڪن
پيرمردن جي ڳالهہ ٻڌائي."

پادريءَ پاسي واريءَ صندوق تي ويهي پڇيو:
"انهن کي چا آهي؟ ٻڌائينم، چاڪاڻ تہ ٻڌڻ جي
اکير اٿم. ڪهڙيءَ چيز ڏانهن تي اشارو ڪيئہ؟"

هڪڙي ڪڙميءَ وراڻي ڏني: "او، هو جو
پريان پيت ڪجهہ جهڪو نظر اچي رهيو آهي تنهن
ڏانهن. انهيءَ ننيڙي پيت تي ڪي پيرمرد رهن
تا جي ايشور جا نيڪ ٻانها آهن."

پادريءَ پڇيو: "مون کي جيڪر پوريءَ طرح ڌ ايهو پيت ٻتايو؟"

ڪڙمي- "سائين، تڏهن پلائي ڪري منهنجي آڱر
جي سنوت ۾ نگاهہ ڪريو. اوهان کي هڪڙو ننيڙو
ڪکو نظر ايندو، جنهن جي هيٺان ڏائي پاسي ٻنہ
اُڀ تي هڪڙي ڪاري ليڪ ڏسندا."

پادريءَ ويچاري گهڻوئي نهاريو ۽ سندس اک هوپيل
ڪر انهن تجلي وارن ترورن جي وچان پار نهاري

نه سگهي. نيٺ جڏهن ڏسي ٿڪو تڏهن چيائين:
"پاڻي، مون کي ته ڪجهه نظر نٿو اچي. اُنهن ٻي
ڪٺي ٻڌايو ته اوهي ٻڌا ماڻهو جي اُٺي رهن ٿا سي
کهڙي قسم جا آهن."

ڪرميءَ چيو: "هو درويش آهن. مان ٻه سالن
کان انهن بابت ٻڌندو هوس، پر گذريل اونهاري
۾ پاڳ پورا ٻير جو سندن درشن نصيب ٿيو. هڪڙي
ڏينهن مان ٻيڙيءَ ۾ چڙهيل هوس ته ٻيڙي وڃي انهيءَ
ٻيٽ سان لڳي. ان وقت ته مون کي پتو ڪونه پيو
ته الائي کهڙي اوڙاه ۾ اچي اٽڪيو آهيان، پر
صبوح ٿيڻ تي هڪڙي مٽيءَ جي ڪکائين جهوپڙي
نظر آيم، جنهن جي ٻاهر پاسي کان هڪڙو پير مرد
ويٺل ڏٺم ۽ ٻه ٻيا پير مرد اندران ٻاهر نڪرندا اک
تي چڙهيم. هنن مون کي ڪيڪر ڪٺي، ماني کارائي،
منهنجا ڪپڙا سڪايا ۽ مونکي ٻيڙيءَ جي مرمت ڪرڻ
۽ ناهڻ ۾ واهر ڪئي."

پادريءَ پڇيو: "هو کهڙي ڍنگ جا ماڻهو ٿي
نظر آيا؟"

ڪرمي- منجهائن هڪڙو قد جو ڇوٽو ۽ ڪبو هو.
عمر سندس بلڪل وڏي ٿي لڳي. ڪوٽ ٻه جهوني
لٺوني جو پيل هوس. سؤ ورهين کان ته بيشڪ مٿي
هوندو جا ڪاڻ ته سندس سونهاريءَ جي اڇن وارن

۾ نيلاڻ جا نشان ٻي ظاهر ٿيا. پر انهيءَ هوندي به
سندس چهرو اهڙو ته نوراني ۽ ڪلمڪ ٿي ڏٺو جهڙو
ڪنهن سورڳ جي فرشتي جو. ٻيو جو ڪانٽس ڪجهه
ڏ گهيرو هو سو به دراز عمر جو جهونو هو، پراڻو ڪڙتو
پهريل هوس؛ سندس ڏگهي ڏاڙهي اڌ اڇي ۽ اڌ
پيلي هئي، پر انهيءَ هوندي به هو سڄي لڳين بلڪل
مظبوط بيٺو هو ۽ منهنجي ٻيڙيءَ کي اُئين ته ڦيرائي
ڪٽي پاسيرو ڪيائين جو ڄڻ ته ڪا ٻالڪي هئي. مون
کي ته سڌ به ڪونه ڪيائين. هنجي چهري تي پڻ
آنند جي جهلڪ ٿي بکي. ٽيون جو سيني ۾ ڏگهو
لنبو جوان هو تنهن جي ڏاڙهي ته بنهه گوڏي تي
ٿي پيئي ۽ سفيد باز جي پرن جهڙي اڇي هئي.
سندس چهرو غمگين هو ۽ ڪيس لانگوٽ کان سواءِ
بدن تي ڪجهه به اوڍيل ڪونه هو.

پادري - توکي ڪجهه چيائون به؟

ڪڙمي - هنن جيڪي به ڪيو ٿي سو چپ چاپ
۾. پاڻ ۾ ته ورلي ٻي ڳالهايائون. هڪڙي ٻئي ڏي
نهاريو ٿي، ته اڳلو پاڻهي سمجهي ٿي ويو ته ڇا ٿو
گهري يا چوي. اکين جي سانيڪن اشارن سان
ئي هنن گفتگو ٿي ڪئي. مون ڏگهي پيرمرد کان
پڇيو ته اوهان هتي گهڻي وقت کان رهيا پيا آهيو.
ڏٺم ته مٿس ڪي البت ڪاوڙ لڳي. گهڻجيل منهن

سان ڪجهه چيائين جو مون کي سمجهه ۾ نه آيو. انهيءَ
تي ڇوٽي قد وارو پير مرد ڪيس هٿ کان جهلي
مشڪيو. ٻه چار منٽ ته سانت ڇانئجي ويئي. آخر
پوئين پير مرد زبان ڇوري ۽ صرف ايترو چيو،
”معاف ڪجو.“ ائين چئي وري مشڪيو.

انهن ڳالهين ڪندي جهاز ويو ٻيٽ کي ويجهو
ٿيندو ۽ وڏي بشپ کي هينئر ٻيٽ صاف نظر اچڻ
لڳو. اڳتي وڌي سڪانيءَ کان پڇيائين: ”هن پوئين
ٻيٽ جو نالو ڇا آهي؟“

سڪاني - انهيءَ ٻيٽ جو نالو؟ ڇو، نالو وري
ڇا جو؟ اهڙا ٻيٽ هتي ڪئين آهن.

پادري - ائين برابر آهي ته اتي ڪي درويش
پير مرد رهن ٿا؟

سڪاني - اسان پڻ ائين ٻڌندا آهيون پر اڪئين
ڪونه ڏٺا اٿئون. مهاڻا چوندا آهن ته ڪين نظر آيا
آهن؛ پر سائين، انهن جي ڳالهين تي اعتبار ڪير
ڪندو؟ هو وڏا لباڙي آهن. هنن جا ٻڌت ڪير اعتبار
۾ آڻي ته جيڪر پڇي وڃي.

پادري - ڪيئن به هجي، مان انهيءَ ٻيٽ تي لهڻ
تو چاهيان. ائين ممڪن آهي؟

سڪاني - سائين ڪو به جهاز ايڏاهين وڃي نه
سگهندو. ٻيڙيءَ ۾ وڃڻو پوندو، جنهن لاءِ ڪپتان کان
منظوري وٺڻي پوندي.

ڪپتان ڏي ماڻهو ڊوڙايو ويو جو ترت اچي سهڙيو ۽ هٿ ادب جا ٻڌي چيائين: "سائين، حڪم."

پادري- ڪپتان صاحب؛ مون کي هن ٻيٽ تي لهڻو آهي جو انهن پيرمردن کي ڏسڻ گهران ٿو. ڇا، اوهين ايها تڪليف برداشت ڪري سگهندا؟

ڪپتان- (هٻڪندي) ڪري سگهڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. وقت گهڻو ضايع ٿيندو. ۽ ايڏاهين وڃڻ ۾ سائينجن کي ڪهڙو فائدو؟ اهڙن جهنگلي ماڻهن تي سائينجن جو قيمتي وقت ڇو وڃائڻ گهرجي؟ مون ٻڌو آهي ته هو ڪم عقل ڇوهت آهن جي نه ٻي جو سمجهن نه پنهنجو ڳالهائين. سمنڊ جي مڇين جيان گونگا آهن.

پادري- آئين هوندو، پر مان سندن مڪا ميلو ضرور ڪندس. اوهان کي جيڪا تڪليف ٿيندي ان جو مان ڪافي عيوض ڏيندس.

ڪپتان قبوليو. جهاز جو رخ ڦيرائي ٻيٽ جي طرف ڪيو ويو ۽ آهستي ٻيٽ، پيرمردن جي ڪنڊي ۽ ٽيئي پاڻ پيرمرد صاف نظر اچڻ لڳا. ڪپتان دوربيني ڪڍي پادريءَ کي ڏني. ان جي وسيلي هو ٽيئي بزرگ بخوبي ڏسڻ لڳو. هو هڪ ٻئي کي هٿ هٿ ۾ ڏنيو ڪناري تي بيٺا هوا.

جهاز ڪجهه مفاصلي تي لنگر هنيو ۽ پادري ٻيڙي جوڙائي ڪناري ڏانهن روانو ٿيو. اڳي پٺيان هو

ٽنهي پيرمردن جي نزديڪ آيو. هن ڪيس ڏسنديئي
نياز ڪيو. هن ڪين آشيرواد ڏني. هنن گوڏا
جهڪائي وري هن جي قدمن ۾ سر جهڪايو. پادريءَ
چپ چوريا ۽ چيو: "مون ٻڌو آهي ته اوهان ٽيئي
بزرگ هن ٻيٽ تي پاڪ زندگي بسر ڪري رهيا آهيو
۽ انسان ذات جي ڇوٽڪاري ۽ آنند لاءِ پيا پرارٿنا
ڪريو. انهيءَ ڪري مان پاڪ يسوع جو ناقص ٻانهو،
جنهن جو ڌرم اهي سندس سکيا ڦهلائڻ، سو هتي
اوهان کي ڏسڻ ۽ جي ممڪن هجي ته هدايت ڏيڻ
آيو آهيان."

پيرمردن ڪو به جواب ڪونه ڏنو. صرف مشڪي
هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا. پادريءَ پڇيو: "اوهين
مونکي ٻڌائيندا ته اوهان ڪهڙيءَ ريت ايشور
اُپاسنا ڪندا آهيو؟"

ڇوٽي قد واري پيرمرد جو عمر ۾ سڀني کان
وڏو هو تنهن جواب ڏنو: "اي پانها ايشور جا،
اسانکي ڪو پتو ڪونهي ته ڪيئن هنجي عبادت
ڪجي يا ڪهڙن واجبي لفظن ۾ هن جي مهما جا ڳڻ
ڳائجن. اسان کي ته پنهنجي خدمت ڪرڻ ۽ پنهنجي
پيٽ پرڻ جي خوب خبر آهي."

پادري- تڏهن اوهان ڪهڙيءَ ريت پرارٿنا
ڪندا آهيو؟

پير مرد. اسان نه صرف انهن چوندا آهيون ته
"اوهان به ٽي ته اسان به ٽي. اسان اڌيئن تي
رحم ڪريو."

هنن جي واتان اجا ايهي لفظ نڪتا مس، ته ٽنهي
جون اکيون آسمان ۾ کپي ويئون ۽ يڪي سرهڪ آواز
۾ چيائون: "اوهان به ٽي ته اسان به ٽي. اسان
اڌيئن تي رحم ڪريو."

پادري مشڪي چيو: "ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته اوهان
پاڪ ٽمورتيءَ بابت ٻڌو آهي. پر تنهن به اهو
پرارٿنا جو نمونو نه آهي، جيڪو اوهان اختيار
ڪيو آهي. اي پير مردو! منهنجي هردي ۾ اوهان
لاءِ پريم آهي. مان سمجهان ٿو ته اوهان پرماتما کي
راضي ڪرڻ گهرو ٿا، پر اوهان کي صرف نموني
جي خبر ڪانهي، جنهن ۾ اوهان جي دلي مراد پوري
ٿئي. جيڪڏهن اوهان ڌيان ڏيئي ٻڌندا ته مان
اوهان کي صحيح ريت پرارٿنا ڪرڻ سيکاريندس:
جيڪا هدايت مان اوهان کي ڏيڻ وارو آهيان
سا ڪا منهنجي مغز مان ڪانه نڪتل آهي، پر پاڪ
پستڪ ۾ جا ٽاپل آهي جنتي ڏيکاريل آهي ته ماڻهو
کي ڪهڙيءَ پر پرارٿنا ڪري."

انهن ڪي پادري اچي گيان ۾ پلٽيو ۽ ڪين
ڪرستاني فيلسوفي سمجهائڻ شروع ڪيائين. ايشور،

ڪرسٽ ۽ پوتر روح جبرائيل بابت ٻڌايا لمبا بيان ڏيئي، چيائين ته ايشور پتر ڪرسٽ جو دنيا ۾ انسان ذات جي ڇوٽڪاري لاءِ آيو تنهن هيٺين نموني پرارٿنا ڪرڻ جي هدايت ڏني آهي. مان جيئن چوان تيئن اوهان به منهنجي پوٺيان ساڳيا لفظ اچاريندا هلو.

پادري- "هي پرم پتا."

هر ڪنهن پيرمرد چيو، "هي پرم پتا."

پادري- "تون، جو سورگ ۾ وسين ٿو."

هر هڪ پيرمرد چيو، "تون، جو سورگ ۾ وسين ٿو."

اُنهيءَ پادري اُنهن ڪئين طوطي جيان سبق سيکاريندو هليو ۽ هو به ڇپرل چٽريل آواز ۾ سندس پوٺيان اچاريندا هليا. ڏکي ڳالهه ڪي ڳالهائڻ ۾ ڏاڍي ٿي اٽڪايو، وچين اڌ غلط اڌ صحيح لفظ ٿي ڪڍيا ته ڇوٽي قدواري بي معنيٰ نموني الفاظ ڪڍي جڻ بيگر ٿي پوري ڪئي. پادري به ڏهه ويهه ۽ سؤ دفعا ٿي هر هڪ لفظ ڪانئن چوايو، تانجو هو سموري پرارٿنا برزبان ٻڌائي ٿي سگهيا. سارو ڏينهن وري ٻي لفظ اچارياڻون ۽ بلڪ به تڏهن سندن جند آزاد ڪئي جڏهن سموري پرارٿنا اکر به اکر سا ٽس گڏ ۽ ڪانئس جدا چئي ٻڌايائون. ياد ڪرڻ ڪان پوءِ به هر هڪ ڪان ڪو پنجاهه دفعا دور ڪرايائين تڏهن مس ڪيس آرام آيو.

جڏهن رات ٿي ۽ چنڊ ڏانهين ڏوئي ٿيي ڏيٺي سمنڊ مان ٻاهر نڪتو ۽ آسمان ۾ پرواز ڪرڻ لڳو تڏهن پير پادري پيرمردن کان موڪلائي جهاز ڏانهن اسهيو. پيرمردن کيس پرڻام ڪيو ۽ قدمبوسي بعد کانئس جدا ٿيا. پادري ٻيڙيءَ ۾ چڙهي جهاز ڏانهن هليو. سڄي واٽ پيرمردن جي پرارٿنا جا واڪا سندس ڪن تي پيا. ٿي جدا جدا قسمن جا آواز ساڳيءَ پرارٿنا جا ٻڌندو هليو تانجو اچي جهاز تي وارد ٿيو. هيئنر فقط کيس سندن جسم ٿي نظر آيا. سندن آواز ٻڌڻ کان ٻاهر هوا. جهاز هلندو هليو. آهستي آهستي پيرمرد نظر کان غائب ٿي ويا ۽ ٻيٽ به ويو ننڍڙو ٿيندو، تانجو صرف ليڪ اچي بچي. جلدئي اها ليڪ به موڪلائي ويئي ۽ صرف صاف سمنڊ چنڊ جي چمڪندڙ ڪرڻن سان راند ڪندو نظر اچڻ لڳو.

ياتري سڀ وڃي آرامي ٿيا ۽ جهاز ۾ چوڌاري سانت لڳي پيئي هئي. پادريءَ کي ننڊ ڪانه ٿي آئي. هڪ هنڌ ويهي ٻڪ ٽڪيءَ پيرمردن واري ٻيٽ جي طرف نهاري انهن بزرگن جا ٻول پچائڻ لڳو ۽ دل ۾ خوشي ٿيس جو ايشور کيس رحمت جي راه ٻتائڻ جو وجهه ڏنو هو. اڃين ويٺي ويٺي کيس ان طرف کان اوچتو هڪڙو چمڪاٽ نظر آيو جو

ويو ٿي ويڇو پوندو ۽ وڌيڪ صاف ٿيندو. هيٺر
هو البت اڳي کان زياده صاف هوءِ هن پاڻيو تہ
شايد کو سفيد سامونڊي پکي يا کنهن مهاڻي جي
ننڍڙي ٻيڙيءَ جو سڙه هوندو.. اها چيز بلڪل
ٽڪري ٽڪري ويجهي پوندي ٿي آئي. بشب ڏٺو
تہ نڪي آهي پکي نکي وري آهي سڙه، پر کو
آدمي ٿي لڳو. پر ايها پوئين ڳالهہ اعتبار ۾ ڪيئن
اچي. انسان کي سمنڊ تي ايتري حڪمراني ڪڏهن
ملي، جو پيرين پيادو پاڻيءَ تي پنڌ ڪري؟ واچوڙي
وانگر سائر جي سطح تي ڊوڙندڙ چيز خاڪي. جسم
انسان ڪيئن ٿي سگهندي؟ هن ويچاري شريعت
جي صرف نحو ۾ ماهريت پرائي هئي ۽ انهيءَ علم
۾ تہ اهڙي معجزي جو هئڻ ناممڪن آهي. هنکي
ڪهڙي خبر تہ

(١) "اکيون منهن مهار ڏي، جن رکيون جوڙي،
ريءَ سمنڊ، سيد چئي، تار گهڙن توڙي،
تنهن کي ٻوڙي، ساهر سگهي ڪين ڪي."

(٢) "عشق جنکي آڪرو، تر هو مٿي تن،
جي ساهر کي سڪن، تنهين جر جنڊ لٿي."

جهٽ پڳو سڪانيءَ ڏانهن ۽ انکي انهيءَ روشن چيز
ڏانهن رجوع ڪري پڇيائين: "هو ڏانهن ڏ نهار،
سمجهين تو تہ ڇا هوندو؟" سڪاني منجهي ويو.

پادري وائڙو ٿيڻ لڳو ۽ سندس آنڌ مانڌ ويئي وڌندي. هاڻي ته صاف ظاهر هو ته اُهي واءُ جيان اُڏامندا ايندڙ اوهي ٽي پير مرد هوا جن کي ٻيٽ تي هدايت ڪئي هئائين. سڪاڻيءَ کان رڙ نڪري ويئي ۽ جهاز ۾ سڀئي ياتري اُٿي کڙا ٿيا. هاڻي هو تمام نزديڪ هوا. ٽنهي جا هٿ هڪ ٻئي جي هٿن ۾ هوا ۽ مشڪندا نچندا ٽپندا ٿي آيا. ورتي وڌيڪ حيرانيءَ جي ڳالهه ايها هئي ته سندن پير به ڪونه ٿي ڇُهيا ۽ پاڻيءَ مٿان ائين ٿي آيا جيئن واءُ. جهاز وٽ پهچي پاسي وارن ٽن پير مردن هڪ ئي آواز جهاز کي بيهارڻ جو حڪم ڪيو ۽ پادريءَ جي ويجهو اچي چيائون: "اي مرد خدا جا، اسان کان وسري ويو. جيڪي تو پڙهايو اسان کان وسري ويو. جيسين وري ٻي اچاريوسين تيسين ياد هو، پر اڃا هڪ ڪلاڪ وچ ۾ ڇڏيوسون ته پوئي ميسارجي ويئي هينئر ته اکر به ياد ڪونهي. ٻيلائي ڪري وري سيکار ته احسان."

پادري ذرا نمڙي ورائيو: "اي جهونا بزرگو! اوهان جي پنهنجي پرارٿنا پڻ فائديمند آهي ۽ پرم آتما وٽ قبول پيل آهي. مان اوهان کي سيکارڻ جو لائق نه آهيان. اُلٽو اوهان اسان گنهگارن جي حق ۾ دعا گهرو."

ائين چئي پير پادريءَ نئڙي نياز ڪيو. منت ڪن ۽ پير مرد بنا چوڻ ٻوڻ جي بيٺا رهيا؛ پوءِ يڪدم پوئتي ٿري وري واپس رمندا رهيا ۽ صبوح تائين سندن وڃڻ جي طرف نوراني روشنائي چمڪندي رهي.



# ٻائـو سرجئس

[ هيت آيل آکاڻيءَ ۾ جيءَ اندر جنگ جو
نظارو نظر تو اچي ۽ حقيقي راه ۾ جيڪي رڪاوٽون
ٿيون آڏو اچن، تنجي صورت چٽي چٽيل آهي.
دنيوي آسن اميدن تي جڏهن ڀاڪي ڦري ٿو، تڏهن
اچي تو تيا ڳ. تيا ڳ جي اندر ڀريون جوش انسان
جو حوصلو جاڳ تو رکي ۽ هو مشڪلاتن تي غالب تو
پوي، پر جيت جيڪا هو پائي ٿو، سا سندس اندر
۾ ايمان پيدا ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪري ۽ ٻاهران
مٿس سا راه جي ورڪا ٽي ڪرائي. اها آهي ڀوڳ،
جنهن ۾ وڏا گياني ۽ ڌياني ٿڪجيو وڃن. جي شيطان
جو اهو ڀريون ڏک پورو لڳو ته پوءِ حرص، شهوت،
ڪروڌ، دولت ۽ موهه وغيره بلائون ڀڄيندو، جن
کان ٻچڻ لاءِ هر ڪنهن کي خبردار رهڻو پوي ٿو.
انسان ڪهڙيءَ به منزل تي پهتل هجي، ته به اها ها
هٽي نه سگهندو ته هو تابي ڪاڻ کان صفا ڇڙهي ويو
آهي. هڪڙي درويش کان پڇيائون ته

تنهي رني هرڪا، تون رني رئين چو؟

جواب ڏنائين ته

ڀهتي آهيان پرکي، شل ڪنر نه پوي ڪو!

البت پورهيو چور جو بہ نشو وڃي، سو ساڻ جي کيل محنت بہ نپٽ نابود نہ ٿيندي ۽ نيٺ وري کيس چاڙهي چاڪ ڪندي، پر حال في الحال تہ اهڙو ڏکا يندس جو ڪي سال تہ پيو پاسا سيڪيندو.

* * * *

## دنيا جو ترڪ

ڇڏيو سون هار امير ي ۽ کي،
قبو ليو سون فقيـــري ۽ کي؛
عجائب رنگ هي ۽ دنيـــا،
ڏکويـل کي ڏيکـــاري ٿي.

اڻوهين ۽ صدي ۽ جي وچ ڌاري رشيـــا جي گادي ۽ جي هنڌ پيٽرس برگ ۾ هڪڙو واقع ٿيو، جنهن ماڻهن ۾ گهڻي چوچو پيدا ڪئي. هڪڙي سهڻي نوجوان ملٽري عملدار شهزادي اوچتو ئي اوچتو نوڪري ۽ جي استعفا ڏني. پلا اهڙو مڙس ماڻهي، جنهن لاءِ هرڪنهن کي خاطري هئي تہ ضرور ڪنهن ڏينهن وڏي وڃي شهنشاه جي خاص مصاحب کي رسندو ۽ سردارن جي صف جو سرمور ٿيندو، تنهن جو ائين تڪڙي قطع تعلقات ڪئي سو هرڪنهن ڏندين آڱريون ٿي وڌيون. نہ فقط ايترو، پر هن جوان کي اهڙو تہ ويراڳ جو جولان وٺي ويو، جو پنهنجي منگ، جا خود مهاراڻي ۽ جي لاڏلي

ساهيڙي هئي، تنهن سان پڻ شاديءَ جي مقرر
کيل تاريخ کان ١٥ ڏينهن اڳي ناتو ٽوڙي ڇڏيائين
۽ جيڪو ٽورو خواه گهڻو دنيوي پدارٿ هوس،
سو پنهنجي ڀيڻ کي بخشي، منهن ويڙهي وڃي
مڙهي وسايائين.

جن کي سندس من جي ماجرا جو پتو ڪونه هو،
تن کي سندس کنيل قدم غير رواجي ۽ بي سمجهيءَ
جو ٿي نظر آيو، پر شهزادي ڪاسانسڪيءَ کي
پيو چارو ئي ڪونه هو؟ هن کي ته پنهنجو فيصلو سچاويڪ
ٿي لڳو.

شهزادي جو پيءُ ملٽري عملدار هو. مرڻ وقت
چيو هوائين ته ڇوڪري کي ملٽري سکيا لاءِ موڪلجو.
نينگر جي عمر ٻارهن ورهيه هئي. ماءُ کي کيس
اڪيلو موڪليندي البت خيال پئي ٿيو، سو پاڻ پڻ
پنهنجي ڌيءُ سميت وڃي پيٽرس برگ ۾ رهي،
انهيءَ لاءِ ته پٽ سان ساڳئي شهر ۾ گڏ رهي ۽ کيس
موڪل جي ڏينهن تي گهرائي وندرائي. ننڍڙي نينگر تمام
گهڻي ڦڙتي ۽ تيز فهمي ڏيکاري ۽ منجهس آئينده
جي ترقيءَ جا آثار چٽا نظر اچڻ لڳا. ملٽري ڊرل ۽
گهوڙي سواريءَ خواه ڪتابي ابياس ۾ هن هميشه
پهريون نمبر ٿي ڪنيو. خاص ڪري حسابن سان ته
لنو لڳي ويس ۽ انهن ۾ مڙيني ڪلاسين کان ٻرڪ ۽
اڳرو هو.

ڏيکڻ سو بيڊولي هئس، باقي ٻيءَ طرح سهڻو ۽ ٺاهوڪو نوجوان هو. غصي جي ڏڳري تيز نه هجيس ها، ته هن جهڙو ٻيو جنگي سيڪڙات ڪونه هو. پنهنجو مٽ پاڻ هو. شراب نوشي خواه ٻيءَ ڪنهن به نفساني علت کان آجو هو. سچ ته ڪو ڪانئس سکي. ڪاوڙجي وڏي وڏ هئس. هڪڙي آفيسر ڪوبه ٽپو ڪوڙ ڳالهايو. اهڙي ته ٻڌان آيس، جو هنکي ڏک وهائي ڪڍيائين. ڪنهن هڪڙي سنگتيءَ تي اچي منيو، سو ڪٽي دريءَ کان ٻاهر اڇليائينس.

ارڙهن ورهين جي عمر ۾ ليفٽننٽ جي پدوي حاصل ڪري هڪڙي اميراڻي فوجي دستي ۾ داخل ٿيو. شهنشاه نڪولس کيس سڃاڻندو هو ۽ مٿس اڪثر مهرٻانيءَ جي نظر هوندي هئس. انهيءَ ڪري ماڻهو وسهندا هوا ته ضرور ڪنهن ڏينهن شاهي مصاحب ٿيندو. ڪاساٽسڪيءَ کي شهنشاه سان اهڙي ته محبت هئي، جو جيتوڻيڪ کيس ڪنهن به عهدي جي طمع ڪانه هئي، ته به شهنشاه جي خدمت ۾ رهڻ ۾ هن پنهنجي خوش نصيبيءَ فخر ٿي سمجهيو. شهنشاه جي شاهاڻي شڪل ڏسنديئي سندس بدن ۾ بجلي گهمي ويندي هئي. هو پنهنجي محبوب حاڪم ڏانهن اندر جي اٿاه محبت ڏيکارڻ لاءِ پنهنجي جند جان قربان ڪرڻ لاءِ منتظر هوندو هو.

متي جا ٽاپل آفيسر واري واقع جي خبر شهنشاه
کي پيٽي پر ھن ڪجهه ڪين. فقط ڪيس منهان لاهي
ڇڏيائين. هڪڙي ڏينهن جڏهن موٽيو ٿي سو ڏانهس
اشارو ڪري چيائين، "پڪ جاڻ ته موٽڪي سڀڪا
خبر آهي، پر ڪي ڳالهيون آهن جي مان چاهيندو
آهيان ته منهنجي ڏيان تي نه اچن ته چڱو. انهيءَ
هوندي به اهي منهنجي دل تي اُڪريل آهن."
جڏهن جنگي سيڪرٽ سڪول ڇڏي تي ويا، تڏهن
دستور موجب شهنشاه کان موڪلايائون، جنهن
ڪاسانسڪيءَ جي حلت ڏانهن ڪو به اشارو نه
ڪيو، پر صرف سڀني کي هدايت ڪئي ته پنهنجي
ملڪ ۽ پنهنجي شهنشاه ڏانهن فرمانبردار ۽ وفادار
رهجو. گهوڙ مهل مان اوهان جي شيوا لاءِ تيار
آهيان. ڪو به ڪم پئيو ته بي حجاب هليا اچجو.
سندس لفظن سڀني جي دل تي گهاٽو اثر ڪيو.
ڪاسانسڪيءَ جي دل به پرچي آئي ۽ سندس اکين
مان اُمنگ وچان لڙڪ وهڻ لڳا. هن دل ۾ قسم کاڌو
ته پنهنجي پياري زار جي خدمت ۾ ئي پاڻ اوپيندس.
ڪاسانسڪي فوجي نوڪريءَ ۾ هلندو هليو،
پر سندس اندر ۾ آرام ڪونه هو. نندي لاڪرئي
کيس اها تمنا هوندي هئي ته هر ڪنهن ڳالهه ۾ اهڙو
ته اڪابر ٿيان، جو دنيا موتان بلهار پيئي وڃي.

هڪ ڪم ۾ ڪامياب ٿيندو هو ته بي جي لوچ لڳندي هئس. اهڙي طرح فرينچ ٻوليءَ ۾ ماهر ٿيو، شطرنج ۾ لاثاني ترقي ڪيائين ۽ ٻاهرين عام وديا ۾ پرٻين ٿيو. آخر اچي خيال ٿيس ته اميرن سان لهه وچڙ ۾ اچان ۽ سو ناچ سکيو ۽ ان ۾ ايترو ته وادارو ڪيائين، جو وڏا وڏا ماڻهو ڪيس ناچ پارٽين ۾ دعوتون ڏيڻ لڳا. ڪجهه ڏينهن ته هو بلڪل خوش هو، پر وري اچي خواهش جاڳيس ته سڪرزالن جي جماعتن ۾ اچان وڃان. ساڻن رغبت شروع ڪيائين، پر جلدئي ڏٺائين ته جيتوڻيڪ وڏ گهراڻيون ڇوڪريون ساڻس مروت سان ٿي هليون، ته به گهاٽو رستو بين سان هئن. انهي مشڪلات کي دور ڪرڻ لاءِ به رستا ڪليل هوا- هڪڙو ته کنهن وڏي مصاحب جهڙي عهدي تي رسي يا ٻيو ته ڪنهن وڏ گهراڻي ڇوڪريءَ سان شادي ڪري. پويون رستو هنکي سولو لڳو ۽ هن هڪڙيءَ حسين نينگر جي چوڌاري لامارا ڏيڻ شروع ڪيا. هن جو نالو هو هئري. هوءَ نهايت نازڪ بدن ۽ نفيس هئي. هن جوان ساڻس اکيون اڙائڻ شروع ڪيون، ڇاڪاڻ ته سمجهيائين ٿي ته جي هٿ اچي ويئي ته پوءِ وڏن ماڻهن جي لسٽ ۾ داخل ٿيندس. عشق جي ميدان ۾ پيرانهوءَ لالچ تي پاتائين، پر جلدئي دل قرائي وينو. پلا هوءَ

ڪا اهڙي جهڙي نه ڪانه هئي. مٿس ڪوڙين مفتون
هوا ۽ سندس ديد لاءِ ديوانا هئا. راڻيءَ جي ساهيڙي
هئي، تنهنڪري مان مرتبو به جهجهو هئس. ڀوپائين
نه هن ڏانهس رخ ڪونه ڏنو، پر ٿوري ئي وقت
اندر قصو ڦري ويو. ڪاسانڪي جهڙو مرد جو نه
فقط ڏسڻيءَ جو پيو ول هو، پر هر ڪنهن ڳالهه ۾ نهايت
اڻ ورچ آدمي هو، تنهن نيٺ هٿ هيٺ ڪيو. هن
مائٽس کان سڱ گهريو جو هن جلدئي ڏيڻ قبوليو.
گهڻي تڪليف جو ڪانه ٿيس، تنهن ٿي هڪواري
عجب لڳس، پر ان جو گهڻو خيال ڪونه ڪيائين.
عشق جي اٿل ۾ اهو پتو به ڪونه پيس ته سڄي شهر ۾
چوبچو آهي ته پر سال سندس معشوقڙيءَ لئي خود
شاهنشاهه زار مستان هو. هنکي صرف يار جي
ياريءَ سان ڪم هو ۽ لوڪ پوڪ جي خواريءَ جي
ٿيءَ پرواهه ڪانه هئس.

شاديءَ جو ڏينهن مقرر ٿي ويو. باقي ٻه هفتا ڏير
هئي. هي ٻئي ڀرازيءَ ۾ ٿي رهيا. مئي جو مهنو
هو. هڪڙي ڏينهن گرميءَ جي وقت سيو جي ابرادي
سان باغ ۾ لنگهي ويا. وڃي هڪڙيءَ بنچ تي وڻن
جي ڇايا ۾ ويٺا. اڇيءَ ململ جي پوشاڪ ۾ مٿريءَ
جي حسن جهلڪا ٿي ڏناءِ سندس منهن مان معصوميت
ٿي بکي. ڪاسانڪيءَ جي نظر ۾ ته هوءَ جنسي ديوي

روپ هئي. هن کيس ائين ٿي پوڄيو ڄڻ ڪا عرش کان لٿل اپڇرا هئي. هن جي اڳيان اهڙو ته ادب ۽ فضيلت ۾ بينو هو، ڄڻ ڪو ديو ديوتا جي سنمک بيٺي. ائين ٿي بيٺي بيٺي اُمنگ وچان چيائين: "هي منهنجي پراڻ پياري، مون کي فقط هيتري خبر پيئي آهي ته آنند ڇا کي چئجي ۽ توئي مون کي اهو آنند بخشيو آهي! تنهنجي ئي محبت مون کي پنهنجو پورو پورو روپ پسايو آهي ۽ مان پاڻ کي سڄيءَ ۽ بهتر صورت ۾ ڏسان."

مٺري- مون ته تنهنجو قدر پرينديءَ ٿي ڄاتو. انهيءَ ڪري ئي توکي پيار ڪرڻ لڳيس.

آها انهن لفظن سندس رڳ رڳ ناري ڇڏي. سڌ بڌ ڀلي ويس. بلبل پرسان راڳ ڳايو ۽ هوا جي جهوٽي سبب پنن جي ڦر ڦر شروع ٿي. هن آهستي آهستي سندس هٿ ڪٺي چپن تي رکيو ۽ سندس نيڻ نيڻ سان پرجي ويا. هوءَ هن جي دل جو راز سمجهي ويئي. هو ته سمورو هن ۾ سمائجي ويو ۽ ڪا به سمڪ نه رهيس. سندس چپ ٿي ويا، اکين تي اونده جو پردو چڙهي ويس ۽ ڪنن ۾ پرير جو واڄٽ وڄڻ لڳس. ڪجهه وقت بيجان پتلي جيان ٻهڻ کان پوءِ هو ڇرڪيو. تورو هيڏي هوڏي پسار ڪيائين ۽ وري اچي هن جي پير ۾ وينو ۽ چيائين، "توکي خبر آهي

ته جڏهن مون ٻڌايائين توکي پيار ڪرڻ شروع ڪيو،
تڏهن خاص طمع دل ۾ هئم. منهنجو ارادو هو ته
تنهنجي دوارن مان اميراڻي سنگ ۾ پير پايان.
پر جڏهن مون ڪجهه وقت توسان گذاريو، تڏهن
ڪٿان نه ٻيون سڀ ڳالهيون تنهن سمجهڻ لڳس. تنهنجي
ڀيٽ ۾ ٻيون سڀ چيزون خسيس نظر اچڻ لڳيم.
هان، تون ڪاوڙيل ڇو پئي نظرين؟"

مٺري، ٽڪي ڪجهه لڪي پڇيو، پر صرف سندس
همت کي ڪجهه داد ڏيائين، جنهن مان هن کي خاطري
ٿي ته ڪاوڙ ڪانهي. وري چيائينس: "تو چيو ته
تون مون کي پيار ٿي ڪرين. منهنجو توتي ڪلهه
ويساهه آهي پر معاف ڪج جي چوان ته ڪجهه مونکي
آهي، جو توکي خيال ۾ ستائي رهيو آهي؛ توکي
اچلتي پريم وندڻ ۾ رڪاوٽ ٿو وجهي. مون کي نه
ٻڌائيندين، ته تنهنجي دل ۾ ڇا آهي؟"

مٺري ٽٻيءَ ۾ اچي ويٺي. دل ۾ سوچيائين ته
پرهه جي پنڌ ۾ دل درست هئڻ ڪپي، اندر ۾ ٻلا رکڻ
مان ڪوبه سک نه ملندو. منهنجي دل کي جيڪو گهڻ
ڪاٽي رهيو آهي، تنهن جي ڳري ڪڍڻ جو هيءُ وقت
آهي؛ هن وقت ساڻيو ته عمر پر ساڻيو. هاڻي
ڪلندس ته هو هروڀرو ڇڏي نه ڏئي. ٻلا جي ڇڏي
ڏئي ته پوءِ؟ پوءِ ته ٻه ويٺون ڇهه ٻه ويٺون! ائين

سوچيندي اکيون ڪاسانسڪيءَ ۾ کپي ويئس. سندس
شاهاڻي شڪل ڏسي جان پگهر جي ويس. هن جي
ٽارن جون ٽبرون وڏا ويو وجهڻ لڳيس. هنجي ديد
جي دونالي سڌي سيني ۾ گهاءُ ڪرڻ لڳيس. گهڻيءَ
ڳڻ ٽور ڪان پوءِ پڪو ارادو ڪيائين ته ههڙي دل
جي دلبر ڏي دل مڙس ڪسي سپ سچ ٻڌائيندس.
چيائينس، "ٻڌ، مان توکي نگي دلبي هيبت رکي نه
ٿي سگهان. تو پڇيو ته منهنجي اندر ۾ ڇا پيو وهي
وايوي. اهو آهي اڳين پريم جي پيچ جو خوفناڪ
خيال. پريم ڪنهن سان؟ خود شاهنشاهه سان!"

ڪاسانسڪيءَ چيو "انهيءَ ۾ ڇا آهي. اهو مان
سمجهي سگهانٿو. اسان سڀ ڪيس پيار ڪندا هواسون.
مان سمجهانٿو ته جڏهن تون شڪول ۾ پڙهندڙ ڇوڪري
هوندينءَ.........

"نه، ان ڪان گهڻو پوءِ. هئو چئن ڏينهن جو چنڪو پر..."

"هان، ڇا؟"

"نه فقط ايترو پر..." ائين چئي ڪٽي منهن هٿن
۾ لڪايائين.

"ڇا، تون هن جي شهوت جي چنبي ۾ اچي وئينءَ؟"
هوءَ چپ هئي. اهڙو ڪچي جهڙي پت.

"هان، لڏهن تو پنهنجو پاڻ وڃايو؟"
ڦري ائين ويٺي هئي جئن هڪڙو بيجان بت.

ڪاسانسڪي جوش وچان اٿي ڪڙو ٿيو. ڇوري
ٿي موت جي زردي ڇانئجي ويس. ڏند ڪرٽڻ
لڳو. هاڻي سمجهيائين ته جوٿي شاهنشاهه ٿنهن ڏينهن
مبارڪ ڏني. بي اختيار وات مان نڪري ويس:
"هي منهنجا مالڪ، هيءَ مون ڇا ڪيو!"

"هان، همت نه لاءِ. مون ڪي نه ڇهه. اڙي، افسوس!
ڦهو ٿيو!" ائين چئي هن منهن ڦيريو ۽ سڌو گهر آيو.
ٻنهي ٿي مٺڙيءَ جي ماءُ گڏيس، جنهن سندس جوش
ڏسي ڪري پڇيو: "شهزادا، توسان ڪهڙي ويڌن
آهي؟"

هنجو منهن ڳاڙهو لعل ٿي ويو. رت ٻي چڙهيس.
بدن جڙ ته ڪانئڊن تانئڊن پر ٿي پڇريس. رڙ ڪري
چيائين: "اها ويڌن جا شل ڪنهن سان نه ٿئي!
اڙي، توکي سڀ خبر هئي ته به تو ائين ڪين سمجهيو
ته مان ٻنهي کي ٻه ڪي بي غيرت ٿي وهندس. زال
ذات نه هجين ته جيڪر..." باقي لفظ وات پر ٿي
رهجي ويس. جوش وچان جملو پورو ڪري نه سگهيو.
هٿن ٿونشي جي صورت ورتي ۽ جسم جي نس نس
ڦرڪڻ لڳي. ڌرتيءَ جاءِ نه ٿي ڏنس. وڏي ڊڪ
ٻاتائين ۽ جلدي نظر کان غائب ٿي ويو.

مٺڙيءَ جو يار شاهنشاهه نه هجي ها ته ڪاسانسڪي
جيٽي جيڏا داٽا ڪريس ها. پر افسوس، هو سندس

لئي پڻ جو ديوتا هو ۽ هن وقت پڻ شهنشاهي حيثيت
۾ سندس دل جو دلبر هو.

بئي ڏينهن موڪل جي درخواست ڏنائين ۽
ٻن ٽن ڏينهن بعد استعفا پيش ڪيائين. بيماريءَ
جي بهاني اهي ٻه ٽي ڏينهن منهن ويڙهيون پيو
هوندو هو ۽ ڪنهن سان به ڳڌيو مسيو ڪونه. نوڪريءَ
جي بندش کان آجو ٿي هن وڃي ڀواري وسائي.
ساري موسم گهرو ڪم ڪار لاهڻ ۽ حساب ڪتاب
صاف ڪرڻ ۾ صرف ڪيائين. واهوندا وريا، ته
هن به وڃي مڙهي وسائي.

ماڻس گهڻوئي ٻاڏايو ۽ ليلايو پر هن چيس،
”اينشورمون کي چڪيو آهي سو مان ڪو بيو خيال
ڪندس ڇا!“ پيڻس جنهن سندس سياءُ خوب ٿي
سمجهيو، تنهن جاتو ته هو جو راهب ٿيو آهي سو
دنيوي منشن کي ڏيکارڻ لاءِ ته اوهان گند ۾ گتل
آهيو. جي پدارت ماڻهن کي مٺا ٿا لڳن ۽ جن کي
هن پڻ ڪنهن وقت مصري سمجهي ٿي چکيو، سي
هن کي ڏيکارڻا آهن ته جيءَ جو جنجال آهن،
جنڪان مڪت ٿيڻ لازمي آهي. هواوج جي چوٽيءَ
تي وڃي پهتو هو. سندس شاهي مصاحب ٻڌڻ ۽
مٺري جهڙيءَ موهڻيءَ جي مڙس ٿيڻ ۾ صرف وار
جو وڃو هو. ان وقت، بنهه ان وقت هن اهو قدم

ڪنيو، جو جيڪو ڪو به دنيوي ماڻهو مشڪل ڪٿي سگهي، يعني پنهنجي پراڻي عادت مطابق هن پاڻ کي بين مڙني کان سير سرس ڏيکارڻ ٿي چاهيو.

اهو هو ڪاسانسڪيءَ جي پيڻ جو خيال جو گهٽي قدر صحيح هو، پر هنکي پاڻ جي دل جي ذرڙي لاڙي جي خبر ڪا نه هئي. هن جي اندر ۾ بيپرواهي نه اڳي هئي، ليڪن هيءَ جا تازي نااميدي ڏنائين ۽ ڏک سنائين، تنهن رهيو ن کهيون آسون مٽائي ڇڏيس ۽ هاڻي هو دنيا کي پني ڏيئي لعلن ڏي لڙيو. جلدئي اندر وارو نريس. نار کان پوءِ تسڪين مليس ۽ ان کان پوءِ صدق جاڳيس- ننڍڙي ٻار وارو صدق ۽ ابهم واري معصوميت، جا جيوت جي پوئين ڏم تائين سندس خاص خصلت هئي.

## ٻاواشاهيءَ جو ترڪ
## ۽
## خلوت خيالي

تن جو ناتب اڌ نمبر سان چاهي ڙي اديون!
ڏنو ٻوش فقيري جن ٻائي ڙي اديون.

ڪاسانسڪي مڙهيءَ ۾ گهڙيو. مڙهيءَ جو وڏو ٻاڻو انهيءَ فرقي مان هو، جنهنم پورن مهينا ئي گهڻو زور ڏنو ويندو آهي. ڪاسانسڪي پنهنجي اصل جي سياو مطابق هتي به اها ڪوشش ڪرڻ لڳو ته

پڻ رواجي ٻاون جيان نالي طور پوشاڪ نه پهريان
پر پورو پورو محنتي، حليم، پرهيزگار ۽ نماڻو ايشور
جو شيوڪ بڻجان ۽ خيال، واڻي ۽ خواهه ڪرم ۾
بيداغ ٿيان. نه فقط ايترو پر سنڌس خاص خيال هو
ميتا جي گرڻ ۾ سيني کان گوءِ کڻڻ. چوندو هو ته
سوال ڇڙڻ منهنجو ڪم نه آهي. مون کي جيڪي
حڪم ملن، سي بنا چون چرا جي اکر به اکر پورا
ڪرڻ گهرجن. ڪيترين ڳالهين ۾ وڏندين هئس
۽ انهيءَ حالت ۾ رواجيءَ طرح جيڪر ننڍ ڦٽي پئيس
ها، جي مٿين وصف پاڻ ۾ قائم نه ڪري ها. ڪي
ڳالهيون سمجهه ۾ نه ايندين هئس ته به اٿين چوندو
هو ته حڪم جو مليو آهي سو ضرور نيڪ هوندو ۽
مونکي صرف عمل ۾ وجهڻو آهي. انهيءَ نموني
جي ڪري سنڌس چت هميشه چنتا کان آجو هوندو
هو. اپلاڪا هئس ته جيڪر سيني ڪرستاني گڻن جو
ڀنڊار ٿيان. پنهنجي ٻچيل سچيل ملڪيت به مڙهيءَ
کي ارپڻ ڪيائين، انهيءَ لاءِ ته پوئتي ڪا به ڇڪ
نه رهي. سنڌس رهبر ڪيس ڪام واسنا جي پوس
کان بچڻ لاءِ خاص هدايت ڪئي هئي، پر ان جو
هنکي ڪو ڏر ڪونه هو. وقتي مڙيءَ جو خيال
ستنا نيندو هوس. نه اهو ته ڇا ٿيو پرا هو ته جيڪر ڇا
ٿئي ها. مڙي نه وجهي سگهي ٿي هئي. شادي ڪئي

هوائين ۽ ٻار ٻچا هئس. سندس مڙس عزت آبرو
وارو ماڻهو هو ۽ هوءَ ٻارن چڱو وقت گذاريندي
هئي. فرصت جو وقت پراڻي پاپ جي پڇتاءَ ۾
گذريندو هوس.

ڪاسانسڪيءَ جي جيءَ اندر ٻه وقتي جنگ جاڳندي
هئي، پر ان وقت هو زور زور ڪري ٻارن کي ڪم
۽ پرارٿنا ۾ لڳائيندو هو. آتما ٻئي اُڏامندي هئس
۽ خيال پيو پرواز ڪندو هوس پر جسي کي جڙ ته
زنجيرن سان قابو ڪري ڌرتيءَ جي شيوا ۾ ارپيندو
هو. سنتن جو چوڻ ياد هوس ته

من پڇي ته پڇڻ ڏينس پر تون قابو رک سوير،
جئن ٻ ليءِ ڪمان مان ڇٽي نه سگهي تير.

پهرينءَ مڙهيءَ ۾ هن ست سال گذاريا. ٽئين سال
۽ پيو ٻالڪائين ته راهبن جي خاص لسٽ ۾ داخل ٿيو
مڙس نالو پيو سرجئس. پهريائين سيڪي شوق
سان ڪندو هو، پر پوءِ آهستي ويو ڍرو
ٿيندو. ماءُ جي موت ۽ مڙيءَ جي شاديءَ جون
خبرون ٻڌائين پر دل کي لوڏو نه آيس. سندس
خيال ٻاهرين ڳالهين کان ويو ڦرندو ۽ اندرين
زندگي ڏي ويو ڌيڪ پهچندو. جلد ئي کيس ڪنهن
اڌيءَ واريءَ مڙهيءَ ۾ موڪليو ويو.
سرجئس لاءِ هيءُ ٽئون عهدو وڏي آزمائش

هٿو. ايتريون نہ لالچون اڳيان آيس، جو ڪيترس
سمورو وقت ۽ ڪل طاقت انهن کي منهن ڏيڻ ۾
ئي صرف ڪرڻي پيئي. اڳي وڏي مڙهيءَ ۾ زال
ذات جو نالو بہ ڪو نہ هو پر هن ٽڪين ۾ اها مصيبت
جام هئي. هڪڙي چلولي عورت نہ ڪا هي ڪئي
پيس. گهڻوئي ڏوندار يا ٿينس پر هن ثابت قدمي نہ
ڇڏي. نيٺ ايترو نہ ڪڪ ڪيا ٿينس جو هن پنهنجي
وڏي بائي کي هدايت لاءِ لکي موڪليو ۽ وڌيڪ
مضبوطيءَ لاءِ هڪڙي سيڪڙات کي سڏي چيائين تہ
مونسان هيءَ ماجرا آهي، مون تي نظر رکجو ۽ ڏسجو
تہ ڪنهن وهم ۾ وهي نہ وڃان.

سرجنس جي هن مڙهيءَ جي وڏي بائي سان بہ
نہ پوندي هئي. گهڻي ئي ڪوشش ڪندو هو تہ دل
۾ جا ڏڪار آهي، ساڙي ڪيدان پر فتح ياب نہ
ٿيندو هو. پلا بائو دنيوي ڳالهين ۾ انڪلن شڪلن ۾
پڙهوندو هو ۽ هيءَ سنت، سچي ويراڳ جي مورت
دنيا کان بيزار ٿي نڪتو هو. ٻنهي جي خيالن ۾
زمين آسمان جو تفاوت هو. هڪڙي ڏينهن جڏهن
پرارٿنا پي هلي ۽ وڏي ڏينهن هئڻ سبب اوريان
پريان جا ماڻهو اچي مڙيا هئا، تڏهن سرجنس پڻ
دستوري جيءَ اندر جنگ ۾ رذل هو. گهڻي ئي ڪوشش
ٿي ڪيائين تہ جيڪي چوڌاري پيو وهي واپري،

تنهن ڏانهن خيال نہ ڏيان ، پر کي نظارا ڪيس گهڻو
دلکي ڪرڻ لڳا. مثلاً هڪڙو سولجر ڏنائين جنهن
شاهوڪارن کي اڳيرو ڪيو ۽ عام غريب ماڻهن کي
پوئتي ڌڪيو. خار تي لڳس. ڪيترين زالون
بيٺيون هيون ، جن هن ڏانهن ۽ ٻي هڪڙي هن جهڙي
سهڻي ٻائي ڏانهن تي اشارا ڪيا. سندس ڌيان
ڇڪجڻ لڳو. هن خيال کي دٻيو ۽ ٻاڻ کي من ئي من
۾ تنبيه ڪرڻ لڳو. ٻاڻ وسارڻ جا وس تي ڪيائين
جڏهن وڏي ٻائي جو هڪ خوشامندڙيو شش ونس
آيو ۽ نئڙي سلام ڪري چيائين تہ وڏو ٻائو اوهان
کي پرئين پاسي سڏي رهيو آهي. سرجمس تيار تيو
۽ آهستي آهستي هلندو اچي اتي بيٺو. وات تي
زالون سندس ليجسوي ڇهري ڏانهن نهاري ساراه
ڪري رهيون هيون. دل ۾ ايمان تي جاڳيس تہ
يڪدم هٿ ڪٺي دعا تي گهريائين. چي ”اي خاوند
رکي وٽ .“

وڏو ٻائو هڪڙي ملٽري عملدار سان بيٺو هو.
سندس ٿلهو لعل منهن ۽ گنجو مٿو خوب تي چمڪيا.
عملدار کي سرڪاري پوشاڪ پهريل هئي ۽ سندس
وات مان شراب جي ۽ مڇين مان چروٽن جي ٻانس
ٿي آئي. ٻائي ائين ٿي سمجهيو تہ جڻ ڪو ديوتا اچي
نڌاريو هو. خوشي ۾ ڦوليو نہ پي سمايو. سرجمس

جو من اڳيئي ساڻس نه ملندو هو، ويتر جو هن ڇيس
نه مون توکي هن جنرل جي ڏيکارڻ لاءِ سڏ کيو
آهي، سو اندر ۾ پڇي ويو. جنرل ساڻس ڳالهائيندي
چيو، "مان اڄ توکي هن فقيري پوش ۾ ڏسي خوش
ٿيو آهيان؛ اميد ته تون مون پراڻي ساٿيءَ کي
سڃاڻندو هوندين." سر جئس ڏس ته پوسڙي پيو.
هيانءَ سڙندي زردي ڇهري ۽ ڏکندڙ ڇپن سان
بائي کي چيائين، "سائين، مون حرص هواس کان
ڇڏڻ جي خاطر دنيا کي ترڪ کيو، اوهين پوءِ
ڪڏهن ٿا وري مون کي ماڻهن ڏي گهليو. هوڏانهن
پرارٿنا پيئي هلي؛ پاڻ هڙي پاڪ استان تي بيٺا
آهيون. اهڙي وقت ۽ اهڙيءَ جاءِ تي اسان جو
بين سان کهڙو ڪم؟" اهي لفظ ٻڌڻ شرط بائو
بگڙي ويو ۽ ڪاوڙيل آواز ۾ چيائين، "وڃ، وڃ،
بيشڪ موٽي وڃ."

سرجئس ٻئي ڏينهن وڏي بائي خواه بين باون
گان پنهنجي مغروريءَ لاءِ معافي گهري، پنهنجي
ڪئي لاءِ ڪليو ڪلايو پڇتاو کيو ۽ اڳينءَ مڙهيءَ جي
وڏي بائي کي درخواست ڪئي ته مهرباني ڪري
منهنجي بدلي ڪريو. جي منهنجو من ڪمزور آهي
۽ اوهان جي رهبريءَ هيٺ رهڻ جي ضرورت محسوس
ٿو ڪريان. وڙندڙ ٽپال ۾ جواب آيو جنهن ۾ هن

ريت لکيل هو: ”تنهنجي تڪليف جو ڪارڻ آهي
تنهنجي مغروري. تنهنجو ائين سمجهڻ ته ملڪ ۾ تون
ئي آهين، جنهن خواهشون ماس ڪيون آهن، سو
توکي بين ڏانهن مغرور تـــو ڪري. تون تو دل ۾
چوين ته مون ايشور خاطر دنيا ترڪ ڪئي، سوهيءَ
ٻائو ڪيو جو جانور جيان منهنجو نماءُ ڪري. اهو
ايمان ئي تنهنجي دک جو ڪارڻ آهي. دنيوي گيرب
اڃا تو ۾ مٺو نه آهي. ايشور جو تولاءِ فرمان آهي
ته پنهنجي حال ۾ هلندو رهه ۽ ياڻي ۾ پيو رهه.“

جلد ئي هڪڙيءَ پوواريءَ مڙهيءَ ۾ هڪڙو
سنياسي مري ويو ۽ ان جي جاءِ خالي ٿي. سو جڻس
کي اوڏاهين موڪليو ويو. اتي ڪيس اڪيلي ڏوراهين
غار جهڙي ڪوٺي رهڻ لاءِ ملي، جتي هڪڙو ٻائو روز
هڪ دفعو چپ چپاتوهن جي لاءِ ماني رکي ويندو هو.

ان ريت ٻائي سو جڻس تياڳــي سنياسي ٿي
گوشه نشيني اختيار ڪئي.

## (٣) شيطان کي شڪست

ڪاڪ ته جهلنيا ڪاٻڙي موهيا ڪنهن نه مال ۽
جي چورين ڏنا چال ته به لاهوتي لنگهي ويا.

سو جڻس جي خلوت جو پهو سال هو. سندس عمر
ٽونجاهه ورهيه هئي. هنجي زندگيءَ جو نمونو بلڪل
سخت هو. پرا تنا ۽ ورت هئس ٻاهريان ساڌن ۾

اُنهن ڪانسواءِ سنڌس جيءَ اندر جنگ پڻ ڏينهون ڏينهن خوفناڪ صورت وٺندي ويئي. شڪ شبا وڌائي ويس. ڪڏهن تمام نوآسائيءَ جي حالت ۾ خالق جي درٻار ۾ چوندو هو، "هي منهنجا خاوند، تون ڇو نه ٿو ڪرپا ڪري منهنجا ڦرنا لوارين ۽ مونکي وشواس بخشين. ڇو مان وقتي ٻنهي منڪر ٿو بڻجي وڃان؟ هي مالڪ، جي دنيا گناهن ۾ گتل آهي ۽ اسانکي اها تياڳ ڪرڻ لازمي آهي، ته اهڙي جمال ۽ اهڙن دل ڇڪيندڙ نظارن سان ڇو ٺاهي بهاري اٿئي؟ هي منهنجا سائين، وري هيءَ نفس جي بلا ڪهڙي ٺهائي اٿئي، جا وقت بوقت ٻرغلايو وجهي؟" جڏهن پنهنجي اکين خوبصورتي اکين اڳيان ڦرندي ڏسندو هو ۽ پاڻ کي ڪا چيز سمجهندو هو، تڏهن وري يڪدم پاڻ پلي چوندو هو، "ڙي حيا، اهي سڀ مٽيا اٿئي. سڄي دنيا کٽي نگين ٻر ايشور کي ۽ پاڻ کي ته نگي نٿو سگهين! تون هڪڙو خسيس اوگڻن سان ڀريل منش ۽ تنهنجي حالت تي جيڪر ملائڪ به ڳوڙها ڳاڙين، سو تون پيو سمجهين ته لهي چڙهي ئي توتان ٿي؟" انين چئي لڳي ويندو هو پرارٿنا ڪي. چنچل من گهڙيءَ گهڙيءَ چلائمان ٿيندو هوس، پر جٿن واٽيو ترازيءَ جي ڪاٽ لاءِ، يتن ڪري ٻئي پاسا پورا ڪندو آهي،

تن ھي بہ پڇندڙ خيال کي وري وري روڪي پاڻ کي پرارٿنا ۾ کپائيندو ھو ۽ آرٿنا ڪري چوندو ھو تہ

پڪڻھار پڪيشر، ڏيئي پاند پناہ جو!

ھڪڙي ڏينھن ھي اندرئي اندر پنھنجي مھاپاري ٽوائي ۾ محو ھو، تہ ڪي شھر جا شوقين ٻھراڙيءَ جي سير تي آيا. منجھن ھڪ سھڻي، شاھوڪار پر البت خشڪي ودوا ھئي، جنھن کي ٻائي سرجنس جي ديدار جو اچي چاہ ٿيو ۽ سائين سان ضد ٻڌائين تہ انھيءَ سنت جو نہ فقط درشن ڪندس، پر سندس خدمت ۾ رات ڪاٽيندس.

سڀ لھي ويو. سانجھيءَ تي بہ رات جي ڪاري چادر چانئجي ويئي. سرجنس اندر چر ۾ ويٺي پاڻ پڇايو، ٻاھر ولھ ٿي واڪا ڪيا. در تي ڪڙڪو ٿيو. سنھڙو جھڪو زنانو آواز ٻڌڻ ۾ آيس. سرجنس وائڙو ٿي ويو. ڇرڪ نڪري ويس. ”ڇا، شيطان اچي ويو؟ ھي ايشور، ائين سچ آھي تہ شيطان زنانيءَ صورت ۾ اچي تو انسان کي ڀوڳائي؟ ...... آھا، کھڙو نہ سٻاجھو مٺڙو آواز!“

وايو منڊل چوڌاري ڪوھيڙي سان ويڙھيل ھو. چپ چاپ ۽ سناٽو ڇانيل ھو. سرجنس شيطان جي ٻري اثر کان بچڻ لاءِ پاڻ کي چوڪارا ھڻي ۽

جھاڙون پڙھي رھيو ھو. وري ڪڙڪو ٿيو ۽ آواز آيو، ”واسطي پياري عيسيٰ جي مون کي اندر جاءِ ڏي!“ سرجنس تڏو ٿي ويو ۽ چيائين، ”شل ڏٺي ٻاڻ اچي ۽ سندس دشمن دفع ٿين!“

”پر مان ڪا ڀوت يا شيطان نہ ڪونہ آھيان. مان ھڪڙي پاپي عورت آھيان جا دنيوي خواہ روحاني راھ کان بيراہ ٿي اچي ھتي پھتي آھيان. ابو...... تڏ جمائي ڇڏيو. واسطي ڏٺي جي اجھو ڏي!

سرجنس منھن ھٿن ۾ وجھي آڳرين جي وچان جھاتي پاتي. کوھيڙو، اونده، وڻ ۽ پاسي کان ھڪ عورت نظر پيس. عورت جو منھن سڀاجھڙو ۽ صولتوند ھو. ھن اکيون مٿي ڪنيون. نيڻ نيڻن سان مليا. ھڪ ٻي کي سڃاتائون؛ نہ انھي ۽ ڪري جو ڪڏھن ھڪ ٻي کي ڏٺو ھوائون، پر ڪنھن ازغيبي سبب جي ڪري ٻنهي ھڪ ٻئي کي خوب سمجھي ويا. اھڙي نوري نازنين کي سرجنس. جي ڪھڙي مجال جو شيطان جو روپ سمجھي؟.........

پڇيائينس، ”تون ڪير آھين ۽ ھتي ڇو آئي آھين؟“

”ٻڌين نٿو؟ دروازو کول. مان پلي آئي آھيان.“

”پر مان نہ سنياسي باٺو آھيان.“

”سنياسي آھين نہ ڇا، تنھنجو اھو ڌرم آھي

۽ اندر وڃڻ پرارٿنا ڪر، جڏهن پيا ٻاهر ٿڌ ۾ پيا سڪن؟“

”هو ڪيپٽن........“

”اڙي سنت، مان ڪو توکي ڪاٺ ويندس، ڏٺي ۽ ڪي مڃ؛ دروازو کول. مان سيءَ ۾ مري ويندس. آواز مان صاف ظاهر هو ته سندس نبض ٿمي رهيا هوا. سر جنس ڏٺو ته هوءَ نهايت پريشان هئي ۽ ٻي پاسا ڪنبڻ ورتائين. سندس بي آرامي ڏسي هن جا چهرا ڇڄي پيا، هٿ ڏڪڻ لڳس ۽ بيوسيءَ ۾ چيائين، ”اڙي ايشور، اڄ هيڻي جو همراهه ٿيءُ.“

”اڙي سنياسي ديوتا، سنگدل نه ٿيءُ؛ توکي لڳي آهي روح بچائڻ جي؛ مان ٿي ٿيان ڪال جو بکه. مان پاڻ پاڪاري مري ويندس، پوءِ توکي ڪهڙو آرام ايندو؟“

سر جنس چيو؛ سندس حوصلا خطا ٿي ويا. دروازو کوليائين پر اهڙو ته زور ڏنائين جو طاق وڃي عورت کي لڳو. ارمان ٿيس. چيائين، معاف ڪج.“

عورت ڏٺو ته هو ويو بي رحو رکو انسان نه آهي پر ظاهري مريادا اچا گهٽي اٿس. ”سنت، معاف ڪجو جو توکي گهڻي تڪليف ڏني اٿم؛“ ائين چئي اندر گهڙي. سر جنس در ورايو پر انکي ڪلش

ڪونہ ھنيائين. اڳيان ھوءَ نہ پنيان ھُوءِ. سمورو وقت
چپ ئي چريس. چي ”اي حضرت ايشيا، مون
گنھگار تي رحم جي نظر ڪر.“ ڪمري جي وچ ۾
ڀِھتا. عورت نيٺ ڪٽي سرجنس ڏانھن نھاريو. ھو
جيتوڻيڪ اھڙو سھڻو نہ ھو پر ھن جي لاءِ جھڻ سونھن
جو سردار ھو. سندس اکين مان آگہ تي نڪتي،
جنھن سڌو وڃي تي ھن جي سيني کي ساڙيو.

سرجنس ھيٺ نھاريندي چيو، ”چڱو، ھيءَ سارو
ڪمرو تنھنجي ملڪ آھي. مان اندر ڪوٺيءَ ۾ آرام
ڪندس.“ ائين چئي ھو وڃي اندر بند ٿيو.

ڪمرو نو فوٽ ڊگھو ۽ ٻارھن فوٽ ويڪرو ھو.
ٻاسي ۾ ھڪ بينچ پيل ھئي، جنھن تي سرجنس جو
ھنـــڌ (فقط فراسي) وڇايل ھو. ھوءَ وڃي ان تي
ويٺي ۽ بوٽ لاٿائين. ڪمرو شيشي جيان صاف ھو.
ڪرست جو بوتو، بتي ۽ توراڪتاب رکيل ھوا.
ٻيو خير صلاح مھر الله. ڇوڏاري تيل جي خوشبوءِ ھئي.
عورت کي ڪمرو وڻيو. ھوءَ ٻھاريءَ ۾ بود ھئي.
ھڪ نہ سندس من جو مطلب پنو ھو، ٻيو وري ھھڙي
سندر دل جي دلبر کي منجھائي وڌو ھوائين. ٻلڪ
ٿوسي سڏ ڪيائين، ”بابا سرجنس، او بابا سرجنس.
ائين سڏ ڪريان يا ڪجھ ٻيو چوان؟ مان نہ پسي
ٻاڻي تي ويٺي آھيان ۽ ٻير ٻرف تي ويا اٿم.“

اندران مائيٽو آواز آيو، "معاف ڪر؛ مان وڏيڪ ڪجهه ڪري نه ٿو سگهان."

"اڙي بابا، لاچاريءَ مون کي هتي گهلي آندو آهي، نه ته مان ڇا ڄاڻان هنن پٿن جي هند ڪرڻ مان! پوءِ ڦٿي نه پيو ڪٽان."

اندران آواز ڪونه آيو. عورت معلوم ڪيو ته ساڻ اندر پرارٿنا ۾ مشغول آهي. وري پيو مڪر ڪيائين. چي "سائين، پلا هيڏي نه اچجو. مان لتا لاهي سگهان ٿي وجهان."

جواب ڪونه آيو. پرارٿنا جي پڙ پڙ صاف سڌي هلندي هلي.

"واهه جو مڙس آهي!" هن ويچاريو؛ "اهڙي پورل مڙس تان جند جان قربان. ڪهڙي نه سونهن، ڪهڙي نه نزاڪت، ڇا نه سادو شاندار چهرو، گول گول اکيون ۽ مک امنگن ۽ جذبن سان پوريل. سندس نظر ۾ نينهن نروار پيو بکي. ڪ آهي ته دل جو دل ۾ هو مون کي چاهي ٿو."

ائين خيال ڪندي هن پنهنجي گهگهيءَ جو پلئه مٿي ڪيو ۽ وڏي آواز چيو، "سائين هيڏي نه اچجو."

هوڏانهن جواب ڪونه آيو. پرارٿنا جو آواز ساڳيو هلندو هليو. عورت ويچاريو ته هو ضرور اندران جهاتي پائي پيو منهنجي سهڻي جسم ڏانهن نهاريندو

هوندو. ضرور منهنجي لاءِ پيو تانگهيندو هوندو، جنهن
آءٌ ويٺي هن لاءِ تانگهيان. ضرور منهنجن سهڻن نيڻن
ڏانهن پيو تڪيندو هوندو. ائيــن ويچار ڪندي
ڪيترو وقت لنگهي ويس. وري ڏاڍيان چيائين،
"هتي صفا ويراني آهي. ڪنهن کي ڪل پوندي..."

جواب ڪونه آيو. آواز جي پڙڏڪ به ٻڌجي ويئي
هئي. هيءَ حيران ٿيڻ لڳي. رات گذرندي ٿي ويئي.
وري سڏيائين، "فادر سرجيس، او فادر سرجيس!
او شهزادا ڪاساٽسڪي! او سائين. سڏ ته ڏي."

جواب ندارد. وري درديل آواز ۾ چيائين،
"ايتري بي رحمي! مان توکي ڪڏهن به سڏ ڪونه
ڪريان جي مون کي تنهنجي ضرورت نه هجي. مان
بيمار آهيان. الائي ڇا ٿو ٿئيم. اڙي... اڙي... مري
ويس اڙي" ائين چوندي بينچ تي سڌي ٿي سمهي
پيئي. اڳيان سنت سرجيس ته ڀاڄ جيان اڏول هو.

"اڙي سائين. تالو ٿئي رب جو، ڪا دکيءَ جي
واهر ڪر. الا! اڙي... قياس ڪر اوبي نرس... ساه
ٿو گهٽجي... اڙي بدن ٻڌجي ويو اڙي... ها ڦي...
" ائين چوندي پنهنجي پهريل پوشاڪ کولي ڇڏيائين.
ڇاتي اگهاڙي ڪري ڇڏيائين ۽ پانهون اگهاڙيون
ڪري سر جي مٿان جهليائين ۽ چيائين، "اڙي
ابو! وڃان ٿي ۽ ظالم..."

اهو سڄو وقت سر جڻس اندر ايئي پير پيٺو رهيو ۽ هوءِ نام ٿي اچاريائين. پر اڻتنا پوري ڪري نڪ ۾ اکيون کپائي دل جو دل ۾ نام جو سمرن ڪندو رهيو. وري وري ئي چيائين: "اي صلح جا سائين، ايشو پتر، رحم ڪر. دنيا مٿي رکي وٺ."

اندر ويندي هن سيڪي پي ٻڌو. عورت جي پوشاڪ لاهڻ مهل سلڪ جي ڪڙڪڙ به هن ٻڌي. هن جا پير اگهاڙا ڪري پٽ تي رکڻ به هن معلوم ڪيو. هٿ پير مهٽڻ جو سماءُ به پيو هوس. پنهنجي اندر واري کي ڪمزور ٿيندو محسوس ڪيائين. خوف ٿي ٿيس ته ڪنهن مهل به وه ۾ وهي نه وڃان. انهيءَ ڪري ٻنا رخمي جڻن پوءِ لڻن زور سان پڙيوءَ جو آرادن ڪندو رهيو. بس تي ڪاڻ هئس. شيطان جي خوف کان خالق کي دم به نه ٿي وساريائين. سمجهائين ٿي ته مصيبت جي تلوار مٿان پيئي لٽڪي، چوڌاري پيئي ڦري ۽ ان کان بچڻ جو صرف هڪڙو علاج اهو ٿي سمجهيس ته ان تلوار ڏانهن اکئي نه کڻجي. دل ٻڌي مضبوط ٿيو ٿي گهڙي نه گذري ته پلو ٿيڻ لڳو. دل ۾ خيال آيس ته جيڪر هڪواريءَ هلي ڪيس ڏسان. اڃا ٻڌ تر ٿي ڪيائين ته ٻاهران آواز آيو: "وٺل ٿيو ڙي ... موي ويس."

آواز ٻڌنديئي پڪو ارادو ڪيائين ته عورت کي ضرور وڃي ڏسندس. پر ويندس انهيءَ سنت

ڇيان، جنهن هڪ هٿ ويڇاڻ تي رکيو ته ٻيو ٻولڙ
ٽانڊن تي، انهيءَ لاءِ جئن من مست نه ٿئي. ونس
ٽانڊا ته ڪين هئا ليڪن ٻتي هئي. پنهنجو هٿ ٻتيءَ
جي مٿان جهلي آڱر اُلي ۾ وڌائين. منهن ۾ گهٽ
ٿجي ويس. هڪ ٻه سيڪنڊ جهليائين ۾ هٿ ڦٿڪڻ
لڳوءِ آڱر خود بخود پري ٿي ويئي. هن ڏٺو ته ائين
ٻاه ۾ جهلي آهستي جلڻ جو درد سهڻ
محال آهي.

"اڙي واسطو ٿئي رب جو! اڇڻ جي ڪر.
گهٽ ٽا گهٽجن."

"آيو" چئي هن دروازو کوليوءِ عورت ڏانهن
نهارڻ ڪانسواءِ سڌو ئي سڌو پرئين ڪنڊ ڏي ويو،
جتي ڪانيون ڪپيندو هو. ڪٽنديئي کهاڙو، اکيون
ٻوٽي، نڪاءِ ڪرايائين کٻي هٿ جي آڱوٺي کي،
جو ڪپجي مٿي اڏاٽوءِ ڪري پٽ تي پيو. هڪڙي
سيڪنڊ ۾ هن مدهوشيءَ ۾ ڇا ڪري وڌو! رت
ڦينڊيون ڪري وهڻ لڳس، سور اپريوءِ سندس بدن
جي رڳ رڳ لڇڻ لڳي. يڪدم ڪپڙي ٽڪر ٻڌي،
ڪپيل هٿ کي دبيندو عورت وٽ آيو. جهيڻي
آواز ۾ پڇيائين، "ڇا گهرجيئي؟" هن سندس
زردي منهن ۽ ڦوڪندڙ گلن ڏانهن نهاريوءِ شرم ۾
ٻڏي ويئي. ٿپو ڏيئي اٿيءِ شال چوڌاري ويڙهي

ي ڪجهي پي و مڇي وئي. چيائين، ”فادر سرجئس، موکي ڏڏ لڳي آهي ۽ ڪجھ سور پيو ٿئيم... مان... فادر... سر......“

سرجئس پنهنجون چمڪندڙ اکيون مٿي کڻي منجهس ڪيائون ۽ چيو، ”هي پياري پيٽ، تون ڇو پنهنجي ۽ امر آتما جي ڪيڏ ڪاهي پيئي آهين. دنيا ۾ شيطان اسان کي وقتي ڀرغلائي ٿو، پر صد بار حيف آهي انهيءَ کي، جو ان جو هٿيو بڻجي کيس مدد تو ڪري. ڏٽي ٻاجهاري کي ياد ڪر ته شل اسان ٻنهي کي پنهنجو ڪري!“

عورت خيال سان ٻڌو ۽ ڏانهنس نهاريو. اوچتو هن جي ڪن تي ٽمندڙ ڦڙن جو آواز پيو. چتائي نهاريائين. ڏنائين ته سندس هٿ مان رت پيو ڇٽي.

”هان، هي ڇا ڪيئه؟“ ائين چوندي هوءَ ان ڪنڊ ڏانهن ڊوڙي جتي ڪپيل آڱر ڏسي وايون ٻتال ٿي ويس. منهن ۾ زردي ڇانئجي ويس، دل ڌڙڪڻ لڳس، لڳ لڳ ٿي ڪنبيس ۽ ٿابا کائيندي ٻوٽي موٽي. ڪجھ چوڻ ٿي چاهيائين ته هو چپ چپاتو پاسي ٿري پنهنجي اندرئين ڪمري ۾ هليو ويو ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيائين. هيءَ ٻاهر پريشان ٿي ويٺي. اندر وارو ڏنگ هڻڻ لڳس. بيحالي ۽ جي حالت ۾ چيائين، ”معاف ڪر،“ هي منهنجا سائين! مون ڇا ڪيو؟ ڪٿي منهنجو اهو پاپ لهندو؟“

"وڃ،" اندران آواز آيو.

"ڀلا پٺي نہ ٻڌان ء،" هن ٻاڏائي چيو.

"هلي وڃ."

هن لڪڙ ۾ پوشاڪ پهري ۽ منهن هٿن ۾ لڪائي ويهي رهي. وري گهڙي رکي چيائين، "فادر سرجئس، معاف ڪر."

"وڃ، ڌڻي توکي معاف ڪندو."

"فادر سرجئس، مان گندي ءَ کي نہ وسارج. اڄ منهنجي زنــدگي ءَ ۾ تو انقلاب آندو آهي."

"وڃ."

"معاف ڪر ۽ آسيس ڪر."

"واسطي ڌڻي ءَ جي ۽ ڪارڻ ايشو پٽر جي هتان هلي وڃ."

سڏڪا ڀريندي ڳوڙن ڀرين سان هوءَ ٻاهر نڪتي. ٻرپو وهلي نہ ساٿي گڏيس. "ڏي خبر، نيٺ هٽي هنڌ ڪيئہ؟"

هن اکر نہ ورائيو. گاڏي ءَ ۾ چڙهي سڌي گهر ويئي. وري نہ ڪنهن ڪيس ڪلندو ڀا ۽ اکري ڪان وڏيڪ ڳالهائيندو ٻڌو. هن جي خوشي ۽ خوبئہ گم ٿي ويئي. سال ڪن جڏو ڀگو گذاري وڃي مڙهي واسيائين ۽ دنيا کي پٺي ڏيئي پنهنجو ٻاڪ ٻرم آتما کي ارپيائين.

## (۴) شيطان جي فوجن جي فتح

جي ٽئي ٽنهنجي ساراه ۽ زالون اڇن،
ته پڪ ڄاڻ شيطان جون ڄالون اڇن.

ٻيا ست سال سرجئس سنياس ۾ گذاريا. ٻهريائين ته ماڻهو جيڪي آڻيندا هئا، سو ونندو هو، پر آهستي آهستي ويو تارڪ ٿيندو. هڪ هٿ سان ونئي ٻي هٿ سان مسڪينن ٻيواهن ۾ وراهيندو هو. تسيا ڪرڻ شروع ڪيائين. عرف هر ڪنهن هفتي ٽڪر ماني ۽ جو واس ۾ وجهندو هو، ٻيو ٽيو ڦلو. پاڻ ڪوري ۾ ٻچائڻ لڳو. "پوري ڪانه پنهنجو مڙهيان اندر ماس" وارو سبق عمل ۾ آڻڻ شروع ڪيائين. گهڻو وقت ٻراڻنا ۾ ۽ ٿورو ملاقين سان صحبت ونڊڻ ۾ گذاريندو هو. ڏيول ۾ ٻه سال ۾ فقط ٽي دفعا ويندو هو. ضرورت مهل جهنگ مان ڪاٺيون ڪرڻ ۽ پاڻي ڏلو ڀرڻ ويندو هو.

ماڻهن ۾ مٿين ڳالهه ڦهلجي ويئي. سندس ناموس چوڌاري پکڙي ويو. درسن جي پياسين جون ڀيرون اچڻ لڳيون. خود ٻاوا ٻه ڪيترا الڏي اچي سندس پير پيا. صدقين ۽ مراد وارن جلدئي هڪ ڏيول اڏائي. آئين وئين لاءِ هڪ هوٽل کلي ويو. ماڻهو نهنديون اڻ نهنديون ڳالهيون ڪري سرجئس جي ساراه مان ڌاپيائي نه ٿي. جيتوٽيڪ هو پاڻ

ڪوشش ڪري ڪڍهن ٻه ڏيکا ڏيکي ڪا نه ڪندو هو، ته ٻه سندس ڪرامت جون ڳالهيون عام ماڻهن ۾ ڦهلجي ويئون ۽ ويئون وڌنديون، تانجو هڪ داستان ٺهي پيو. ماڻهو وٽس جدا جيو آسيس ۽ چوڻڪاري لاءِ اچڻ لڳا.

سنياس جو اٺون سال هوس. هڪڙي ٻڍي مائي اٺن سالن جو پٽ وٺي آئي عرض ڪيائينس ته سندس مٿي تي هٿ رکي دعا گهر ته دک دور ٿئيس. سرجنس سپني ۾ ٻه ڪڍهن ائين نه سمجهيو هو ته ڪا بيماري هٽائڻ جي ٻه منجهس شڪتي هئي. هن ٻاڻ اهڙي معجزي کي غرور ۽ گناه تي سمجهيو. گهڻوئي مائيءَ کي سمجهايائين ته الله مالڪ آهي. هو

پاڻ ڏنـي پاڻ لاهئي، ٻاڌهـي ڏنـن ڏپ

پر مائي مور نه مڃي. چي "ٻين جا ٻار چٽائين تو، ٻاقي مون تي ترس نه تو پوئي." گوڏن تي ڪري وڏا واسطا وڌائينس، پر سرجنس چٽي انهيءَ ٽويءَ تيل تي نه لڳي. چيائين، "مان ڪمينو ڪير، جو مالڪ سان حجت هلان؟ انسان ڪهڙي وٽ آهي جو ڏکين جو دک لاهي؟ ايڏي سگهه صرف سچي ڌڻيءَ کي ئي آهي."

ائين چئي هليو ويو اندر. رات گذري ۽ صبوح ٿيو. سرجنس اسر جو اٿي پاڻي پوڻ ويو ته مائي اڳيئي وات جهلي ويٺي هئس ۽ ٻار اڳيان جهلي رڙي

باڏايائين. اهڙي سياري جي ولهه ۾ الائي ڪهڙي وقت اچي وڃي هئي. تماڙو منهن ڪري چيائين، ”سائين صرف مٽي تي همت رکيندس ۽ دعا گهر، پوء جيڪي منهنجا ڀاڳ.“ سنت جو رڍو پگهري ويو ۽ سندس عرض اونايائين. مائي خوش ٿي ٽپا ڏيندي ويئي. چوڪر ويو سگهو ٿيندو ۽ مهني جي اندر نوبنو ٿي پيو. مائي مرڪي بين کي ٻڌائڻ لڳي. ڳالهه پکڙي ويئي. پوء ته اچي پلٽ پلٽي. جنسي ميلو لڳي ويو.

سو جنس بي آرام ٿي پيو. جٿن جٿن پاهريان ڏيکه ويا وڌندا، تٿن تٿن اندرين انتي ويئي ناس ٿيندي. آتمڪ جيوت جي بدلي ظاهري زندگي شروع ٿي ويئي. سندس سانتيڪي اوستا ۾ اٿل اچي ويئي. مڙهيء جي مالڪن جو ته مکو مچي پيو. ههڙو سٺيو ڏنيو جو همت آيو هون، سو خوب جاوا ڪرڻ لڳا. اڳي جو ٿوري گهٽي ڪار ڪرس رياضت ڪندو هو، سا ٻه چڏائي ڇڏيائونس. هڪڙو گڏو ٻڌائي وهاريائونس ته وينو درسن ڏئي، دعائون ڪري ۽ مايا ميڙي. هرڪا شيء هڪي لڪي ٿي ملميس. ڏينهن مقرر ٿي ويا، پروگرام ٺهڻ لڳا، وقت جي ورامت ٿي ويئي، ماڻهن سان ملڻ لاء جدا ڪمرا تيار ٿي ويا ۽ بيشمار زالن جي ڳاهت ۾ ڪيس تڪليف نه ٿئي،

تنهن لاءِ ڪجهه پريو لوهي ڪٿرو ٺهرايو ويو جنهن جي ٻاهران ٻهي ماڻهن دعا ٿي پني.

پوءِ پاڻ سنڌس اندر پرائيءَ نموني لاءِ نفرت پيدا ٿي، پر اختياريءَ وارن ڪيس سمجهايو ته حضرت عيسيٰ، اسان جو پيارو پيغمبر ڪهڙو نه ٻاجهارو هو. اسين اهڙي ديالوءَ جا پوئلڳ ٿي ڪئن دربيندل ماڻهن کي تڪو ڏيون يا دردي دلين کي شانت نه ڪريون. محبت جي اوتار جو مول منتر آهي همدردي، سو درد وارن سان ته سر لڳي. اهڙن دليلن ۽ مثالن هٺي هند ڪيو ۽ هي رضا خوشيءَ سان هتن جي پٽڻن پيدا ڪندڙ مشين ٻڌجي پيو.

وقت گذرندو ويو. هن محسوس ڪيو ته سنڌس اندر جي روشنائي جهڪي ٿيندي ٿي وڃي ۽ سنڌس قلبي چشمو ويو ٿي سڪندو. جيڪي به هن ڪيو ٿي سو انسان جي خاطر. ماڻهن وڪ وڪ تي ٿورائي مڃيس سو منجهس فخر جي رتي جاڳي. سنڌس آواز ۾ اثر هو. سنڌس دعا ڪيترن جا ڏک دور ٿي ڪيا، پر هن کي اها پروڙ هئي ته جئن ٻاهر ويو ٿي روشن ٿيندو، تئن اندر ويو ٿي اونده ٿيندو. رات جو خلاصگائي جي وقت اهو سوال چت تي چڙهي ايندو هوس ته مان ڪيترو مالڪ لاءِ ٿو ڪريان ۽ ڪيترو منش لاءِ؟ جواب سولو هو، پر ٽيڪ جي جريب ڪاڻ ٿي ٿيس. سمجهيائين ته شيطان منهنجي

ايشوري ورتي قيرائي انساني مشغولي جاري ڪئي
آهي ۽ جنهن اڳي ايڪانت ڪان ڪو به ڪيس نوڙي
نه سگهندو هو، تنهن هاڻي وري سندس ايڪانت سان
ڀڃڻ محال هو. وقتي ايترا ماڻهو ايندا هئس جو
بيحال ٿي پوندو هو، پر دل جي اندرئين تهه ۾ مڙيوئي
پيو نرندو هو.

اهڙيءَطرح سمجهي به پيو ته پلي به پيو. مسافر گيان ۾
اچي وري مايا ۾ ويڙهجي ٿي ويو. جيءَ اندر جنگ
هلي آيس، جيتوڻيڪ ان تي ڌيان ڪرڻ جو وقت
ڪو ٿوري ٿي مليس. هڪڙي ڏينهن ته اهڙو بيزار ٿيو
جو راتو واه جهنگ منهن ڏيڻ جو ارادو ڪيائين.
فقيراڻا ڪپڙا به تيار ڪرايائين ۽ پيچرا به پڇي
ڇڏيائين. وهڻ ٿي هو ته اچي من جي مونجهه ڪنيس.
وڃان يا نه وڃان؟ پڇي ڪنارو ڪرڻ چڱو يا هتي
ويهي خلق جي خدمت ڪرڻ چڱي؟ انهيءَ گهڻ ٿور
۾ نيت بر غلاتيندڙ شيطان مٿس غالب پئجي ويو ۽ هو
اتي ئي رهي پيو.

ماڻهن جا ميڙ وڌندا ويا، سر جنهن جي روحاني
طاقت وڌائڻ لاءِ پرارٿنا جو وقت ٿي ڪونه ٿي
مليو. ڪڏهن سچيتيءَ جي لحظي ۾ ائين سمجهندو
هو ته ڪامني پاڻيءَ جي نهر اندر هئي جا سڪي
نوت ٿي ويئي آهي ۽ ڪا زنده امرت جي سنڌ

سندس رڳ رڳ ۾ ٿي وهي، جا هينئر نظر ٿي نہ ٿي
آئي. اها زندگي هئي جڏهن مائيءَ اچي کيس راهہ
جو منجهايو هو. اهو وقت ياد ڪري اندر ۾ بجلي
گهمي ويندي هئس. انهيءَ عورت سندس روحاني
چشمي جو آب حيات چکيو هو. ہوءَ نہ ويو هو هاڻي
باقي ٿيندو، تان جو هاڻي باقي گپ بچي هئي ۽
حق جي پانڌيئڙن لاءِ ويراني هئي.

هڪڙي ڏينهن هڪڙو واپاري اچي قدمن تي
ڪريس. چي "اي مهربان سنت، مهر ڪر. منهنجي
پاويهن ورهين جي نينگر ناچاڪ آهي. ماءُ جي مرڻ
کان پوءِ خيال ڦري ويو اٿس. ڏينهن جو ٻاهر
نڪريئي ڪانہ. سج جي روشنائيءَ کان ڏهہ ڪوهہ
ڏور ڀڄندي آهي." انهين چئي اهڙي تہ چالبازي
شروع ڪيائين جو مهاتما مٿس راضي ٿيو ۽ چيائين،
"چڱو، کيس رات آڻج تہ مان دعا گهرندس."

سانجهي ٿي. ڪانئي ٻي سرجنس پاڪ پستڪ ڪڍي
دنيا جي ترڪ وارو باب مطالع ڪرڻ لڳو. پڙهندي
پڙهندي واپاريءَ جي ڇوڪري اکين اڳيان ترڻ
لڳس. ٽڪڙو ٽڪڙو صفحا اٿلائڻ لڳو تہ پورا ٿين تہ
کيس گهرائي. ڇوڪريءَ جي ڏسڻ لاءِ چاهہ پيدا
ٿيس، چاڪاڻ تہ ڪجهہ وندر ۾ ٿي نظريس تہ ڪجهہ
وري انهين ٿي سمجهيائين تہ واپاري خواهہ ڏيندس

ڪيس نهايت ئي ڀلتل پرش سمجهي تي پوڇيو ۽ هنن جو سندس اٿرائتي پرارٿنا ۾ پورن وشواس هو. دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته ڪٿن نه هڪ روا جي ماڻهوءَ کان متي چڙهي اچي مهاتمائن جي پد کي پهتو آهيان ۽ ڪيڏا نه چمتڪار پيو ڏيکاريان. گهڻوئي تي ڀاڻ کي روڪيائين ۽ من کي موچڙا هنيائين، پر سندس ڪرامتون ڦري ڦري اچي تي اڳيان بيٺس. خوش ٿي ٿيو. جي ماڻهو هزارن ميلن تان تا اچن ۽ اخبارن ۾ منهنجي واه واه پيئي پئي ۽ خود شاهنشاه منهنجي نالي کان بي خبر نه آهي. سڄو يورپ، نفساتي خواهشن ۾ ٻڏل يورپ، اڄ منهنجي نالي جي مالها پيو جپي. ائين خيال ڪندي شرم ۾ ٻڏي تي ويو. گهڙي رکي وري اچي واپاريءَ جي ڇوڪريءَ جي خيال ورايس. سندس ٻاويهن ورهين جي عمر ٻڌي الائي ڇو من ۾ خوشي ٿي ايس. سوچ ڪرڻ لڳو ته الائي شڪل جي موچاري هوندي يا نه ۽ روش الائي وڻندڙ هوندس يا ڪين؟ وري شرمساريءَ ورتس. پرارٿنا ڪرڻ لڳو پر من ٽڪيس ئي نه. چوڻ لڳو: ”چا پگوان آهي سهين جنهن کي وينو ٻاڏايان؟ ائين ته نه آهي ته ٻاهر ڪلف لڳو پيو آهي ۽ مان اجايو بيسود وينو درڪڙڪايان؟“

انهيءَ ڪشمڪش ۾ ڪيترو وقت لنگهي ويس. نيٺ گهنٽي وڄائي واپاريءَ کي اندر سڏايائين.

هو ڏيءُ کي وٺي آيو ۽ اڪيلو موٽي ويو. نينگر جا وار ڪڪا هوا. چهرو البت زرد هوس. قد جي ٻندري هئي. سندس شڪل البت ٻاراڻي ۽ ٻال ٽي لڳي. جڏهن هوءَ سر جئس جي پرسان ٽي لنگهي، لڏهن هن ڏانهس هڪڙي عجب نموني ۾ نهاريو ۽ کينس آسيس ڪئي. هن ڏنو ته نينگر جي منهن ۾ نينهن سندا نيش هوا:

گجو کي گجميل جون ٽاڙن ۾ تيرون.

هوءَ ڪنڌ جهڪا ئيندي ٽازسان اندرئين ڪمري ۾ هلي ويئي. سر جئس کي تير لڳي ويو. هو اٿيو ۽ اندر ويو، جتي هوءَ ستول تي سندس انتظار ۾ ويٺي هئي. هي آيو، هوءَ اُٿي بيٺي ۽ نخري سان چيائين، "سائين، مان پنهنجي ڌيءُ ڏي ويندي هس."

"ٻچ ڻ، ويهه. (هٿ گهمائي) سور ڪٿي ڪٿي ٿو ٿئيئي؟"

"سور ته مونکي ساري بدن ۾ آهي،" هن جواب ڏنو ۽ اوچتو سندس منهن تي مشڪ اچي ويئي. "تون وري چاڪ چڱي ڀلي ٿيندينءَ، پرارٿنا ڪر."

"مان نه پرارٿنا ڪري ٿڪي آهيان، پر اثر ڪونهي. هاڻي تون ڪو مهر جو هٿ گهماءِ. مون ته توکي خواب ۾ ڏٺو..." هن مشڪندي چيو.

"اهو ڪئن؟"

"مون اوهان کي پنهنجو هٿ منهنجي ڇاتي تي گهمائيندو ڏٺو." ائين چئي سرجئس جو هٿ کڻي پنهنجي ڇاتيءَ تي زور سان دٻايائين ۽ چيائين "او، هتي."

سرجئس پنهنجو ساڄو هٿ هن کي ڏنو. سندس سارو جسم ٿي ڪنبيو. هن سمجهيو ته پورو پورو قاسي چڪو آهيان ۽ وڌيڪ مضبوطي محال آهي. تڙڪندڙ دل سان پڇيائينس، "تنهنجو نالو؟"

"منهنجو نالو مٺري. ڇو؟" ائين وراڻي ڏيئي سندس ڪاٻو هٿ کڻي چميائين. پوءِ ته ٻانهن ڪمر جي چوڌاري ورائي کڻي ٻاڪر سان لڳايائينس.

سرجئس صرف ايترو چيو، "مٺري، ڇائي ڪرين؟ تون ته ڪا شيطان آهين، مٺري."

"شايد هجان پر ان جو تون ڪو خيال نه ڪر." ائين چئي کيس ڀاڪر ۾ پوري ساڻس گڏ کٽ تي ويهي رهي.

رات گذري ويئي. پره ڦٽي پرڀات ٿي. سرجئس دروازي کان ٻاهر نڪتو. دل ۾ اڻ تڻ هيس. ٻاڪر کان پيو پڇي ته ڇا برابر ائين ٿيو؟ پڪ ڄاڻ آيو. ضرور کيس سڀڪي ٻڌائيندي. آهي ڪا وڏي شيطان. پر هان، مونکي ڇا ٿيو. ڪالهه ڪالهوڻو ڏينهن. آها، هوءَ آهي کهاڙي جنهن سان مون آگر ويڙي اڇلي. افسوس!

يڪدم مڙهيءَ جي پوشاڪ لاهي، ڪرُميءَ جو لباس پهري، ڪنڌيءَ سان وار ڪٽي نڪتو باهر. ڪجھ پنڌ لنگهي اچي نديءَ جي ڪپ تي ويٺو. چي "بس، هن ڪانپوءِ جيئڻ ڪهڙي ڪم جو؟ بيوقوف آهن، جي ايشور کي مڃين ٿا. ايشور ڪونهي؛ زندگي ڪانهي؛ دنيا مڙيوئي ڌوڙ، ڌوڙ دنيا جي منهن ۾. هاڻي ٻڏي ساهه ڏيندس. نه، نه؛ ڦاهه کائيندس ته اقت ساهه وڃي". ائين ٻڏ ترڪندي ويهي رهيو ۽ ننڊ اچي ويس. گهڙي نه گذري ته ڇرڪ ماري اٿيو ۽ ننڊاکڙيءَ حالت ۾ نديءَ پٽ جا نظارا اکين اڳيان ڦرڻ لڳس. ڏنائين ته پاڻ هڪڙو ننڍڙو ٻار آهي ۽ اباڻي گهر ۾ ٻهواريءَ ۾ ويٺو ٽپي ڪڏي. هڪڙي ساڌي سوڌي وهٽي ڇوڪري پشنڪا جا نندي هوندي ساڻس گڏ راند ڪندي هئي، تنهن کي پيا چيڙائن. اهو نظارو ڏسندي ئي اٿي ويٺو. چي "اڄ ڪهڙي اڪر اچي اهي جهونا خيال چنبڙيا اٿم. پشنڪا پرڻي، وڏي ٿي، ٻار ڄڻيائين ۽ ڌوا ڻي جي حالت ۾ اڄ ههنجي ڏيءَ ۽ نانيءَ سان پيئي ڏکيا ڏينهن گذاري. ان جي يادگيري اڄ منهنجي مغز ۾ ڪيئن اڀري؟" ۽ ننڊ ڪٽي ويس. خواب ۾ هڪ سفيد ريش فرشتو آيو ۽ اچي چيائين، "سرجڻس، پشنڪا وٽ وڃ؛ ٻڌائيجئين ته توکي چاڪرڻ گهرجي ۽ تو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي.

